# چونڊ سنڌي ڪهاڻيون

( ڀاڱو پهريون )



سمپادڪ:

گوبند مالهي

ڪلا ريجهسنگهاڻي



ساهتيه اڪاديمي، نئي دهلي

CHOONDA SINDHI KAHANIYOON : An anthology of Sindhi short stories. Compiled & edited by Gobind Malhi & Kala Rijhsinghani. Sahitya Akademi, New Delhi, 1981. Second edition. Price Rs. 15/-



پهريون ڇاپو ١٩٦٣ع
ٻيون ڇاپو ١٩٨١ع

پبلشر:
ساهتيه اڪاڊيمي
رابندر ڀون،
٣٥، فيروز شاهه روڊ،
نئي دهلي-١١٠٠٠١

پرنٽرس:
اُشا پرنٽرس
٥٧، اگياري لين،
فورٽ، بمبئي-۴٠٠٠٠١
ٻاران ڇپيو:
سنڌري پرنٽنگ پريس
چيمبور ڪالوني،
بمبئي-۴٠٠٠٧۴

قيمت: ١٥ روپيه

# ڪهاڻين جي فهرست

## مهاڳ

ساهتيه اسانجي جيون جو آئينو آهي. انهيءَ ۾ انسان جا ڀِن ڀِن روپ، خيال، اُمنگ ۽ احساس ظاهر ٿين ٿا. ساهتيه جي وسيلي انساني خواهشون، عملن، عادتن ۽ ريتين رسمن جي اپٽار ٿئي ٿي. ڪنهن به ديش پرديش جو ساهتيه اتان جي شخصي ۽ پرڳتي جيون جي جهلڪ ٿو ڏسائي. ساهتيه جي وسيلي انسان جي دلين جو دروازو کولي ٿو سگهجي ۽ انهن جي گهرائيءَ ۾ جهاتي پائي جيون جي انمول سچ جي پرک ٿي ڪجي.

ساهتيڪار پنهنجي قلم جي وسيلي انساني آزمودن جو اڀرانتو ۽ انوکو بيان ٿو ڪري ۽ انساني دکن سکن جو انڀو ٿو ڪرائي. هن جي ڪلپنا جي شڪتيءَ ڪري جي چتر ۽ چٽ، روپ ۽ رنگ ظاهر ٿين ٿا؛ سي انساني جيون کي امرتا جو درجو بخشين ٿا. ساهتيه جي وسيلي اسانجي زندگيءَ ۾ انوکي سونهن سوڀيا، دلڪش رنگيني ۽ نوائي اچي ٿي. پر اڄ ساهتيڪار اڳيان صرف اهو مسئلو نه آهي ته اهي مصنوعي مورتون پيدا ڪري جي صرف پرلطف فضا پيدا ڪن ۽ من کي آنند ڏين، پر هن جو مکيه ڪم آهي ته جيون کي هوبهو چٽي ۽ انسان جو دک درد، پيڙا ۽ وياڪلتا کي ڪڍي ٻاهر ڪري. اڄ جو ساهتيڪار هڪ هوشيار سرجن وانگر آهي، جو وڍ ڪٽ ڪري جيون جو سمورو گند ڪڍي سماج

ڪي ٽاڪرو ٽوائو ڪرڻ ٿو چاهي. هن مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪهاڻي ٻين سڀني کان اڳرو ئي رهيو آهي.

ڪهاڻيءَ جي سچي شروعات ڪڏهن ٿي، ڪير چئي سگهي؟ ممڪن آهي ته انساني جيوت سان گڏوگڏ ڪهاڻيءَ جو به آرنڀ ٿيو هجي. لاشڪ من جي موڄ ماڻڻ ۽ دل بهلائڻ لاءِ ڪهاڻي هڪ بهترين وسيلو ۽ آڌار ئي رهيو آهي. اڄ به ساهتيه ۾ ناول، ناٽڪ ۽ مضمون کي پنهنجي پنهنجي جڳهه آهي، آستان آهي، الڳ روپ ۽ وجود آهي. پر ڇوٽي ڪهاڻي ساهت جو هڪ ڌار نمونو آهي. ڌار انهيءَ ڪري ته ٿي ليکي وڃي ٿو ته ننڍڙي آهي ۽ هڪ صفحي ۾ به سمائجي ٿي سگهي، پر تفاوت نه صرف ٻاهرين ديک ۽ گهاٽ جو آهي پر اندروني انتظام جو به آهي. وڏي قصي يا آکاڻيءَ جا ڪارب صدين کان مقرر ٿيل آهن ۽ ليکڪ کي اهي خال محدود حدن اندر ڀرڻا ٿا پون. هن ميدان ۾ گهٽيئي پاڻ موکي ٿا سگهن. "وڏي آکاڻي وندرائي ٿي ۽ پڙهندڙن ۾ چاهه ٿي پيدا ڪري ۽ ننڍي آکاڻي ته رڳو وندرائي ٿي پر دل ۽ من کي جهٽي ٿي.1"

ننڍڙي آکاڻي لکندڙ کي خاص فن هئڻ ضروري آهي جيئن هو پڙهندڙن جو چاهه سانده قائم رکي. ننڍڙيون ڪهاڻيون ته مون جهڙن رواجي انسان جي

---

1. ٻلڪومل ٿڌاڻي - سنڌو مخزن - فيبروري ١٩٣٥.

جيوت بابت لکڻ ٿيو ان ڪري پڙهندڙن کي اهڙي محسوس ڪرائڻو آهي ته ڪهاڻيون جڙيل ته هنن جي جيوت جو خاڪو آهن. ڪهاڻي هٿ ۾ کڻندي پڙهندڙ سمجهي ته جو ڪردار هن جي سامهون آهي اهو جڙيل نه پر اڻ آهي. پرنسيپال اجواڻيءَ جي چوڻ موجب ته ”ڇو ته ننڍين ڪهاڻين جي ليکڪن جو اصول ٿي آهي ته هڪ درشيه، هڪ واردات، هڪ چٽر چٽائيءَ سان ڏيکارين ۽ پوءِ پنهنجيءَ کي گم ڪري ڇڏين. هنن جو سڄو زور آهي هڪ ڳالهه تي ته هڪ چٽو اثر حاضرين ناظرين تي ٿئي. ١.“

ننڍيءَ ڪهاڻيءَ لاءِ ڪافي چاهنا وڌي آهي. اهڙيءَ جا ڪيترائي سبب آهن. ڇو ته ڪهاڻي پيدائش آهي اقتصادي حالتن جي ۽ ان ڪري اڄ جي آرٽڪ اوستا تي پارڪ بينيءَ سان روشني وجهي ٿي. پيو ته اڄ جيوت جي جدوجهد ۾ ماڻهن کي اهڙي فرصت ڪانهي جو اڪمنو ٿي وڏا ناول وهي پڙهن. ننڍڙي ڪهاڻي پڙهندي نه ڏهو وقت ٿورو ٿو لڳي ۽ ڪهاڻيءَ جي معنيٰ ۽ مطلب آسانيءَ سان سمجهڻ ۾ ٿو اچي، پر مکيه ڳالهه ته پڙهندي دل و رچجي ته ٿي ۽ ان من کي فرحت ٿي اچي.

اڄ جي ڪهاڻي اوڻيهن صديءَ جي پيدائش آهي. ”شروعات ۾ سنڌ ۾ ننڍين آڪاڻين لکڻ جو رواج ڪونه

---

١. ايل. ايڇ. اجواڻي - مهاڳ سنگم - ١٩٥٣.

هو. سنڌ جا ماڻهو وڏن جادوءَ جي ڪتابن ۽ جاسوسي ڪتابن پڙهڻ ڏي هريل هئا. اڳي حاتم طائي، ممتاز دمساز، چار درويش ۽ چندر ڪانتا وغيره ڪتاب جتي ڪٿي ڏسبا هئا. ١."

سنڌيءَ ۾ پهرين نثر جي ڪهاڻي جا لکڻ ۾ آئي سا هئي راءِ ڏياچ ۽ سورٺ جي ڪهاڻي جنهن جو لکندڙ منشي اُڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي هو. منشي صاحب سنڌي نثر جي مکيه پايه وجهندڙن مان هڪ هو. هيءَ ڪهاڻي ڪئپٽن سٽئڪ جي گرامر ۾ ضميمي طور ڏنل آهي جو ڪتاب ديوناگري لپيءَ ۾ ١٨٤٩ ۾ ڇپيو. آکاڻيءَ جي مکيه خاصيت آهي ته اها نيٺ سنڌيءَ ۾ لکيل آهي. انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان جلدئي پوءِ ١٨٥٣ ۾ عربي آئيونبا سنڌي ٻوليءَ لاءِ مقرر ٿي. اسانجو مکيه ساهتيه ان سال کان لکڻ ۾ آيو، خاص سنڌي نثر لکڻ ۽ ڇپائڻ کي وڏي هٿي ملي وئي.

شروعات ۾ جيڪي ڪتاب لکيا سي قصن ۽ ڪهاڻين جا هئا جن ۾ پوراڻي ۽ گهرو زندگيءَ جا چٽ چٽيل ڏسڻ ۾ ايندا. انهن سڀني آکاڻين ۾ اخلاقي پهلوءَ تي زور ڏنو ويندو هو ۽ عام لاءِ نصيحتون ۽ هدايتون شامل هونديون هيون. اهڙي قسم جي پهرين آکاڻي هئي "پنهي زميندار" جي ڳالهه جا ١٨٥٤ ۾ مسٽر غلام حسين قريشيءَ لکي.

---

١. سنڌو مخزن - ڪهاڻي پرچو ١٩٣٥ع.

آکاڻيءَ جي رٿا پنڌس ٻسي ڏر جي هندي قصي ٽان ورتل هئي ۽ ان ۾ مناسب ڦيرڦار ڪري سنڌي ڳوٺاڻي زندگيءَ جي خاڪي ۾ رٿي ويئي. ساڳئي ليکڪ جي ٻيءَ آکاڻيءَ ٽان رٿا ورتي ميران محمد شاهه مشهور آکاڻي "سدا لوري ۽ ڪڏا لوري" جي ڪهاڻي ١٨٥٥ ۾ لکي ۽ ٻارن جي لاءِ هڪ آکاڻين جو مجموعو "مفيدالصبان" جي نالي سان ڇپايائين. هن اوائلي دور ۾ ٻيا ليکڪ جن جا نالا قابل ذڪر آهن سي هئا ديوان ڪيولرام سلامتراءِ ۽ مرزا قليچ بيگ. ديوان ڪيولرام جو "سوڪڙي ۽ گل" ۽ مرزا قليچ جو "دلپسند قصا" مشهور آهن. هن دور جي سڀني ڪهاڻين ۾ ڪردارن دواران اخلاقي نصيحتون ڏنيون وينديون هيون. ساهتيه جو ان وقت مول مقصد هو فن براءِ اخلاق.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻه ڀارت جي ٻين ٻولين وانگر جديد ڪهاڻين جي سڄي شروعات ويهين صديءَ ۾ ٿي. "شروعات ۾ ١٩١٤ ۾ سنڌي ساهت سوسائٽيءَ جا رسالا ڇپجڻ شروع ٿيا جنهن ذريعي ننڍڙين آکاڻيون لکيون. اها سوسائٽي چار سال هلي.١٠"

هن رسالي جي معرفت ليکڪن سماجڪ اڻيائن ۽ بي انصافين بابت پنهنجو آواز بلند ڪيو ۽ پنهنجي قلم جي وسيلي سنڌي جنتا کي بيدار ڪيو. سنڌي سماج ۾

١٠. لماڻو- سنڌو مخزن ١٩٣٧.

خاص ذالن جا پيڙا ۽ بي وسيءَ جي زندگي تي ڪافي
انهيءَ تي روشني وڌي. گڏيل ڪٽنبن جا مسئلا، پردي
جا رواج، ساهرن جا ظلم، اهي سڀ مسئلا ليکڪن لاءِ
ميسر هئا جن بابت هنن اثردار ڪهاڻيون لکيون ۽ ساڳين
وشين بابت ٻين ٻولين مان ڪهاڻيون ترجمو ڪري سنڌي
جنتا اڳيان رکيون. شري لالچند امرڏنومل جي سنڌي
ڪهاڻي "ڪشنيءَ جو ڪشٽ" سنڌي گهرو جيوت جو
هڪ خاڪو آهي ۽ نهايت دل ڇڪائيندڙ ۽ درد ڀري
آهي. سندن ٻيون مشهور ڪهاڻيون "ڏکن ڏتي زندگي"
۽ "نيڻي نندا" به خاص انهن مسئلن بابت آهن.

سماجڪ خرابين جي جاچ جوچ ۽ اوگهڙ ڪرڻ ۾ ٻيو
هڪ سنڌي ساهتيڪار جو نالو خاص طور ياد ڪيو ٿو
وڃي. شري جيٺمل پرسرام ۱۹۲۳ ۾ "چمڙا پوش جون
آکاڻيون" لکيون جن ۾ هن اڳ رکيو سنڌي سرمائيدارن
جي گناهن تي ڪڙي نڪته چيني ڪئي آهي پر ڪيترن
سماجڪ مسئلن زوريءَ شادي، وڌوا وواهه بابت به قلم
هلايو آهي.

شري پرڀداس پيرومل به ڪيترائي گهرو جيون
واريون ڪهاڻيون لکيون جن ۾ ونندڙ مذاق به آهي ته
نئون پڻ به آهي. "اندر جا اڌما" ۽ "هيرا جواهر" سندس
آکاڻين جا ٻه مکيه مجموعا آهن. سماجڪ اوڻاين جي
اوگهڙ ڪرڻ ۾ ٻيو ڪامياب ليکڪ جو هن وقت نڪري
نروار ٿيو سو هو مرزا قليچ بيگ جو پٽ نادر بيگ مرزا

جنهن ساهتڪ ڪيتر ۾ شڪر ٽاري واڱر چمڪاٽ ڪيو (افسوس جو انهي چمڪ گهڻي وقت تائين نه رهي). ٽادر بيگ مرزا ١٩٣٠ کان ١٩٣٦ تائين ڪهاڻيون لکيون جي گهڻو ڪري سنڌو مخزن ۾ درج ٿينديون هيون. هن جي مکيه ڪهاڻين مان آچوف، مس رستمجي، ماهه جو قهر، موهني، عيدڪ جو آزار وغيره آهن. ڪن آکاڻين ۾ مرزا طنز ۽ ٺٺوليءَ وارو نوع ڪم آندو آهي ۽ گهڻن جا ڇوڏا لاٿا اٿائين.

"سنڌي ساهتيه ۾ ٻڌ ١٩٢٥ کان ١٩٤٠ع تائين هندستاني ڀاشائن مان ترجمو ڪيل آکاڻين جي هڪ زبردست وٻر آئي، جنهن ۾ اردو، هندي، بنگالي، گجراتي، مرهٽي، تلگي ٻولين مان سوين آکاڻيون سنڌيءَ ۾ اچي ويون.١٠" ڪيترا ماهوار رسالا نڪتا جن مان مکيه هئا سندر ساهتيه (١٩٢٤)، ڪوڙومل ساهتيه منڊل (١٩٣٥)، مسلم ادبي سوسائٽي (١٩٣١)، رتن ساهتيه منڊل (١٩٣٤)، ۽ ڪهاڻي، پارس جيون ۽ آشا جي نينٽي ١٩٣٩ کان ١٩٤٣ جي وچ ۾ نڪري لروار ٿيا. هنن رسالن سنڌي ساهتيه جي خوب سيوا ڪئي ۽ ٻين ٻولين تان چونڊ ڪهاڻيون ترجمو ڪري سنڌي ساهتيه جي نه رڳو ڪوٽ ڀري، پر سنڌي ادب کي مالا مال ڪيو. ڪيترن مغربي ليکڪن جن ۾ چيڪاف، گورڪي، او هينري، پشڪن،

---

١٠. ايم. يو. ملڪاڻي - سنڌي نثر جي تاريخ.

موپاسان ۽ ٻيا اچي ٿا وڃن اُنهن جي شاهڪار ڪهاڻين جو به ترجمو ٿيو. اُنهن ڪهاڻين جي پڙهڻ سان سنڌي ليکڪن کي ڪهاڻين جي طرز، عبارت ۽ اصولن جي ڄاڻ پيئي ۽ هن دور کان پوءِ نثر ۾ ايندو ته اُنيڪ ليکڪ ساهتيڪ ميدان ۾ لڪري نروار ٿيا جن اصلوڪيون ڪهاڻيون لکيون.

مکيه ليکڪ جي ورهاڱي کان اڳ ڪهاڻيءَ جي ڪيتر ۾ مشهور ٿيا انهن مان هڪ سرگواسي شري امرلال هنگوراڻي هو. هوُ ڪهاڻين لاءِ مصالحو پنهنجي وڪالت جي ڌنڌي مان گڏ ڪندو هو. سندس شاهڪار ڪهاڻي "اُدو عبدل رحمان" آهي ڪرمت جو هڪ لطارو ٿي ڏيکاري. هيءَ لوڪپريه ڪهاڻي انيڪ مجموعن ۾ آئيل آهي ۽ يونيسڪو وارن به ڇپائي آهي.

ٻي برک ليکڪ شري آسانند مامتورا وري سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ نئين وشيه آندي جنهن ڪجهه وقت لاءِ چوٻڇو پيدا ڪئي هئي. هن پنهنجن ڪهاڻين ۾ جنسي (SEX) مسئلن جو ذڪر ڪيو ۽ سندس ڪهاڻين جي مجموعي "پريم ۽ پاپ جون ڪهاڻيون" ۾ گهڻو ڪري ان وشيه جو بيان آهي.

سنڌ ڇڏڻ کان اڳ ڪل پنج سال اڳ سنڌي ساهتيه ۾ آرٿڪ ۽ سياسي مسئلن جي اُپٽار ٿيڻ لڳي. سنڌي ليکڪن جي لکڻين ۾ انقلاب جي للڪار هئي؛ سماج جي سرشتي کي ڏڏي نئين دنيا اڏڻ جو سنديش هو. عام

جنهن ۾ پورهيتن جي سرد آهن ۽ چيخن پڪارن جو بيان هو. هن دور جي هڪ ڪهاڻين جي مجموعن "سرد آهن" ۽ "ريگستاني قول" ۾ نئين وشين تي قلم آزمايل آهي، پر ڪهاڻين ۾ ڪافي تراشا ڦهليل آهي ۽ زندگيءَ ڪي سڌارڻ ۽ تاهڻ جي جهلڪ نظر نه ٿي اچي.

هن دور ۾ ٻيا هڪ مجموعا "پرهه ڦٽي" ۱۹۵۴ ۾ ۽ "سنڌي ڪهاڻيون" ۱۹۴۷ ۾ نڪتا. هنن ۾ انهن ڪن ليکڪن جا نالا اچي ٿا وڃن جن ورهاڱي کانپوءِ هن ڪيتر ۾ خوب ترقي ڪئي آهي ۽ قلم ڪي تيزيءَ ۽ هوشياريءَ سان هلايو آهي.

ورهاڱي ۽ سنڌ مان هندن جي لڏ پلاڻ کان اڳ ٻه گهٽنائون ٿيون. ٻي مهاڀاري لڙائي ۽ ۱۹۴۲ جو آزادي آندولن. انهن ٻنهي گهٽنائن جو اثر ڀارت جي مڙني ساهتين تي پيو. سنڌي ساهتيه به انهن کان متاثر ٿي ڪروٽ بدلي. گهڻي ۾ گهڻي اوچ سنڌي ڪهاڻيءَ ڪي ملي. نوان ڪهاڻي نويس پيدا ٿيا جن گوناگون سياسي، سماجي ۽ آرٿڪ مسئلن تي ڪهاڻيون لکيون. انهن ڪهاڻي نويسن جي درشٽي نئين هئي، سندن طرز بيان نئين هئي ۽ سندن زندگيءَ جا قدر نوان هئا. ۱۹۴۶-۴۷ ۾ انهن ترقي پسند ڪهاڻي نويسن جون ڪي ڪهاڻيون انداز خواهه معيار جي لحاظ کان چوٽيءَ تي رسيون. ڪيترن نقادن انهن ٿي سمجهو ته هاڻ اهو وقت دور نه آهي جڏهن سنڌي ڪهاڻي ٻين ساهتين جي اوچ ڪوٽيءَ

جي ڪهاڻين سان ڀرپيٽي سگھندي.

ڀر ورهاڱي ۽ لڏپلاڻ سنڌي ڪهاڻيءَ جي ترقيءَ کي ئي نہ، خود سنڌي ساهتيہ کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. سنڌي هندو جنکي گھڻو تڻو ساهتيہ جي هڪ هٽي هئي، سنڌ مان اُکڙجي ڀارت ۾ داڻو داڻو ٿي ليون پاڙون هڻڻ جي مهم ۾ مبتلا ٿي ويا. هر ڪنهن کي وري وسنڌڻ جي ڳڻتي هئي، ساهتيہ جي اون ڪنهنکي ڪاڻہ هئي. سنڌي ساهتيہ زندگيءَ ۽ موت وچ ۾ ٻوڏان پساهہ ڪڍڻ لڳو.

ساهتيہ جو زندگيءَ سان اَٽوٽ سنبنڌ آهي. ستت اٺ مهنا زندگيءَ ۽ موت وچ ۾ پاسا بدلائڻ بعد سنڌين موت مٿان جيت، اَڌوري ئي سهي، پاتي. اقتصادي خواهہ ذهني اُلجهن ۾ گرفتار رهڻ جي باوجود سنڌي زندهہ رهڻ لاءِ ڪشمڪش ڪندا رهيا. سندن ان ڪشمڪش جي عڪاسي ۽ حمايت لاءِ سنڌي ساهتيہ جو نئون دور، اوکو مگر اَهم شروع ٿيو.

جئن مصيبت وقت نوان رهبر پيدا ٿيندا آهن تئن سنڌي ساهتيہ جي ان نازڪ دور ۾ ورهاڱي کان اڳ ميدان ۾ آيل جوان ليکڪ ورهاڱي بعد تجربيڪار ۽ پختا ليکڪ بڻجي پيا ۽ سندن اَڙ هيٺ ڪيترا نوان ليکڪ ساهتيڪ کيتر ۾ گھڙي آيا. اَول ٻمبئيءَ مان، پوءِ ٻين شهرن مان مخزن ۽ رسالا شايع ٿيڻ شروع ٿيا. گڏو گڏ جتي ڪٿي ساهتيڪ منڊل ۽ اَدبي ڪلاس بہ پيدا ٿيا

۽ ساهتيہ جو ميلاپ نئين سر جاري ٿي ويو. جوانن جي ان غير رواجي ساهتيڪ سرگرمين کي سرڳواسي لالچند جڳتياڻي، پرنسيپال ايل. ايڇ. اجواڻي، پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي، پروفيسر رام پنجواڻي ۽ ٻين بزرگن دل سان داد ڏنو ۽ کين همٿايو.

ورهاڱي بعد جي سنڌي ساهتيہ جي ترقيءَ بابت ڄاڻو پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي اِجهو هيءُ رايو ڏنو آهي. "هاڻي دعويٰ سان چئي سگهجي ٿو تہ هنن ڏهن سالن ۾ جيترو سنڌي ساهت ۽ خاص طور آکاڻين جو مقدار هندستان ۾ پيدا ٿيو آهي اوترو سنڌ ۾ هن چالو اَڌ صديءَ ۾ ڪونہ پيدا ٿيو. ۱"

سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ مسئلا بہ گوناگون کنيا ويا آهن، سياسي، سماجي ۽ آرٿڪ. مرد ذات جي بي وفائي، زناني تعليم، ڇوڪرين جو نوڪري ڪرڻ، لڏ پلاڻ کان اڳ ۽ پوءِ سنڌ جي حالت، سنڌ جي ياد، شرنارٿي جيون، ڪئمپن جي زندگي، وري وسڻ لاءِ ڪشمڪش، بيروزگاري، بي جوڙ شادي، پريت وواهہ، انترجاتي وواهہ، هارين، مزدورن ۽ پورهيتن جي جيون ۽ وشو شانتي ۽ من - وگيان بابت وغيره. انسان ذات جو اهڙو ڪو مسئلو مشڪل هوندو جنهن تي سنڌي ڪهاڻي نويس قلم آزمائي نہ ڪئي هجي.

---

۱. نئين دنيا - فيبروري ۱۹۶۱.

سنڌي ڪهاڻين ۾ مال خواهه روح (FORM AND CONTENT) ٻنهي جي لحاظ کان ترقي ٿي آهي. هيئت (FORM) جي لحاظ کان به سنڌي ڪهاڻي نويس پٺتي نه رهيا آهن. دنيا ڀر ۾ مروج ڪهاڻي نويسيءَ جا ڍنگ سنڌي ڪهاڻين ۾ اپنايا ويا آهن. مسئلي واريون ڪهاڻيون، واقعن واريون ڪهاڻيون، ڪردار نگاريءَ واريون ڪهاڻيون، بياني ڪهاڻيون، FLASH BACK واريون ڪهاڻيون، ننڍيون خواهه طويل ڪهاڻيون مختلف عبارت ۽ رنگ ڍنگ سان لکيون ويون آهن.

لڏ پلاڻ سنڌي ڪهاڻيءَ جي حق ۾ رحمت ثابت ٿي آهي. سنڌ ۾ رهندي سنڌي ليکڪن جي ٻين ڀارتي ساهتيڪارن سان اٿڻ ويهڻ نه جهڙي ٿيندي هئي. ڀارت ۾ نواس ڪرڻ بعد سنڌي ليکڪن کي ڀارت جي ڪيترن ٻولين جي ساهتيڪارن سان شخصي اٿڻ ويهڻ جو سوڀاڳيه نصيب ٿيو آهي؛ تنهن کان سواءِ آزاديءَ بعد ڀارت ۾ ساهتيڪ ۽ ڪلچرل وڪاس لاءِ ڪيترا وجهه ميسر ٿي مليا آهن. ”الهيءَ ڪارڻ ٿي سنڌ جي نواسي ساهتيه ڪٽن کي اها ڪا ويگ، اها ڪا تڙپ ملي آهي، جو اُنهال اُمنگن ۽ انوکن ويچارن جي اگهت لاءِ ور به نوان نوان ۽ انوکا ونٽي اختيار ڪيا آهن.“[10] هن وقت ڪيتريون سنڌي ڪهاڻيون ٻين ڀارتي

---

١٠. لالچند امرڏنومل جڳتياڻي - لاف ڪتاب - ١٩٥٣.

ٻولين ۾ ترجمو ٿي مقبوليت حاصل ڪري چڪيون آهن. سنڌ ۾ هڪ طرفو وهڪرو ٿيندو هو، هت ٻنهي پاسن وهڪرو شروع ٿيو آهي. انهيءَ ڪري سنڌي ڪهاڻي ترقيءَ جي شاهراهه تي آهي.

ورهاڱي بعد جي شروعاتي سنڌي ڪهاڻين ۾ فني عناصر يا ته عدم پيدا هوندا هئا يا ته نه جهڙا هئا. انهن مان نعربازيءَ ۽ پرچار جي بوءِ ايندي هئي. ڪهاڻي نويسن جو نظريو به صحيح ڪين هو. سرڪار خلاف گارين جو وسڪارو، هٿرادو ڪارروائين ۽ سنڌي جيوت جو اولاهو پاسو. انهن مان ڪو نه ڪو عناصر گهڻو ڪري هر ڪهاڻيءَ ۾ موجود هو. سنڌين لکڻين ۾ ڪچي ڦڪي ۽ ڳهر ڳهلي هوندي هئي. البت انهن خامين لاءِ ليکڪن کي گهڻو ڏوهه ڏئي نٿو سگهجي. ان دور ۾ سنڌين جي جيوت خود اڻ اسائيءَ سان ڀرپور هئي ۽ ليکڪن اڳيان وڏي ۾ وڏو مسئلو هو ساهتيه جي شمع روشن رکڻ جو.

جئن جئن سنڌي ڀارت ۾ ٺاهيڪا ٿيندا ويا تئن تئن سنڌي ڪهاڻي نويس بهتر فنڪار بڻجندا ويا. هيئتي مسئلن ۽ فن وچ ڳهرو سنگم پيدا ڪيو ويو آهي. اڄڪلهه سنڌي ڪهاڻي نويس مسئلن سان پوريءَ ريت نباهن يا نه، فن سان نباهڻ جي ڪوشش ضرور ڪن ٿا. ڪهاڻي نويسن جو نظريو به وڏي صحيح ۽ صحتمند بڻيو آهي. انتها پسنديءَ کي تلانجلي ڏني

ويئي آهي. اڄ جو هرڪ ڪهاڻي نويس فوٽوگرافر بہ، اخلاقي چترڪار آهي ۽ هنڌئي هو رچنا ترسائيءَ جو بہ بهتر جيون جي آس جو سنديش ڏئي ٿي.

هن انتخاب لاءِ چونڊ ڪندي معيار جو خيال ڀريٽ رکيو ويو آهي. گڏوگڏ اهو لحاظ بہ رکيو ويو آهي تہ پڙهندڙن کي سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر جي سڌ پوي. سنڌي ڪهاڻين ۾ ڪهڙا مسئلا کنيا وڃن ٿا ۽ انهن کي ڪهڙي نموني نباهيو وڃي ٿو، انهن بابت نمائندہ جھلڪون پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. سنڌي ڪهاڻين جي چونڊ ڪرڻ، خاص ڪري موجودہ دور جي ڪهاڻين مان ڏکيو ڪم آهي. هڪ طرف انداز ڪافي جهجهو آهي، ٻئي طرف ڪهاڻين جا مجموعا ڳاڻ ڳڻيا ئي ڇپيل آهن. جدا جدا هفتيوار، ماهوار ۽ ٽماهي، ششماهي ۽ ورهيائي مخزن مان سٺيون ڪهاڻيون چونڊڻ نهايت دشوار ڪم آهي.

ورهاڱي کانپوءِ جي مکيہ ليکڪ ٿيا آهن ۽ جنهن ڪهاڻيون جدا جدا مجموعن ۾ آيل آهن، تن جا نالا يا تفصيلوار احوال اسان هن مهاڳ ۾ نہ ڏنو آهي ڇو تہ هن انتخاب ۾ هنن جو ڪم ۽ مختصر احوال توهان اڳيان آهي. هٿ جي ڪنگڻ کي آرسيءَ جي ڪهڙي ضرورت؟

اسان ذري گهٽ ٻہ سال جاکوڙ ڪري هيءَ چونڊ ڪئي آهي. پڪ آئون تہ گهڻن کي هيءَ چونڊ پسند

ايندي. ڪن کي شايد ڪي سٺيون ڪهاڻيون هن مجموعي ۾ عدم موجود لڳن. ان لاءِ اسان انهن جي معافي ٿا وٺون ته انسان خطا جو گهر آهي. ڄاڻي ٻجهي ڪنهن ڪهاڻي نويس يا ڪنهن رچنا سان بي انصافي ڪرڻ جو گناهه اسان نه ڪيو آهي.

ڪلا ريجهسنگهاڻي
گوبند مالهي




هريداس ڀيرومل آڏواڻي

# سياڻي سس

رامچند هڪ انگريزي فرم ۾ هيڊ ڪلارڪ آهي. ڏيڍ سؤ روپيا پگهار اٿس. صرف ٻن ڄڻن، زال مڙس، لاءِ ڏيڍ سؤ روپيا گهٽ ڪونهن؛ تنهن هوندي به رامچند هميشه تنگ دست ٿو رهي ڇاڪاڻ جو موهني نهايت همت قائم آهي. هڪ هزار مهيني ۾ به سندس لاءِ گهٽ آهي. جڏهن ڏس تڏهن بزازن در تي ويٺو آهي. اڄا هو ويو نه آهي ته مٿان ٻئين وارو اچيو منهن ڪيي. ويچاري رامچند جا ٻئي ڇڪائيندي بڇڙا حال آهن. گهڻو ڪري هرمهيني قرض جي ضرورت پوندي ٿي. ان حال هوندي به هو موهنيءَ جو سياءُ ڦيري نٿو سگهي، اڄو اهو ئي هڪڙو سبب آهي جو هو ڪيس پراڻن ڪاڻ به ورڪ ٿو گهري. ڇاهي ڪجهه به ٿي پوي پر موهني ناراض نه ٿئي. تنهن ڪانسواءِ ٻي به هڪ ڳالهه آهي. موهنيءَ جو پيڪو گهر به ان ئي شهر ۾ آهي. جنهن ڪري قضائي رامچند وانان ڪجهه ڪڇيو نه آهي؛ هوءَ پيڪي گهر پهتي نه آهي. پوءِ سنڌيس سڄو مونڙا ڪال. رامچند ٻه چار ڏينهن جتن لئن ڪري پاڻ ٻلي ۾ نيٺ موهنيءَ جي صورت ڏسڻ لاءِ ماندو ٿي پوي؛ لاچار اچڻ ميٺي

پوءِس. سندس اها ڪمزوري ڏهاڙين موهن جو من وڌائي.

هڪ ڏينهن رامچند روٽي کائي آفيس ۾ وڃڻ جي تياري ڪري رهيو هو جو نوڪر اچي چيس "ديوان صاحب، بزازي آيو آهي."

وچاري رامچند جي دل ڌڙڪڻ لڳي. دل ئي دل ۾ چوڻ لڳو ته ايشور سک ڪري. هن دفعي خبر نه آهي ته ڪهڙي جي ضبطي آهي. نوڪر کي چيائين، "سڏ ڪريس."

بزازي حاضر ٿيو.

رامچند - ڇو ڀائي.

بزازي (ڪپڙي ڪڇي) هين، هين. اهيڙين رام رام ڪرڻ آيو هوس.

رامچند - ڇو اڳيا ڪا رقم رهيل آهي ڇا؟

بزازي - جي نه، ان جو ڪو فڪر ڪونهي. اچي ملندي. شايد آفيس ۾ وڃي رهيا آهيو.

رامچند - ڏسان هل ڪٿي آيو آهين؟

بزازي - ترت بل ڪڍي ڏنو.

بل ڏسي وچاري رامچند جي دل ويهي وئي. رڙ ڪري چيائين، "پنجاهه روپيا، ڇهه آنا!"

بزازي - سائين ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي! هيئر ته ڪجهه وٺو ئي ڪون ٿا. شايد ناراض ٿيو ڏسجي. اڳئين مهيني توهان جي خريداري ڪئي هئي، هن مهيني ته ڀاڻ وڌيڪ اميد هئي.

رامچند جلدي ڪاڪ ڏني وئو ۽ اندر ڏي اندر ۾ چوڻ لڳو ته پدڇاهه روپين ڏي هٿ ڦيري ويو، اڇا بدمعاش چوي ٿو، ڪجهه ڪونه وڙلو آنڌو. هنن لفڪن ڏي موهنيءَ کي ليون ليون شيون ڏيکاري ٻگاڙي ڇڏيو آهي. خبر نه آهي ڪمبخت اهي هٿ ڪٿان ڪيو اڇن.

"چڱو، ٻئي آرتوار تي اچجانءِ." چئي رامچند کيس روانو ڪيو. ان بعد ڪپڙا پائي هو آفيس ۾ وڃڻ لاءِ گهر کان ٻاهر نڪتو. اتي هڪ آدميءَ اچي جهڪي سلام ڪيس.

رامچند - ڳالهه ڪر.

آدمي - سائين، ڪيولرام اينڊ سنس جي دڪان جو بل آندو آهم.

رامچند - ڪيولرام اينڊ سنس ڪهڙو؟

آدمي - جتان پٽيون، ڏورا، ربيون وغيره ايندا آهن. (ڏند ڪڍي) ديوان صاحب پڇيو وڃن.

رامچند جو ساهه سڪي ويو. ٻاڏ سنڀالي چيائين، "ڏسان."

بل ڏسڻ تي پندرهن روپيه ٽو آنا نڪتا. وڌ، اُڌ پگهار ته اڳئي پون ڏيڍا ڏي ويو ۽ پگهار ملڻ ۾ اڃا ڏهه ڏينهن پيا آهن.

هن گهٽيل آواز ۾ آدميءَ کي چيو، "چڱو ٻي تاريخ وٺي وڃجانءِ."

رامچند کي آفيس ۾ وڃي ٻه ڪلاڪ گذري چڪا آهن. موهني پلنگ تي ليٽي ناول پڙهي رهي آهي.

اُتي نوڪرياڻي ڊوڙندي آئي، ”مائي، بزازي آيو آهي؛ ڏاڍا سٺا نمونا آندا اٿس.“

موهنيءَ اُچل مان اُتي چيو، ”ڇا چيئي، ڏاڍا سٺا نمونا آندا اَٿس؟“

نوڪرياڻي- ها، تمام عمدا.

موهني- (اندر ۾) اڳيئي ساق ڪپڙن جا پيا آهن؛ وڌيڪ خرچ ڪرڻ اجايو آهي. (ظاهري) چيئينس ته ڪونه کپي. نوڪرياڻي وڃي هلي. ڪجهه وقت بعد موٽي آچي چوڻ لڳي، ”مائي، بزازي چوي ٿو، وٺ يا نه وٺ اِها تنهنجي مرضي پر هڪ دفعو ڏس ضرور.“

موهني- چڱو سڏ ڪرينس.

بزازي آيو. هڪدم هڪ ٻچي مٿان پنج ڏهه ٿاڪيا کولي چوڻ لڳو، ”دادي، هن دفعي اهڙو ته مال آندو آٿم جو جهڙس سڄي شهر ۾ ڪٿان به ملي وڃي ته بچڪو ڪٽڻ ڇڏي ڏيان.“

موهني نمونا ڏسي عجب ۾ پئجي ويئي. پاسي ۾ ويٺل نوڪرياڻيءَ کي چپن ۾ چيائين، ”ڪهڙا نه سٺا نمونا آهن! رنگ به ڪهڙا نه ٺڏا اَٿن!“

بزازيءَ اهو ٻڌو ته لڳو تعريف ڪرڻ؛ دادي، هي مال وڏن وڏن لکاپتين جي گهرن ۾ به ڪونه ملندو. منهنجي مرضي آهي ته ضرور ڪجهه نه ڪجهه وٺ. جيڪو ڏسندو سو چوندو، ”ها، هيءَ به ڪا شيءِ آهي.“

موهني- هن رخت جو گهڻي وال؟

ٻزازي- اگهه ڪهڙا پيئي ٻڌين؟ توکان وڌيڪ وٺندس ڇا؟ گهٽيون چادرون ڦاڙيان؟

موهني- سو نه ٻڌايانءِ ٿي، پر ٻهرڻ اگهه ٻڌاءِ، واجبي ٻڌائجانءِ.

ٻزازي- آءٌ تو ڇوان دادي، ڇو اڄ اگهه پيئي ٻڇين؟ هميشه جي گراهڪ سان چالاڪي ڪانه هلي سگهندي. ٻارهين روپئي وال؛ سادي ٻارهين روپئي جو خريد آهي، اُن آنا نفعو.

موهني- ٻارهين روپئي وال تمام مهانگو آهي. چڱو، هڪ چادر ڏي؛ پر اگهه ۾ تفاوت نڪتو ته موٽائي ڏيندي سانءِ.

(٢)

سانجهين جو آفيس مان موٽڻ تي موهنيءَ رامچند کي مرڪي چيو، ”اڄ هڪ اهڙي شيءِ ٿي ڏيکاريانءِ جا هيلتائين اصل ڪٿي ڪانه ڏٺي هونديءَ.“

سڄي ڏينهن جي محنت سبب رامچند جو ڪومايل مکڙو اهو ٻڌي ٽڙي پيو. موهنيءَ جو سندر مرڪندڙ چهرو ڏسي سڄي ٿڪاوٽ دور ٿي ويس. کلي چوڻ لڳو، ”منهنجي دل جيترو توکي ڏسي خوش ٿئي ٿي اوترو ڪنهن ٻيءَ شيءِ کي ڏسي نه ٿي ٿئي.“

موهنيءَ موڙو ڏيئي چيو، ”توهان کي نه آهي مسخري ڪرڻي.“

رامچند- (موهنيءَ جي منهن تي آڱر سان ٺونگو هڻي)

بيشڪ مسخري سمجھه ۾ ڳالھه اٿيئي سچي.

موھني- نه سچ، اڄ مون ھڪ ڏاڍي سٺي شيءِ ورتي آھي.

رامچند جو منهن ٻڌو چڙھي ويو. مسخري وسري ويس. چيائين، "ڏسان ڪھڙي سٺي شيءِ ورتي اٿيئي؟"

موھنيءَ رامچند جي چھري جو رنگ بدلبو ڪو نه ڏٺو؛ ھوءَ خوشيءَ مان لڪڙو لڪڙو وڃي چادر ڪڍي آئي ۽ رامچند کي ھٿ ۾ ڏيندي چيائين، "ڪيئن؟"

رامچند ھيٺ مٿي اُٿلائي ڪنگھي چيو، "ھي ڪڏھن ورتيءِ؟"

موھني- اڄ.

رامچند- گھٽي؟

موھني- توھين ٻڌايو گھٽي ھوندي.

رامچند- شايد پنجويھين ٽيھين.

موھني- ھون! آٽي نه ڏيو، ڏسان.

رامچند- تڏھن گھٽي؟

موھني- توھين وٺي اچو ھا ته جيڪر ٦٠-٧٠ کان گھٽ اصل ڪين ملئو ھا پر مون ٥٤ ۾ ورتي. ڪيئن سٺي آھي؟

رامچند- پئسا ڏنءِ؟

موھني- پئسا مون وٽ ڪٿان آيا؟ توھين ڏجو.

رامچند جڪ ڪساڻو لڳو. اندر ئي اندر ۾ ڪڙھي خيال ڪرڻ لڳو ته ڇا ڪيو وڃي. موھنيءَ کان اھا

عادت ڪيئن ڇڏائي وڃي؟ پهرين ته خيال آيس، ته هيءُ ڪٿان قرض کڻي پورائي ڪجي. ٻيو وري خيال ڪيائين ته هڪ ڏينهن جي ڳالهه هجي ته ڪري ائين ڪجي، هن جو ته اهو سڀاءُ ٿي ويو آهي. مان خود پاڻ هڪ ڪري پئسو ڪمايان ۽ هيءَ ڏوڙ واڳر اُڌارو چڙهي. ان خيال اُچڻ سان هو ڪاوڙ ۾ ٻرجي ويو ۽ ڪجهه چوڻ ٿي هو جو موهنيءَ جي موهڻيءَ صورت تي نظر پيس. سڀ ڪاوڙ ڪافور ٿي ويس. سوچڻ لڳو ته ورائين، هاڻ ڇا ڪبو؟ ائين سوچي منهن تي پرسنتا جو پاڻ آڻڻ ٿي هو جو اندر مان آواز آيس ته تنهنجي ان ڪمزوريءَ سبب موهني بگڙجندي وڃي. جيڪڏهن جلد انجو تدارڪ نه ڪيو ويو ته جهگڙي جهيڙڻ ٿيڻ ۾ دير ڪانهي. ان ويچار اچڻ سان هو خبردار ٿي ويو ۽ ڪيس وري ڏمر چڙهي ويو.

موهنيءَ ڪيس ان طرح ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺل ڏسي ڪجهه اُداس ٿي چيو، ”ڪهڙي خيال ۾ پئجي ويا آهيو؟“

رامچند- (ڪهرائيءَ مان) خيال وري ڪهڙا آهن؟ توکي ڪا خبر به پوي ٿي؟ جئن پيو اچئي تئن پيئي ڪرين. اڃا اڳڪل ٦٥ روپيه پويان ڏيڻا پيا آهن. مٿان ٥٤ هيءَ. باقي پگهار مان بچيا ٣٠ روپيه. انهن ٽيهن مان مهني جو سيڌو پاڌو به ايندو، نوڪرن کي پگهار به ڏيـو ۽ ٻيو مٿ خرچ به ڪبو. تنهنجن انهن حالن ڪري جيئن پوءِ ليئن آءٌ قرض ۾ ٻڏندو وڃان. ماڻهو پيا کلن ته ٻه جيءَ ڪمائڻ وارا، ١٥٠ روپيه پگهار، اڃا به پورت ڪانه ٿي پوَن.

هيڏانهن ٻوڪي پنهنجي هار سينگار ۽ ڦٽي ڦوڪاري ڪالسواءِ ٻي ڪنهن به ڳالهه سان واسطو ڪونهي؛ ٻوءِ ڪير مري ڪري جيئي. هاڻ ان لاءِ مان پئسا ڪٿان آڻيان؟ شايد تنهنجي مرضي آهي ته ڪاٺ هڻي تنهنجو ٻو رانڌو ڪندو وتان. ٻئي ڪپڙن جا ٻيا آهن، تڏهن به ٻه ڦوڪون تو ڏنيئي. ڪو به ضرور ڪونهي. هينئر ئي آءٌ موٽائي ٿو ڏيان. جيئن آءٌ ڪڇان ڪونه تو تيئن مٿي تي چڙهندي وڃين.

اِئين چئي رامچند چادر کڻي ٻاهر هليو ويو. موهنيءَ الهن ڳالهين لاءِ تيار ڪانه هئي. ڪاوڙ، بي عزتيءَ ۽ شرم سبب سندس منهن تامڙي ڪائي ويو. پڪ ڪيائين ته ڪجهه به ٿئي پوي اڄ مان پيڪي ضرور وينديس ۽ موٽڪو نه موٽنديس.

(۳)

موهنيءَ جي پيڪي ٻهر ۾ ماءُ ڪالسواءِ ٻيو ڪير ڪونه هو. ماڻس کي ٿوري ملڪيت هئي جنهنجي پيدائش مان سندس نرباهه ٿيندو هو. ماڻس گڏ سندس ننڍو ڀاءُ، موهنيءَ جو مامو گوپال به رهندو هو. هن کي هڪ شاپ تي نوڪري هئي. رامچند جي سس نهايت سياڻي هئي. کيس رامچند جي ڪمزوريءَ تي اڪثر افسوس ٿيندو هو. جڏهين موهنيءَ پنهنجي ڪان رسي پيڪي گهر ايندي هئي تڏهن هوءَ رامچند کي چوندي هئي ته جيستائين هوءَ ٻاڻهي موٽڻ جي نه ڪري تيستائين توهين

کيس خود وڃڻ نه اچيو. پر رامچند کي آرام ڪٿي؟ سس جي ڳالهه ڏانهن ڪن نه ڏيئي موهنيءَ کي ڪنهن نه ڪنهن طرح پرچائي وٺي ويندو هو.

ماءُ وٽ موهنيءَ خوب رُنو. ماءُ، ڌيءُ واتان سڄو قصو ٻڌي رامچند تي اِزحد ڪاوڙ ڏيکاري ۽ موهنيءَ کي سمجهائي مات ڪرائي.

ٽيئن ڏينهن رامچند چادر ڪڇ ۾ ڪري ساهري گهر پهتو. اڃا چائنٺ اندر مس پير رکيو هئائين جو سس اڳري ورتس، ”واهه! هڪ خسيس چادر لاءِ ڇوڪريءَ کي رئاري ڇڏيو اٿو! جيڪڏهن اوهان کي پيسا نه هئا ته مون کي چئو ها ته آءٌ ئي اهي ڏيان ها.“

رامچند ڌڪجي چيو، ”مون نه پيو ڪجهه ڪو نه چيس، صرف ايترو چيو هئاس ته اڳيئي هيترئون چادرون پيئون آهن، وڌيڪ جي گهرج ڪهڙي هئي؟ بس، ايتري ۾ ڪاوڙ وٺي ويس. خير جيڪو ٿيو سو ٿيو، اِجها هيءَ چادر.“

سس دهشت جهائي چيو، ”ڪالهه ٿي کپي. منهنجي ڌيءُ اهڙين چادرن جي بکي ڪانهي؛ چاهيان ته سڀوَن سارئون وٺي گهرائي ڏيانس. ڏنوسين توهانجو حال. وڃو، هن کانپوءِ وري منهنجي گهر پير نه رکجو. مون وٽ ڪاڌي پيتي جي ڪمي ڪانهي؛ موهنيءَ کي جيترو وقت کپي اوترو وقت رهي.“

رامچند ڪجهه چوڻ تي هو جو سس منهن ڦيرائي

هلي وئي. ويچارو مايوس حال موٽي ويو.
موهنيءَ ٻئي واري صفي ۾ سڀ ڪجهه ويٺي ٻڌو.
ماءُ کي پنهنجو پاسو وٺندو ڏسي هوءَ ڏاڍو خوش ٿي.
ٻئي ڏينهن رسوئيءَ واريءَ ۽ نوڪرياڻيءَ ٻنهي اچي
موهنيءَ جي ماءُ کي چيو، "مائي، اسانکي ڏهن ڏينهن
جي ڇٽي گهرجي."
موهنيءَ جي ماءُ- (حيرت وچان) هان، ٻنهي کي
هڪ ئي وقت ڇٽي! ڇو ڇاهي؟
رسوئي واري- نهڻم کي ڇوڪرو ڄائو آهي سو الجي
اُتي وڃي ڪرڻي اٿم.
موهنيءَ جي ماءُ- چڱو، تون وڃ. (نوڪرياڻيءَ کي)
۽ توکي ڇا لاءِ گهرجي؟
نوڪرياڻي- منهنجي ڀائٽيءَ جو وهانءُ آهي.
موهنيءَ جي ماءُ- تون به وڃين ٿي پوءِ هتي جو ڪم
وري ڪير ڪندو؟ نه، توکي ڇٽي ڪانه ملندي.
نوڪرياڻي- مائي، مهرباني ڪري ۸-۱۰ ڏينهن لاءِ
ٻي ڪري رک.
موهنيءَ جي ماءُ- هن وقت ٻي ڪٿان آڻينديس؟
نوڪرياڻي- (ڪجهه خيال ڪري) چڱو، اڄ نهيو،
سڀاڻي آءٌ ٻي ڪا ڏياري موڪليندس.
موهنيءَ جي ماءُ- پڪ؟
نوڪرياڻي- ها.
موهنيءَ جي ماءُ- تڏهين بلاشڪ تون به وڃ.

اُن ڏينهن گهر جو سڄو ڪم موهنيءَ جي ماءُ ڪيو. موهنيءَ هڪ اڌ دفعو مدد ڪرڻ جي ڳالهه ڇوري، پر هن چيس، "نه، ضرور ڪونهي. سياري جا ڏينهن آهن، تڪليف ٿيندءِ."

اُن رات جو موهنيءَ جي ماءُ کي گوڏن ۾ سخت سور پيو. موهني ڳچ وقت تائين کيس مالش ڪندي رهي. پوءِ گرم ڪپڙو ويڙهي ڇڏيائين.

ٻئي ڏينهن سوير صبح جو موهنيءَ جي ماءُ ڪنگهندي چيو، "ڌيءُ، منهنجا گوڏا نه جهلسي نٿن ٿا ۽ اُٿڻ ويهڻ محال اٿم. گهر جو سڄو ڪم توتي اٿيئي. رسوئيءَ واري ۽ نوڪرياڻيءَ ٻنهي اپڻين کي هڪ ئي وقت اچي ڪم ٿيو. هاڻي گهر جو ڪم ڪيئن ٿيندو؟ تون اڪيلي سر ڪيترو ڪري ڪيترو ڪندينءَ؟ نه، گوپال کي چوان ٿي ته ١٠-١٢ ڏينهن لاءِ ڪري ٻي نوڪرياڻي رکي. حال ته هوءَ (نوڪرياڻي) موڪل لاءِ چئي وئي آهي، ڏسجي ڇا ٿي ڪري. نه موڪليائين ته ضرور ڪو بندوبست ڪبو. رسوئي نه ڪري تون ڪندينءَ، ليپو ٻهاري نه تون ڪاله ڪندينءَ."

موهنيءَ چيو، "ها، نوڪرياڻي ضرور رکڻي پوندي. ليپو ٻهاري مون کان ڪانه ٿيندي. رسوئيءَ واري پڻ جيڪڏهن ملي ته ڏاڍو چڱو."

ماءُ - (گوپال کي) گوپال، اڄ ڪنهن نوڪرياڻيءَ جي ته پڇا ڳاڇا ڪجانءِ ۽ رسوئيءَ واريءَ جي پڻ.

گوپال- هن ڏينهن ۾ نوڪرياڻي ملڻ ڏاڍي مشڪل آهي.

هوڏانهن موهنيءَ سڄي گهر کي ٻهاري ڏني. ماءُ ۽ پاڻ لاءِ پاڻي گرم ڪيائين. پر ماڻس سوُر سبب سنان نہ ڪيو. تنهن ڪالپوءِ رسوئي دريش آئي. ماءُ چيو، ”ڏيءُ، گهڻي تڪليف ۾ نہ پئجانءِ، صرف دال روٽي ڪري ڪجانءِ.“

موهني رسوئيءَ مان اصل ڪانہ ڄاڻندي هئي. سو چلهہ وقت وڃڻ سبب اکيون ڳاڙهيون لعل ٿي ويس ۽ نڪ مان پاڻي وهڻ لڳس. نيٺ رسوئي تيار ٿي. ٻنهي ماءُ ۽ ماسيءَ کي کارائي پوءِ پاڻ کاڌائين. هينئر باسڻ ملڻ جو وارو آيو. ٻهارين نہ، هيڏانهن هوڏانهن ڦيريون پائي انڪان نٽائيندي رهي. هڪ ٻہ دفعہ ماءُ کي پڻ چيائين، ”نوڪرياڻي اڃا ڪانہ آئي آهي. باسڻ سڀ جُوٺا پيا آهن.“

ماڻس جواب ڏنو، ”ڏيءُ، نوڪرياڻي هڪ ڏينهن ۾ ٿورو ئي ملندي. گوپال کي چيو اٿم ڏينهن اڌ ۾ ضرور ڪو نہ ڪو بندوبست ڪندو. هن (نوڪرياڻي) نپٽيءَ نہ موڪلي ٿي ڪانہ.“

لاچار موهني خود باسڻ ملڻ لڳي. سياري جا ڏينهن، پاڻي جهڙو برف سو جڏهن باسڻ ملي اٿي تہ خبر نہ پئي پويس تہ آڪاس ۾ آهيان يا پرٿويءَ تي. سيءَ ۾ سڄو بدن ٿڙڪي رهيو هوس. سڄي ساري ڪلاڪ جي وهڪ ڪري بدن آڪڙجي پيس. شام جو بہ ساڳي مصيبت ۾

پيٺي. ان وقت موهنيءَ کي خيال آيو ته جيڪڏهن
پٽيءَ کان رسي هتي نه اچان ها ته جيڪر ڇو هيءَ
تڪليف سهان ها؟

ٻئي ڏينهن موهنيءَ ماءُ کي چيو، "نوڪرياڻي نه آئي
ڪاله. منهنجي مرضي آهي ته حال هتان (ساهري
گهران) ني ڪري ماءُ کي گهرائجي. جيسيتائين ڪو
بندوبست ٿئي تيسيتائين هوءَ ڪم ڪري وڃي."

ماڻس اکيون لعل ڪري چوڻ لڳي، "منهنجو پادر
به نه گهرائيس. مولڪي هنجي (رامچند جي) ڪنهن به
شيءِ سان واسطو ڪونهي. ماڻهو ڪهڙو آهي جنهن کان
گهران! انڪار ڪري وهي ته عزت ڇا رهي؟"

اهڙيءَ طرح ٻي ڏينهن گذري ويا. موهنيءَ جا برا
حال هئا. ڪيڏاهن هڪ ڏينهن ۾ چار چار دفعا وڳو
بدلائيندي هئي، ڪيڏاهن هڪ ئي ڦاڙيءَ جهڙي وڳي
۾ سڄو ڏينهن گذريو ويس. بدلائي نڌهين، جڏهين
فرصت ملييس. سڄو ڏينهن ڪم سبب پيو ڪجهه سجهندو
ئي ڪونه هوس.

ڇوٿين ڏينهن موهنيءَ کان رهيو نه ٿيو. هن صاف
ماءُ کي چيو، "وڌيڪ ڪم مون کان نه ٿيندو. نوڪرياڻيءَ
جو ڪو بندوبست ڪريو."

ماءُ چيو، "نوڪان نه ٿيندو ته پيو ڪير ڪندو؟ ڇا
تنهنجي مرضي آهي ته آءٌ نوڪي رسوئي ڪري ڪارايان،
باسڻ مليان ۽ تون ويٺي ڪٽون ڇنين، ائين نه؟ جيڪڏهن

نوڪان ڪجهه نٿو ٿئي ته ساجهر ئي گهر ٿي راهي، مون کي جيڪو پوئيٽو هوندو سو پوڄي پار پوندس. ٥-٨ ڏينهن کير پيئي ڪري گذارو ڪندس. گوپال ڪنهن هوٽل مان ڪانئي ايندو."

ان بنهي شرط موهنيءَ جا پارهن ئي وڄي ويا. چپ چاپ پنهنجي اکين ۾ ڳوڙها آڻي پنهنجي صفح ۾ هلي وڃي ۽ پلنگ تي ليٽي رئڻ لڳي. هينئر کيس پنهنجي ڪئي تي پشيماني ٿي. خيال ڪرڻ لڳي ته ناحق هيڏانهن آيس. اهڙي خبر هجيم ها ته قيام ڪين اچان ها. پر هينئر آيس هلي، هاڻ ڇا ٿيندو؟ هڪ دفعو دل ۾ آيس ته ڪين (رامچند کي) چئي لکي معافي گهران ۽ لکان ته مانيءَ کي ڏياري موڪليو. پر وري سوچڻ لڳي ته ڪهڙي منهن سان چئي لکان؟ ٻيا ڪانئن پڇڻ ڳاڇڻ جي هلي آيس. ها، جيڪڏهن پاڻ ڳالهه ڇوڙين ته انهيءَ دم اوڏانهن هلي وڃان.

(٣)

ٻئي ڏينهن سانجهن جو هڪ نئين واردات ٿي. گوپال نهايت گهٻراهٽ ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو، "دادي، غضب ٿي ويو!"

موهنيءَ جي ماءُ اتاولي ٿي چيو، "ڇو ڇاهي؟"

گوپال- شاپ جي روڪڙ مان ٥٠٠ روپيه ڪم ٿي ويا آهن. پنهارن جو ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر نڪتو هوس. ڪنجي پاڻسان ڪول ڪٽي ويو هوس. شايد ان وقت

ڪنهن صفائي ڪٽي ٿي ڏسجي. الاجي ڇا ٿيندو؟ جلد
500 روپين جو بندوبست ڪر، نه ته خير ڪونهي."
موهنيءَ جي ماءُ سر پٽڻ لڳي. چوڻ لڳي، "ها!
پنج سؤ آءٌ ڪٿان آڻيندس؟ (موهنيءَ کي) ڌيءُ تـو
وٽ ضرور هوندا. هن وقت ڏي. گوپال چيڙو آهي نه
رکندءِ ڪو نه. ڌيءُ، تنهنجو ئي هن وقت آسرو آهي."

موهني- مون وٽ ته هڪ پائي به ڪانهي.

ماءُ- ڇا تو وٽ هڪ پائي به ڪانهي! چوڻي ڪوڙ
ڳالهائين؟ منهنجي جٺيل موڪلي ٿـي سبق سيکارڻ!
ڏيڍ سؤ مهنو ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ ڪٿي به جٽا، ڪٿي
ڏيڍ سؤ! نه ڌيءُ، هن وقت توکي ڪيئن نه ڏيڻا پوندا.
آءٌ قسم کڻي ٿي چوان ته هڪ پائي به تنهنجي ميري نه
ٿيندي. ڇا، تون پاڻ ڪاله ٿي سمجهين ته ڌيءُ جو
پيسو ڪير رکندو؟ هاءِ، موڪلي خود ئي پيٽي ٿئي،
پر ڇا ڪريان، لاچار آهيان.

موهنيءَ جي شڪل پيلي ٿـي وئي، جسم ٿڙڪڻ
لڳس. ٻڪندي چوڻ لڳي، "امي، آءٌ سچ ٿي چوان
مون وٽ هڪ پائي به ڪانهي. ڪٿان ڏيان؟"

ماڻس ڪڙڪو ڪري چيس، "بس، بس. گهڻو ٿيو.
ڏٺم- ان لاءِ لپائي هيڏو ڪيو هومانءِ. هاءِ! لنگهه حال
۾ ڪير نه پنهنجو ڪونهي. ڌيئون پٽ سڀ مطلب جا
آهن. ننگ جيڏي چوڪر ٿي موڪلي ٻڙهائي. هـاءِ!
ڪرمن جو ڏوش! (گوپال کي) هينئر ڇا ٿيندو؟ پيو ته

ڪو آيا ۽ ڪولهي، منهنجا زيور ڪڍي وڃي گروي رکي. انهن پورائو ڪر. پرميشور ڪندو، جيترو هو لڏائين لـــ، ڇڏائي ايندين؛ نه نه. جيڏانهن سهائي، وڃو اوڏانهن هي ۽ پ."

موهني اکين ۾ ڳوڙها آڻي ٻڌندي چيو، "آ-ين، تون رک، آءٌ تي پنهنجا........"

ائين چئي موهني رني جي ڪنڌ سان منهن ڍڪي روئڻ لڳي.

ماءُ - آئي چالاڪڻ، گهڻيون چالاڪيون ڪيئہ! زيور ڏين ٿي، باقي رهيا لٿي ڏين. سمجهين ٿـــي نہ زيور وٺنديس ڪالهہ. وري مٿان ڳوڙها پيئي ڳـاڙين. جيـئن سڀڪو سمجهي نہ وچاري سچي آهي. چڱو هاڻي ٿرهتان.

موهني پنهنجي ڪمري ۾ هلي ويئي ۽ زار زار روئڻ لڳي. سندس اکين اڳيان دليـا هيئڙ او نـــده الڏڪار هئي. خيال ڪري رهي هئي تہ هاء! جيڪر سڀ خرچ نہ ڪري ڇڏيان ها ۽ ڪجهہ بچائي پاسي ڪري رکان ها تہ ڇا اڄ هيءُ ڏالهيون ٻڌان ها ۽ اُمي ۽ ماما کي هيئن تڪليف سهڻي پوي ها؟ هوڏانهن هوءَ (رامچند) ٻڻ مون ڪري دکي آهن. جيئن پوءِ ليئن قرض هينان دبجندا وڃن، جيڪڏهن هن وقت اُمي کي ٥٠٠ روپيہ ڪڍي ڏيان ها تہ هوءَ ڪهڙو نہ هولد خوش ٿئي ها! هاڻي ڇا ڪريان، هيءُ دک ڪيئن دفعي ٿئي؟ شل ايشور نہ ڪري جيڪڏهن هن لي پ ڪا اهڙي مصيبت اچي نازل ٿئي نہ پوءِ جيڪر ڪهڙي وات وڃي؟ ڪين

جيڪڏهين هن قصي جي خبر پوي ته غرور ڪو نه ڪو بندوبست ڪن.

اهڙيءَ طرح خيال ڪري موهني رامچند سان گڏجڻ لاءِ آتي ٿيڻ لڳي. سندس دل اندر پڪيءَ ڏاهن جيترو ايمان ۽ ڪاوڙ هئي سي پئي اکين رستي وهي ويا. ليت هڪ اُپاءُ سڄهيس. ترت هڪ چٺي لکيائين:

"پراڻنائق،

منهنجو اُپراڌ معاف ڪريو. ماڻيءَ کي جلد موڪليو.

توهانجي موهني."

چٺي ڪٺي گهر جي ڪڏ لي چڙهي ويئي. پر پر سنديس ساهيڙيءَ جو گهر هو. ڪيس گهرائي چيائين: "پيٽ هيءَ چٺي پنهنجي پئي هٿ هٿڪي نه موڪلي ڏين. مون ومت هن وقت ڪير ڪولهي، نه ته جيڪر تڪليف نه ڏيان ها."

ساهيڙيءَ مرڪي چيو، "رامچند کي! پر چو، تنهنجون اکيون ڪاڙهيون پيون ڏسجن؟"

موهني- اهو پوءِ پڌائيندس ناسءِ. پهرين هن موڪلڻ جو بندوبست ڪر.

ساهيڙي کلندي چٺي کڻي وئي هلي.

هيڏانهن موهني هيٺ لهي آئي. انڪل اڌ ڪلاڪ اندر موهنيءَ جي گهر جي ماڻي اچي لڪتي. موهنيءَ ماءُ کي چيو، "امين، آءٌ هيٺر جو هيٺر وڃي ٿي" ربيا موڪليانءِ. قسم ائيئي جي زيور گروي رکيا ائيئي."

ائين چئي هوءَ مائيءَ کي ساڻ ڪري گهر پهتي. رامچند کي ڏسي موهني زار زار روئڻ لڳي. رامچند نه اڳيئي سندس لاءِ حيران هو. هڪدم اکين ۾ به ڳوڙها ڀري آيا. ڪجهه وقت بعد موهني روئڻ بند ڪري رامچند کي هٿ جوڙي چوڻ لڳي، ”پيارا، معاف ڪيوم. مونکان ڀاري اپراڌ ٿيو. هيستائين ڪڏهن به ڪوبه ڪم توهانجي مرضيءَ جي ابتڙ نه ڪنديس. توهانجي چئي نه مڃڻ سبب هنوقت اٿاهه ڏک سهي رهي آهيان.“

رامچند جنسي حيران هو ته جا موهني هن کان اڳ پوري خوشامد ڪرائي بنا مونڻ جي ڳالهه به ڪانه ٻڌندي هئي سا پاڻيهي مونٽي آئي آهي ۽ معافي پنئي گهري! ڪهڙو سبب آهي؟

رامچند چيو، ”ڪهڙي ڏک ۾ پئجي وئي آهين؟ ڪجهه ٻڌاءِ ته سهين ته ڳالهه ڇا آهي؟“

موهنيءَ سڀ قصو ڪري ٻڌايس. آخر ۾ چوڻ لڳي، ”جيڪڏهن توهانجو چيو مڃان ها ۽ ائينڏي هٿ ڦاڙ نه ڏيان ها ته ڇا، اڄ اهي ڳالهيون ٻڌڻيون پون ها؟ ايڏا تڪليف سهڻي پوي ها؟ هيستائين ڪئين نه ڪري پنج سؤ روپيه پيدا ڪريو. انهن نه ملن ته زيور گهه رکو. ٻاهه لڳي هن ڪپڙن کي، ڪنهن به ڪم جا هنوقت ڪونهن. اڇا زيور وري به گروي رکي سگهبا.“

رامچند ڪجهه خيال ڪري چيو، ”چڱو، آءٌ هيستائين تو بندوبست ڪريان.“

انڪل اڌ ڪلاڪ اندر رامچند پئسا هٿ ڪري اچي پهتو. موهنيءَ کي اهي هٿ ۾ ڏيئي چيائين، "اڄڪلهه هيئن پئسا مارڻ ڏاڍا اوکا آهن، پر سڀني کي خبر آهي ته هيڊ ڪلارڪ آهيان ۽ ايماندار."

موهني رامچند ڏانهن پيار ڀري نگاهه نهاريندي چيو، "پيارا، آءٌ ڪڏهن ئي ڏيارو نه هيئن هميشه اوهانجي چوڻ موجب هلنديس ۽ ڪڏهن به هڪ پائي اجائي نه وڃائينديس."

رامچند مرڪي ڪري موهنيءَ کي گلي لاتو.

رامچند جو نوڪر پراڻو ۽ اعتبار وارو هو، جنهنڪري اُنهيءَ هٿ موهنيءَ جي پيڪي گهر رپيا موڪليا ويا.

ڪجهه وقت بعد موهني سنان واريءَ ڪوٺيءَ مان هٿ منهن ڌوئي نڪتي ته ڏٺي ته رامچند کلندي کلندي چٻو ٿيندو وڃي، پراڻي پيڪي گهر جي نوڪرياڻي رتي جي ڪنڌ منهن تي ڪيو مرڪي رهي آهي. ويجهو وڃي ڏسي ته هڪ ڪرسيءَ تي ٥٠٠ روپين جي ٿيلهي پيئي آهي. نهايت عجب لڳس.

نوڪرياڻي کان پڇيائين، "اَئي، تنهنجي پائيءَ جو وهـانءُ هو نه، اتري ۾ ڪيئن آئينءَ؟ (رامچند کي) هيئن ڇو کلي رهيا آهيو؟"

رامچند کوبه جواب نه ڏيئي هڪ چٺي ڪڍي سنديس ڏريءَ تي رکي.

موهنيءَ پڙهڻ شروع ڪئي، گوپال ماڻس طرفان رامچند کي لکي هئي-

”نور چشم رامچند،

روپين جي ڪا به ضرورت ڪانهي. گوپال جي چوري ڪا نه ٿي آهي. رسوئي واريءَ ۽ نوڪرياڻيءَ کي ڪو به ڪم نه هو. مون ئي کين سيکاريو هو. منهنجا گوڏا پڻ درست آهن. اصل سور ٿيو ئي ڪو نه هئم. اهي سڀئي ڳالهيون موهنيءَ کي ذرا سکيا ڏيڻ لاءِ هيون. اميد اٿم ته هيئنر اوهان کي سکي رکندي.

توهانجي سس.“

موهنيءَ جي هٿان چٺي ڪري پيئي.

امرلعل هنڱوراڻي

# ٻڍيءَ جي ٻاجهه

ٻڍه ساڌي، جهوني زماني جي. پٽ جو انڪار لٽ لي. لٽ لک مان نه لاهي، ڇي سهاڳ جي نشاني! پر سهاڳ سدائين ڀاڳ، ۾ ڪوڙ هيس. ڇي سهاڳ ڪان ٻيو سونهن ڪهڙي ڪم جي؟ جڏهن سڀ لٿي ته، مٿيو منڊي ڪيڏانهن ڪبو؟

پٽ شادي نه ڪري. دل ۾ اولو هوس نه. اَمڙ جهونن خيالن جي، هوڏانهن هوءَ اصل نون خيالن جي نئونٽي. پانوڊر ۽ لپسٽڪ جي ڪمي ڪانه هٿي. لپسٽڪ ته اهڙي لڳائي جهڙي ”پان پڪ.“ نئهن ڳاڙها، ڪپڙا رنگ برنگي، سو ڇوڪري ڪي اهو اولو نه. اُتان مينهان دا ڪيها ميلا؟

پر ڇوريءَ جا چال، لعل لئه لکهي سگهيو. شادي ڪيائين نه پيا سڀ شاديءَ تي آيا پر لعل جي ماءُ گهر ويٺي. ڇي جڏهن وني وني اهڙين ڏهن ڪنوار سان ڊر تي گڏجنديس. جهوني ريت ۽ رواج. گهوٽ ۽ ڪنوار کي ڊر وٽ گڏي. پڪا ۽ ڏيئو هٿ ۾ هوس. پڪا رکيائين ڪنوار جي مٿي تي ۽ پڪا جي مٿان رکيائين ڏيئو. ڪنوار وانڙي ني ويٺي. دل ۾ ڇي، هيءَ ڪهڙو

هوليءَ جو سانگ! لعل جي ماءُ چيس، ”پڪڙ تي گهر
جي ڪچائي ڦڪائي پڪجاڻ ۽ ڏيئو تي اونده ۾
اُجالو ڪج.“

لعل جي ماءُ کين ريل ڇيل ڇڏيو. انين ڪونه هو نه
لاچار کي آچار هو. پاڻ خوش ٿيندي هئي. هنن کي
چـوج ۽ اوج ڪندو ڏسي گد گد پيئي ٿيندي هئي.
ڇوريءَ جا چال نه هئا پر اڇانگ. واسينگ جهڙا واره
جي لهرن وانگر پيا لڏندا هئا، ڪتائي پاب ڪراپائين.
لعل کي لهس نه آئي. اندر ۾ اهو سور خاموشيءَ سان
پڪ ڪري پيتائين. وري لوري لڳس فراڪ جي. لعل
چي: پرليل کيئن فراڪ پائي؟ لج جهڙي ڳالهه آهي.
بي حيائيءَ کي به ڪا حد ٿيندي آهي. سڀ ليڪا
لنگهائي ويئي آهين. ماڻهو ڇا چوندا؟ پر ڇوري چڙي
بيٺي. جنهن ڪڏ ني بيٺي تنهن هوڏ تان ڪئين لهي؟
لعل چي ڏس، اَمڙ ڪهڙي نه دريـاهه دلي ڏيکاري.
جڏهن تو وار ڪٽايا، پاڻ چوڻ لڳي نه مٿم تي آهي.
منهنجي دل کي چوٽ لڳي. جن وارن کي آگرين سي
وڏهي راند ڪندو هوس، سي ڪٽجي ويا! چڻ نه بدن
جو جزو ڪٽجي ويو. پر اَمي بيٺي مشڪي. چي ٿيين
لهر آهي. نه عذر ڪيائين، نه اعتراض. هاڻي جو فراڪ
پائيندينءَ تـ کيس رنج ٿيندو. گوميءَ، لعل جي زال
چيو ته: اَميءَ جو خيال نه ڪريو. اَمي جاڻي مان جاڻان.
توهان کي نه اعتراض ڪو لهي؟ لعل کي پڪ هئي

نه اُمڙ ڪڏهن نه هيءُ مڪ ڳرڪائڻ قبول ڪندي. ڪيس
به ڳالهه نٿي وڻي. پر هن جي دل وٽي چوڻ لڳو: مونکي
ڪهڙو اعتراض؟

هفتي جي اندر گوميءَ فراڪ پاتو. لعل جي ماءُ آئنده
۾. ڪپڙن ۾ نه پيٺي ماڻي. جي سڌ پئي جنسي مندر.
ڏسي پيٺي نري. لعل وائڙو ٿي ويو. چي امي! پاڻ سي
جي ذهن ۾ ڪهڙا خيال هوءَ پ هيتر چا ٿي، ويو آئيٺي؟
لعل جي ماءُ جا ڳوڙ جي وچار ۾ ڳوڙها ڳڙي آيا ۽ چيائين:
”بلي، مان اوهانکي چو جهليان. ڏاڍا ڏک ڏٺاسين. رات
ٽيندي هٺي ته سڄي گهر جو ڪم لاهي، پوءِ سس کي
زور ڏيندي هيس، جيسين ننڊ اچيس. هو ڏالهن پاڻ
لهاري سمهي پوندا هئا. شادي ٿي، رات گڏ
گذاريسين، صبح جو چون ته مڙس کان منهن ڍڪ. انڌو
لاڙڪاڻي جو رواج. رني مــان، لوڪون لڪي، واجهه
پائي، اکيون ڪٽــي نهاريندي هيس. سندن لاءِ پيئي
سڪندي هيس. ڏينهن جو مجال آهي جو ٻين جي منهن
تي ٻڙڪ ڪيون. رات لاءِ پيٺي روئندي هيس. هڪڙي
ڏينهن ٻاڻ جهلي نه سگهيس. ڏينهن جو اڪيلو ساڻس
ڳالهايم. سس متان اچي وئي. ٻاڻ ڪن ٻوساٽي هليا
ويا. سس چوڻ لڳي: پرٺي گهٽا ڏينهن ٿيا اٿو؟ ننڍڪو
ماري چيائين، ”اڄ نهيل هئا.“ اهو ڏينهن اهو شينهن،
وري سڄي عمر ۾ اميءَ جي منهن تي ڪونه ڳالهايوسين.
لوڪي سالير آهي، ڪڏهن پنهنجي ٻيءَ سان مونکي اڳڏ

ڏٿ لي وڃڻ ڏنس؟

لعل ڪنڌ سان "نہ" جي ڏوڻ ڪئي. لعل ماءُ چوڻ لڳي: جڏهن پاڻ بيمار ٿيا، تڏهن هڪ ٻہ دفعا پاسي ۾ وهڻ لاءِ چيائون. آءٌ سڪڻي لڄ جي ماري، سو ڪيئن ٿي لوڪ لڄا اُلکهن ڪريان؟ شرم کان پاسو ڪيم. اهڙي نہ ڪل ڪاڻ هئي نہ اها سعدن پڇاڙيءَ جي آرزو هئي، جا هن لياڳيءَ پوري نہ ڪئي. انهن چئي سڏڪا ڀري اکين مان نير وهائڻ لڳي.

آسانند مامتورا

# ڪڪي

ڪڪيءَ کي سندس ساهيڙيون ڳهــوارڻ ڪري سڏينديون هيون. البت، سندس پريت. هوءَ ڪا ڳهوارڪو ڌنڌو ڪانه ڪندي هئي. مڙس ته ٿي ڳائيون پاليندو هو. انهيءَ کير مان جا پيدائش ٿيندي هيس تنهنتي سندن گهر جو دارومدار هو.

سندس نالو ته ڪو ڪڪي ڪونه هو. اڃا ٻارهن ورهين جو ٻار هئي ته مائٽنس ڪيس هڪ پنجويهن ورهين جي براهمڻ سان پرڻائي ڇڏيو هو. سرير جي تــه البت سوڪيم هئي. ساهري گهر، انهيءَ ڪري، ٻهرياس پر، اڃا هينئر اڻ اسريل ڪڪي پيئي لڳندي هئــي. ڪڪي نالــو مٿس اجهو انهيءَ ڪري پئجي ويو.

مڙس جنم ڪري سو براهمڻ هو، پــر اڪا سنسڪرت پڙهي هئائين، نڪو وري ويدن شاسترن جو پنهنجي مادري ڀاشا ۾ ئي ڪو اڀياس ڪندو هو. شروعات ۾ چڱي موچاري ورت هيس. ڏاڻا کائي ۽ وڏن پرٻـن لي ڀڄمانن وٽان جيڪو ملندو هون تنهنتي پيا عـزت آبروءَ سان پنهنجي اُدر پورنا ڪندا هئا. پر مهاڀــاري لڙائيءَ کانپوءِ، سندن گــذران البت مشڪلات سان ٿيڻ

لڳو. سندن ٻچڙن جي سنکيا گهڻي وڌي يا منجهائن شرڌا ٻڙ ڪري اڏامي وئي هئي، يا آيا ٻه ڪو ٻيون سبب هو، سو چئي نٿو سگهجي. لاچار هن جنم جي ٻراهمڻ، جو نه پراچين وديا ماڻ ۽ نه ورتمان سمي جي جڙوادي وگيان کان واقف هو، تنهن ٻه ٽي ڳائيون پالي انهن تي گذران ڪرڻ جو وسيلو اختيار ڪيو.

ڪڪي هينئر ارڙهن ورهين جي اچي ٿي هئي. جواني البت منجهس ڇرڪو ڦٽي هئي. اهو شايد سندس سوکم سڀاءَ ۽ هيٺي هانءَ جي ڪري هو. پر ارڙهين ورهيه ۾ پير پائڻ سان جوانيءَ جا مانسڪ توڙي سڀاوڪ جذبا منجهس اهڙي زور سان اٿيا جو لطيف ۽ نفيس احساس اسرن، تنهنکان اڳي هوءَ پنهنجي پتار جي سنگ ۾ پنهنجي جيون جي پرڦلتا محسوس ڪرڻ لڳي. لطيف ۽ نفيس احساس اسرڻ جي، درحقيقت، سندس حياتيءَ ۾ گنجائش ئي ڪٿڙي هئي؟ اهي اسرن ٿا صرف انهيءَ هنڌ، جتي سڀيتا جو سورج مکي گل پنهنجو ڳاٽ انادي سمت جي سج ڏي اوچو ڪيو آهي. هتي نه هو آتمڪ سڀيتا جو پرڪاش ۽ نه هئي انهيءَ لاءِ ڪا آڪانڪا.

ورهيه به انهيءَ جوانيءَ جي جسماني مستيءَ ۽ خمار ۾ گذريس ئي ڪين، ته ڪڪيءَ جي سندس پتار ڏانهن رخ ۾ اڻلکي تبديل ٿيڻ لڳي. سندس ڳالهائڻ ٻولڙي هلت چلت ۾ ڪا به لطافت نه ڏسي، ڪيس غيرت اچڻ لڳي. ڪنهن سان ڪثيف نوع ۾ ڳالهائيندو ٻڌندي

هنس ته ائين پائيندي هيءَ جو جڏ ته ڪڏهن سندس
اک ئي ڪپيو. رات جو جڏهن هو سندس پرسان بستري
تي اچي ليٽندو هو، تڏهن مڌهانئس ڳائين جي ڇيڻي
۽ ڏوات جي بوءِ پيئي ايندي هئي جا البت اڻوڻندڙ
هئس. گهڻو ئي پنهنجي دل کي پرٻوڌ ڏيندي هئي.
پتي ديوتا سمان آهي. هو ڪٿي ڪهڙو به ڪم ڪوڙهيو
هجي پر هندو استريءَ جو ڪرتب آهي سندس شيوا
ڪرڻ، کيس سنسار جي ٻين مڙني مردن کان اتم ڪري
ليکڻ. اها هندڪار جي پراچين سکيا سندس رڳ رڳ
۾ هئي. تنهن هوندي ڪان هنجي دل ۾ اهڙائي پتي
شيوا جا سنسڪار وڌا ويا هئا. اها سکيا ياد ڪري،
من کي سنتوش ڏيندي هئي ۽ پتار جي هر طرح شيوا
ڪري کيس خوش رکندي هئي. پر، ڪڏهن ڪڏهن،
جڏهن واندي ويٺي هوندي هئي، تڏهن سندس من ۾
ويچار جون ٻيون لهريون چوليون اٿنديون هيون، جي
سندس هن پتي - شيوا واري سکيا کي ڳهلي وينديون
هيون. انهيءَ وقت هنجي دل تي اول مايوسي ۽
ملولائيءَ جو ڪڪر ڇانئجي ويندو هو، ۽ پوءِ بلوي جي
هڪ من - اُڇل اٿندي هيس جا کيس پاڻکان عجيب و
غريب سوال پڇائيندي هئي.... سوال، جن جا جواب سندس
چيتنا جي دائري ۾ اچڻ کان اڳيئي، ڏٻجي، من جي
اٿلکي اوڙاهه ۾ غائب ٿي ويندا هئا.

ڪڪيءَ پاڻکي ڪيترائي دفعا ٻين پرکن کي ڏسي

سرهو ٿيندو جهليو. انهن ۾ ڇا هو جنهن سندس دل ۾ سرهائي ٿي پيدا ڪئي؟ اڇا اجرا وڳا پهريل، ڏاڙهي ٽڙي ڪوڙيل، ڦڻي ڦوڪارو، هلڻ چلڻ جي ڦڙتي، تهذيب واري گفتگو. مطلب ته اهي سڀ ڳالهيون جن جي مڙسس ۾ اوڻائي هئي. ڪڪيءَ وچاريءَ کي اها بوجهه ڪانه هئي ته ڇو هن سندس دل کي ڇڪيو ٿي. ڪانئس جي پڇو ها ته شايد اها به سچي ڪالهه ڪري ها ته مڙسس کانسواءِ ٻئي ڪنهن لاءِ کيس ڪنهن به قسم جي رغبت هئي.

سندس گهرو جيون ۾ آنند جو ڪٽو به ڪونه هو. صرف والدڪانيءَ مهل، جڏهن گهر جي ٻهئي لي اچي وهندي هئي ۽ پڙهيل ڳڙهيل، چست ڦڙت ڀاڙيسري يا وانهڙو ڏسندي هئي، تڏهن دل ۾ هڪ اَلڪي خوشيءَ جي لهر اٿندي هيس جا سندس پتني- ڌرم جي آدرش ياد پوڻ سان من جي هيٺين لڪل تهن ۾ گهسي غائب ٿي ويندي هئي.

ڪڪي انهن جوانن جي استرين جي سهاڳ لي رهس ڪندي هئي. سندس مائٽ به ٻاگيا هئا. جي سندن گذران ورت لي هو ته وٽن شاسترن ۾ مڙسس وانگر آلونور ڪوله هئا. سندس پيڪي گهر جو وايو منڊل اور هو. الي پوسي، گاهه، ڇيڻي ۽ ڳولت جي بوءِ بدران اگر، عنبر، پشپن ۽ چندن جي سڳنڌ هئي. هن،

هن جي لائي چانيءَ ۽ وڏي واڪي ڳالهائڻ جي ٻڌران ڏر ۾ چرچا ۽ حد فضيلت هئي. سنڌس هن اڏاسي اڻ گهڙيءَ گوپال سان وواهه ڪيس ڪٿان ڪڍي، ڪٿي آڻي وڌو هو؟

ڪڏهن ڪڏهن، ڪلپنا ۽ الهيءَ ٻنهي کان جدا ٿي، آزاديءَ جي مٺي، ڦوهت ڏيندڙ هير کائي ايندي هئي. سنڌس اهي ڏينهن - ڏٺا سپنا هميشه، کنهن کلندي، وشال ميدان جا هوندا هئا، جتي اڻين وسهندي هئي ۽ بي حد ۽ اڇي ٻيٺي آهيان. چوڌاري زمرد جيان سبز وليءَ پکڙيو پيو هوندو هو جنهن ۾ طرح طرح جا گل، جهڳمڳ لائي، هوا کي وٺندڙ هبڪار سان معطر پيا ڪندا هئا، ۽ هوءَ پاڻ پنهنجو ڳل کنهن وڻ جي ٿڙ سان لڳائي، ٿڙ لي آهستي آهستي ٻيٺي هت گهمائيندي هئي، يا کنهن سهڻي هرڻ کي هنج ۾ وهاري، ان جي سڱن سان پنهنجو منهن ٻيٺي مهٽيندي هئي. اوڏيءَ مهل سنڌس اکين ۾ عجيب جوت جهلڪا ڏيندي هئي، ۽ اهي آنند جون لهرون اٿنديون هيون جو سنڌس منهن سارو سرهائيءَ، بيحد سرهائيءَ سان پيو ٻڪندو هو.

هڪ ڏينهن، پاڻ کي الهيءَ ميدان جي وچ ۾ هڪ شاهي، چمڪندڙ شوءَ جي لنگ کي پوڄيندو ڏٺائين. کيترو ئي وقت الهيءَ جي آراڌنا ۾ مگهن هئي. اکيون سنڌس ٻند، ڪنڌ نمائي، ٻئي هت جوڙي، لنگ سان لڳايو، ويٺي هئي. جڏهن اکيون کوليائين ته ڏٺائين

۽ ٽنگ منهنجي هڪ ٻرڪ تي پيو آهي. ڌڪي سان اُٿي
کڙي ٿي. ٻرڪ جي اکين ۽ مرڪ ۾ اهڙي ڪشش ۽
ڪوملتا محسوس ڪيائين جو پاڻ کي هنجي ٻانهن ۾
ڪٽي اُڇليائين. پوءِ نه سون-ورنيون سنهيون جون گهڙيون
گذرنديون رهيون، ۽ هيءُ اُٺاهه ٻرڪ ۾ اُتي آنند جون
ڇوليون ڪنڌ ڇڪيون پيئندي رهي. جڏهن ليهن جو لٺو
ٽٽس ۽ هو ٻرڪ الوپ ٿيڻ لڳي هو، تڏهن ڏسي ته هن
ٻرڪ جي شڪل سڌ ٻڌ سندس پيءُ جي هئي. انهن
پاڻيائين ته ڪا ڏائڻ ڏند ڪڍي، مٿس ٽهه ٽهه ڪري
کلي رهي آهي. سڄو سندس اکين مان اُڏامي ويو، ۽
هيءُ پنهنجي روزمره جي استول جيوت ۾ اچي پيئي.
اهو ڏينهن ۽ هيءُ ڏينهن، وري ڪڏهن به
ان ڪلمٽي، وشال ميدان کي تصور ۾ نه آندو. ڪنهن
قسم جو ڀپ، جنهنجون پاڙون سماج ۽ ڌرم ليڪي ۾
هيون، سو کيس روڪيندو هو.

هڪ ڏينهن، مڙس کي سندس ڪانئين مان هڪ
اهڙو لکس اُولو هنيو جو زوردار ڌڌڪي سان اچي
زمين دوز ٿيو، ۽ ڳچيءَ جي ڪنڌي کي ضرب اچي
ويس ۽ هڪ ٽنگ جو گوڏو ڀڄي پيس. کيس کڻائي،
گهر وٺي آيا، ۽ مهنن جا مهنا بستري داخل هو. اهڙا
اوچتي زحمت ڪڪيءَ لاءِ رحمت ثابت ٿي. چاهنا
۽ اڻ وڻندڙ حقيقت جي وچ ۾ جا جهد سندس من جي

ڪر ڪيتر ۾ پئي هلي، تنهن ۾ سندس لن ٺهبارون ٿيندو پئي ويو. ڪنهن به مهل سندس ٽٽڻ جو سرشتو ٻڌي پئي ها، ۽ هڪ وڌيڪ عورت هسٽيريا جي مرض جو ٻڪ ٿئي ها.

پر هن اوچتي آيدا سندس من ۾ هڪ نئون جذبو.... مالڪي رکيا جو جذبو... پيدا ڪيو. جنهن نه ماءُ پنهنجي ٻار جي رکيا لاءِ پنهنجي جسم ۽ جان جون ڪلي طاقتون ۽ شڪتيون هن جي سيوا ۾ ارپڻ ڪري ٿي، تنهن ڪڪي پڻ ڪرڻ لڳي. هو سندس لاءِ هينئر پٽي نه هو، ڪنب جو رکپال نه هو. هو هينئر ٻارن کان به وڌيڪ آدر ۽ اپرو هو. سنڀال ۽ رکيا ڪالسواءِ سندس بچڻ خير هو. مالڪي امنگ سان ڪڪيءَ پاڻکي پنهنجي گهوار - براهمڻ مڙس جي سيوا ۾ اهڙو ته رلئي ڇڏيو، جو ٻيا سڀ جذبا الهيءَ هڪ عظيم جذبي ۾ جذب ٿي ويا. هنجي دل ۾ جنڻ لاءِ هڪ نئون امنگ آئيو، جنهن سندس جسم جو انگ سرهائيءَ سان ڀري، ڦولاري ڇڏيو. ڏينهن - ڏنا سپدا جي سندس اڳوٺي ٻوسائيل، ڍيل حياتيءَ کان ڇونڪاري جو واهڻ هئا، سي هميشه جي لاءِ ڪالئس موڪلائي ويا. سندس ڇونڪارو هينئر هن مالڪي جذبي واريءَ جيوت ۾ هو. سندس دل ۾ جذبات جو هڪ نئون ليڪڻ ڦٽو، جنهن مان پرلم جي اها اوت ٿيڻ لڳي، جنهن سندس من

توڙي بدن جا ٻيا سڀ احتياج پورا ٿي چڪا. هيءُ پريم هو، جنهن ۾ ترشنا يا ڪامنا جو ذرو به نه هو. اهڙو پورو پريم ڪڪيءَ اڳي ڪڏهن به محسوس ڪونه ڪيو هو.

ها، ڪڪيءَ استريءَ مان منجهي ماءُ ٿي پيئي- ٻار ڄڻڻ کانسواءِ، پر انهيءَ سنڌس خيالي ٻچڙي ورتي.

آنند گولاڻي

# نراشا

ڪڪيءَ ٿي ٻاڪاريو. ڪيڪن ڪن ٿي ڪاڏس. چڱو ٿي وقت ڇڏي ڏنائينس ته ٻلي ٻاڪاري، ٻر جڏهن ٿڌ لڳڻ وڌ. ڪڪي ڪولاهل کي ڪاٻار لي چاڙهيندي وئي. لاچار ماڻي ٻچائڻ کي ڇڏي هوءَ اچي ٻلنگ ٻرسان ويٺي. ٿن چڱن مهڻن جي ڪڪي هڪي ڏسي چپ ٿي وئي.

”اهڙا ٻار جڻين ڇو؟“ ٻڙ ٻڙ ڪندي چيائين، ”سيڙن ابهمن کي ڇڏي هليون وڃن سئنيما ٿي، گهوٽن سان گڏ. هاڻي ماڻ هڪي چپ ڪرايان ٻا ماڻي ليار ڪري رڪان جا راڻي صاحب اچي کائيندي.“

ڪڪيءَ کي ٿپيندي چيائين، ”سمهي پئه، ڏاهي.“

ڪڪيءَ اکيون ٻند ڪري هڪ وڏي رڙ ڪئي.

”ٻڪ لڳي اٿيئي؟“ ڪڪيءَ کي هنج ۾ کڻندي چيائين، ”اڄڪلهه جون ماڻر اول گهمنديون گهتنديون، پوءِ ٻارن جي سنڀال ڪنديون. هان.... واٽ ۾ آگر وجهي چڏ.“

ڪڪي آگريون چوسي ٻه ٿڪجي ٻيئي هئي.

هڪڪيءَ سندس ڪلهي ومٿ مٿهن رکي، اکيون ڦاڙي، هڪ هنڌ ٻڪ ٽڪ ٻڌي ڏهاريو ؛ هن کيس ٿورو لوڏي

پٽي گهمايو. ”اڃا ننڊ نٿي اچيئي؟“ قاتل اکين ڏانهن ڏسي چيائين، ”سمهي پءُ، نه ته اُڇلي ويندينءَ.“

ڪڪي هن جو ڪلهو چوسڻ لڳي. هن جي بدن ۾ جڻ بجليءَ جي هڪ تيز لهر ڊوڙي وئي. ڪاوڙجي ڪڪيءَ کي پلنگ تي اُڇلي، رلڙي ڏانهن هلي وئي. هيٺئين ڦلڪو ويليندي هن جا هٿ پئي ڏڪيا. ڪڪيءَ جو روئڻ هڪدم وڌيڪ ڪاوڙائڻ لڳو. پاڙي واريءَ جو آواز پئي پڌائين، جنهن بلڪل هوريان کنگهي چيو پئي، ”توهان ته جند ئي نه ٿا ڇڏيو.“

”اڙي جند جي سڪي! ڪڪو وٺو روئي، هلي ڪاڏو ڏيندس.“

”مون کي خبر آهي ته ڪڪي کي ڪنهن روئاريو.“

”تنهنجو قسم! مون ڪڪي کي ڪجهه ڪونه ڪيو. رڳو ڳل تي آڱر رکيماس ته اچي روئڻ ۾ چڙهيو. هاڻي ته بس ئي نٿو ڪري.“

”پارسان مسخري ڪيو ته هاڻي پرچايوس به توهين.“

”نه نو پرچي. ڪاڏو ڏيئي، بس ڪرائي، سمهاري ڇڏيندس ته ڪٿي مون غريب جي جند ڇٽي.“

”روئي، روئي پاڻ ئي بس ڪندو.“

”تون ماءُ نه، ڏائڻ آهين.“

”ساڳيا پاڙي وارا ڪين ٿا ڪڪين کي پالين.“ زال چيو، ”پار سمهاري هليا وڃڻ گهمڻ ڦرڻ! پوءِ پاڻيهي روئي روئي بس ڪري. توهين ته مٿو ئي کائي ٿا وڃو.

”ٻاڙي واري جي وڏوا پيڻ وڃڻي آهي، جا نوڪرياڻي ٻه آهي نه آيا ٻه. توکي ته سڀ ڪم پاڻ ئي ڪرڻو پوي.“

هن چوڻ ٿي چاهيو، ”اي آيا جا پٽ!“ پر آواز نه لڳس. پيءُ دل ئي ۾ چيس: مان پراڻي آيا آهيان، نوڪرياڻي آهيان، پلا پي به ڪا پنهنجي جان جي ٽڪري کي ائين ڇڏي ويندي آهي!

ڦلڪا پئي پچايائين ۽ ڪڪيءَ جي روئڻ جي آواز تي ٿر ٿر پئي ڪنبي.

ٻاڙي واريءَ آواز ڏيئي چيس، ”او آشا! ڪڪي ٿي روئيئي.“

”مان نه پچائي پچائي ٽڪي پيئي آهيانس. پڪ آئس، مان ڇا ٿي ڪري سگهانس؟“

”موڪلي ڏي ته مان ڪاڏو ڏيانس.“ ٻاڙي واريءَ موٽ ۾ چيو.

ڪڪيءَ کي ڪلهي تي کنيائين. ڪڪيءَ وري هنجو ڪلهو چوسڻ شروع ڪيو ۽ هنکي ائين محسوس ٿيڻ لڳو گويا ڪير ڪلهي تي هٿ ڦيري رهيو آهي. هوءَ سپنن جي دنيا ۾ پهچي وئي.... ڪير پنهنجي ڪلهن تي هٿ رکي ڇني رهيو هوس، ”آشا! مرڪين ڇو نٿي؟“

آشا ورائيو، ”هر هر واڇون ٽيڙڻ ڪو ٺهن!“

هٿن واري وري چيو، ”تو ۾ پيو آهيئي ڇا آشا! مون جو ڌرتي آسمان هڪ ڪري توکي هٿ ڪيو سو

چا لاءِ؟ تون الهيءَ مرڪ کان سواءِ نراشا آهين. تو وٽ شڪل نه آهي، صورت نه آهي، تو وٽ صرف اها مرڪ آهي. جڏهين مرڪين ٿي نه شڪل صورت ٿي لڳين ٿي اختيار ڪرين. تون مرڪندي رهه، مان ڏسندو رهان...“

ٻاڙي واريءَ سندس گهر اچي چيو، ”اڙي! هيءَ نه ائين روئي سگهي ويندي. اکيون ڦاٽي ويئون اٿس. ائين ڪو نهي آشا!“

آشا، ڪڪيءَ ٻاڙي واريءَ جي گود ۾ ڏيندي چيو، ”ڪين ڪير سمجهائي؟“

”مان نه ٻالڪيءَ تان گهوري وڃان!“ ٻاڙي واريءَ ڪڪيءَ کي ڪاڇو ڏيندي چيو، ”تنهنجو ڪلهو چوسيو اٿائين ڇا؟“

”ها“ آشا لووراءِ والر شرمائجي وئي.

ٻاڙي واري ڪڪيءَ کي چيڙ ڏيڻ لڳي. ڪڪي اکيون ٻوڙي سمهي پئي. آشا ٽڙندي ٿاٻڙندي رنڊٽي ڏالهن موٽي. هنجي ڪن ۾ ٻجهو ڪنهنجي ڇپن سس پس ڪئي، ”آشا، مرڪ دا سواءِ تون ڪجهه به نه آهين!“

آشا گهٻرائجي ڪن ڪٽي ٻند ڪيا. هٿن سان ڪن کي دٻائيندي چيائين، ”مونوٽ نه اچ، مونوٽ نه اچ، هڪ ٻيرو وچي ڪو اچجي! اچجي نه سچو سارو اچجي، رڳو تنهنجو آواز ڇو موڪلجي؟“

آشا ائين محسوس ڪيو نه ڪير سندس ڀرسان ويٺو

آهي. اکيون ڦاڙي چوطرف نهاريائين، پـــر ڪير ڪونه هو. پنهنجي ڪاڏيءَ تان همت پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين پر سندس ڪاڏيءَ تي هٿ رکي ڪنهن مٺي آواز ۾ ٿي چيو، ”مرڪين ڇو نه ٿي؟“

ڪاڏيءَ کي مهڻو لڳي نه وارن ۾ آڱريون گهمنديون محسوس ڪيائين. آواز ٻـــ ٻڌائين، ”مولڪي پنهنجي وارن ۾ لڪائي ڇڏ آشا!“

آشا وارن ڪوليندي چيو، ”مهرباني ڪري هليو وڃ. مولڪي ستائڻ مان ڪهڙو فائدو؟“

حالي لـــڱو پئي سڙيو. ڦلڪو وجهندي چيائيـن، ”مولڪي دنيا ۾ ڇڏي وئين. اهو به نه سوچيئه ته پوءِ مان مرڪنديس ڪيئن! توکي خبر به هئي ته مرڪ کان سواءِ مان ڪجهه به نه آهيان. ان هوندي به منهنجي مرڪ کي پاڻسان کڻي هليو وئين. منهنجي مرڪ ته مون وٽ ڇڏي وڃين ها. ان تي تنهنجو ڪهڙو حق هو؟“

رلڊئي پرسان ٿي وينل پاڙي واريءَ چيو، ”آشا! ڪنهن سان پئي ڳالهائين؟ خوش ته آهين نه؟“

”پاڻ سان ٿي ڳالهايان.“ آشا ورائيو، ”توکي پاڻ سان ڳالهائڻ ڪونه ايندو آهي؟“

”رام رام!“ پاڙي واريءَ هراس وچان چيو، ”ڇري نه ڪانه ٿي آهين ڇوڪري!“

ڇري ڇوڪري ڇم جي ڪالي ڪڪ ٻيو، اٿ جيڏ ب

او جهري ڳاڙهي جيڏا ٻير!... آشا ٽهڪ ڏيندي چيو.

... ... .... ... ...

ڪنهن سمي اڳي ۽ آشا ٽهڪ ڏنو هو جڏهن ”چري ڇوڪري ڇم جي...“ ٻڌو هئائين. ٻار ڏاڪڻ تي پئي چڙهي ۽ مٿان ڪير هيٺ پئي اٿو. سندس ٽهڪ ڏيڻ ۽ هنجو هراسجي وڃڻ. ٽڙ ٽڪڙ ۾ ٻچڻ ٿي چاهيائين، ٻر ٻار هنجي اڳيان بيهي نڪ ڪان ٻٽسي چيو هئائينس...
”تون نه ڇوڪرا چريو آهين، واڍي جو نه گهڙيو آهين، واڍ و نه مور آهي، تون نه ڇوڪرا چور آهين....“

ڇوڪرو اُن مهل نه لڪي مهٽيندو، رفو چڪر ٿي ويو پر ۾ ٿي ڏيهن پوءِ ڏاڪڻ تان لهندي ڪيس روڪي پڇيو هئائين، ”تو منهنجو لڪ ڇو ٻٽيو؟“

آشا جواب ڏنو هوس، ”تو مولڪي چري ڇوڪري ڇو سڏيو؟“

”اُول منهنجي سوال جو جواب ڏي.“

”اول تو مولڪي چري ڪري ڇو سڏيو؟ انجو جواب مون توکي صرف لڪ پٽڻ سان نه نه ڏنو، توکي چور نه ڪري ڪوٺيم، جي تون مولڪي منهنجي سوال جو جواب ڏيندين نه مان ۽ توکي تنهنجي سوال جو جواب ڏيندس.“

”چري ڇوڪري ٻين ڪسي ٻار لسي چريو ڪري ڇڏيندي آهي.“

”چور ڇوڪرا ڇوڪرين کي بـ چور بڻائي ڇڏيندا آهن.“

"بلڪل ٺيڪ." ڇوڪري چيو هوس، "مون کي کپي به اهو."

....  ....  ....  ...

ٻاڙي واريءَ آشا جي خيالن جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو: چيائينس، "هڪ ڳالهه ٻڌاءِ آشا؟"

"نه" آشا رڙ ڪري چيو، "توکي اُن ڳالهه جي خبر به آهي ته مان اندر ڇو ويٺي مران ته به تون مونکان پڇين ٿي ته ڇو ٿي مران آشا؟ توکي خبر به آهي ته مان بيمار آهيان، ته به پڇندينءَ، خوش آهين نه آشا؟"

ٻاڙي واريءَ محسوس ڪيو ته آشا ڏهيل سڏڪو ڀري رنڊڪي مان نڪري ويئي.

....  ....  ....  ....

آشا ڪڪيءَ مٿان ويٺي رهي جا سپن جي سنسار ۾ هئي. ڪڪي ڪڏهن کلي ويٺي ته ڪڏهن چپ ٻڪوڙي روئڻ جي ڪوشش ويٺي ڪري. ڪڏهن زماني ۾ ٻاڻ به لنب ۾ کلندي هئي. جڏهن ٻاڻ ائين کلندي هئي ته ڪير سندس چپن تي آڱر رکندو هو. هوءَ ڇرڪ ڀري اُٿي کڙي ٿيندي هئي ۽ ٻهڪندڙ چپن تي آڱر ٻڌران ۽ چپ ڏسندي هئي ۽ هن جي ڇاتيءَ سان چنبڙي پوندي هئي.

ڪڪيءَ ٻئي کليو ۽ آشا ڪڪيءَ جي چپن تي ٻهڪي ڏڪندڙ آڱر رکي. ڪڪي ڇرڪ ڀري روئڻ

شروع ڪيو. آشا کيس چمڻ لڳي. ڪڪي سڏڪا ڀري سندس سيني سان چنبڙي پيئي.

ڪڪي سڏڪا ڀري ڀري ٿڪجي پيئي. آشا کيس چمي وري وري ٿي چاهه سان جکڙيو، جکڙي وري ٿي چميائينس. ڪڪي هوريان هوريان آشا جي روح کي چوسڻ لڳي. آشا چاهڻ لڳي ته ڪڪي چوسيندي رهي ۽ مان کيس چمندي رهان.

اوچتو ڪير اندر آيو. آشا جي ڀاڄائيءَ عجب ۾ چيو، ”اڙي آشا! ڇا پيئي ڪرين؟ ڪڪيءَ کي کاڌو ٿي ڏين ڇا؟“

# او چري

بمبئيءَ ۾ مسواڙي جاءِ ناڻي سان نه پر ناتي سان ملندي آهي. سو موهن کي به جڏهن مهينن جا مهينا جتيون گسائڻ بعد ٻڌا پڳڙيءَ جڳهه ملڻ لڳي، تڏهن ائين پيو سمجهان ته جڻ قارون جو خزانو مليو اٿم، جنهن کي ڏيهه کان لڪائي وڃي پنهنجي آشا راڻيءَ کي ڏيکاريان. هوءَ بدتميز ٻاروهي چوي "دل هجيئي نه، جيڪر ڪلياڻ ڪئمپ جهڙي ڪنهن نرڳ ۾ نيون نه ڏيارين!" الڪري بمبئي جي وڏي پسگردائيءَ ۾ ٣٥ رپين مسواڙ ٽي روم وارو بلاڪ حاصل ڪري ڪئي ته خوش ٿيندس!

آرتوار جي ڏينهن پنهنجي، شريمتيءَ کي وٺي اچي نئون گهر وسايم. گهر جي ڇنڊ ڦوڪ ۽ ٺاهه ٺوهه مان واندي ٿي منهنجي شريمتي نئين پاڙي جو سڌ سماءُ لهڻ لڳي ۽ مان اخبار پڙهڻ لڳس. اڃا اڌ ڪلاڪ به ڪونه گذريو، جو هوءَ سهڪندي موٽي آئي ۽ ڳلي تي هٿ ڏيئي اچي ويهي رهي. اخبار رکي پڇيومانس، "ڇا ٿيو آهي آشا؟"

هينئر سندس ڏک قدري ڪاوڙ ۾ بدلجي ويو. نرڙ تي گهنج وجهي چيائين، "جڳهه ته ورتوَ ته پاڙي وڙهي مان پڇا ڳاڇا نه ڪريو ها."

مون ڏاڍي ڌيرج سان چيو، "هتي جڳهين لاءِ هٿ ڪس لڳي پيئي آهي، سو ٻين کي ڪيئن ٻڌائبو. تون به چوين ٿ ڪيهي ترڪ مان ڪيو."

"مان به چوان حق تي ٻيا ٻڪريءَ جڳهه ملي آهي!"

"پر به آهي ڇا؟ ڪجهه ٻڌائيندينءَ به، ڪين ڇوهه چنڊيندي رهندينءَ؟"

"ٻڌايان وري ڇا؟ جڳهه به پوءِ واڙي وٺي ڏٺي اٿو نه؟"

مون کان ٽهڪ نڪري ويو. "سو انهيءَ ڳالهه تي مٺي آهين."

ڪن وقت وات آٽي چيو ماس، "ڇڙي، هيءَ ٽمبو ٻاگو ناهي، ٻمبئي آهي، ٻمبئي."

آشا ٻاقي به ڳرم ٿي وئي. "توهان کي هر ڳالهه ۾ پيئي مسخري سجهي."

"توهين ڳالهيون جو شيخ چلي وارئيون ڪندينءَ ته مسخري نه ڪبي؟ ڀلا ههڙي ننڍين نڪوري جڳهه ۾ پوت ڪٿان آيو؟"

"چون ٿا ته اهو پوت هر آرتوار جي رات جو اچي چادر اوڍي اسانجي دريءَ سامهون ٻهي ٽهارڻيندو آهي، انجي ڇاپا ڳهر جي پالين جي وچم اُڀٽت پيدا ڪندي آهي. ان ڪري ٿي اڳيان مسواڙي جڳهه ڇڏي ويا."

"اڙي توکي پهرياڻ لاءِ ائين چيو هو لڏائون. مرضي هوندن جڏهن ڪين جڳهه ملي."

"ڪين جڳھ ونئي ھجي ها ته نه وٺي سگھن ها ڇا؟ ٿي چار مهنا ته جڳھ خالي پيئي هئي. ههڙيءَ جاءِ کان نه وري به ڪئمپ سٺي. هاڻي الائجي ڇا ٿيندو؟"

"ڇا وري ڇا ٿيندو، هاڻي ڪئمپ ۾ نوروٺي موٽي هلبو. سس اهو جيڪي اُتي جهامونيون پئي ٿينديون آهيو، ڪئمپ جي لسل ٿي جيڪا مارامارِي ٿيندي آهي، ڪاڪوس لاءِ جيڪا "ڪيوُ" لڳائڻي پوندي آهي وغيره ڳالهيون سڀ وسري ويئه ڇا؟ هتي ٿئين جڳھ ۾ پوس آيو ڪٿان؟ اجا جڳھ ڪي ٿهيئي سال به ڪونه ٿيو آهي. ههڙي بدا پگڙيءَ جي جڳھ وري ملندي به ڇا! ڪجھ ڪونه ٿيندو. ڏپ نه ڪر. پوُست هجي به ڪٽي، پوس جو بابو هجي، اسانجي وچ ۾ اٽبطت پيدا ڪري نه سگھندو."

جئن لئن ڪري آشا کي پرچائي ننڊ ڪرايم. مان هونءَ نه گهٽو ٿي بهادر آهيان، پر ائون بائڙو، ٿئين جاءِ ۾ نهن سان گڏ آشا جي ذڪ ڦر مهنجي دل سمائي چڏي. پدن ٽڪل هوالدي به آڌي رات سوڏو ننڊ نه آئي. اچانڪ دريءَ وٽ ڪنهنجو پاڇو نظر آيو. مهنجا روم روم ڪڙا ٿي ويا. پلا هيڏي مهل چورن ۾ پولن کان سواءِ ٻيو ڪير ٿي ٿي سگھيو! پاڇو وڌڻي دريءَ سامهون اچي چادر ۾ ويڙهيل پوست ٿي بيٺو. مهنجا ته هٿ پير ٿي ٺري ويا. هڪدار اٿي بانيت لئمپ جي وسائڻ جو ويچار آيم، پر انهن ڪرڻ جي همت ٿي نه ٿيم. اٽري

آواز آيو، ”تون اچي وٺين، مان ڇڙو پاڻي تي اچان، ملڪ ڏيئي ٿي اچان.“ ساڳئي وقت ڀوت غائب ٿي ويو. مون جو رڳون سيئي هي اکر ٻڌا، سو سڄو بدن پگهر ۾ شل ٿي ويو. ڪجهه وقت ائين ئي ٻيو رهيس. اڌ ڪلاڪ کن گذري ويو. سمجهيم ته ڀوت وري نه ايندو. همٿ ٻڌي اُٿي کڙو ٿيس. دروازو کولي ليٽو پائي هيڏانهن هوڏانهن نهاريم. پنهنجي ساڄي پاسي کان ڪنهن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺم. اڳيان اچڻ تي هنجي صورت صاف ڏسڻ ۾ آئي. مان دنگ رهجي ويس، جڏهن ڏٺم ته اها صورت ڪنهن استريءَ جي هئي. رات جي اونداهيءَ ۾ به هنجي مرڪ مونکان لکي نه سگهي. ويجهو اچي چيائين، ”اچ نه....“ مان ڇرڪي ڪجهه پٺتي هٽيس ته هوءَ وڌي مون طرف وڌي. منهنجي منهن ۾ گهوري نهاري چيائين، ”نه، نه، تون سانجهو ناهين...“ ساڳئي وقت هوءَ پٺتي هٽڻ لڳي ۽ يڪدم لڪڙو لڪڙو جنهن طرف کان آئي هئي ان طرف گم ٿي وئي.

مون در بند ڪري ڇڏيو. ڪجهه وقت نه ائين سمجهيم ته شايد ڪو خواب لهي رهيو هوس. ننڍي هوندي جنن ڀوتن جون ڪيترئون ڳالهيون ٻڌيون هيم، پر ڪڏهن به ڇهڙو درشن نه ڏٺو هوم. مان سمجهي نه سگهيس ته ڇا هوءَ سچ پچ ڀوت هئي يا زنده انسان. هو ”سانجهو“ شخص ڪير آهي؟ منهنجي ڪنن ۾ ڀوت جا لفظ ٻرڻ لڳا، ”مان ڇڙو پاڻي تي اچان.“ ساڳئي وقت

پنهنجي شرارتيءَ جا اکر پڻ ياد آيا، "ڀوت گهر جي ڀاڻين جي وچ ۾ اڻبڻت پيدا ڪندو آهي." مون جيترو ئي انهن لفظن تي ٿي سوچيو اوترو ئي راز وڌيڪ ڳوڙهو ٿي لڳو. جڏهن دماغ وڌيڪ سوچڻ کان ٻڙڪيدي پيئو، تڏهن ننڊ کڻي ويم.

صبوح جو آشا جاڳائيندي چيو، "اسان جا پٽ چڙهي ويا آهن اڃا ڪيڏي مهل اٿندا؟ آفيس ۾ دير ٿي ويندو."

مون ٽڪ جو بهانو ڏيندي چيو، "اڄ آفيس ۾ نه ويندس."

سچ ته جڳهه بدلائڻ جي ٽڪ کان وڌيڪ رات واري ڀوت جو خيال هوم، جنهن کان آشا کي واقف ڪرڻ واجب نه سمجهيم. اوسي پاسي مان انهي جاچ ڪرڻ لاءِ ٽڪ جو سٺو بهانو سجهي آيم. ضروري ڪاج لاهي ٻـر واري گهر ۾ هليو ويس. پاسي وارو به ڪو چڙهو چالاڪ هو. ڏاڍو آدر ڀاءُ ڪيائين. هن جو نالو اگروال هو. هو اخبار نويس هو. دنيا جي خبرچار ڏيڻ لڳو. ڳالهين ڪندي ڪندي مان پنهنجي مطلب جي ڳالهه تي آيس.

مون چيو، "چون ٿا اسانجي جڳهه ۾ ڀوت آهي."

"ڀوت؟" ٽوڪي ڪڍهن چيو.

"مون خود ڏٺو آهي."

"ڪڏهن؟"

"رات."

"سچ؟"

"سچ."

مون هن کي پنهنجي ڳالهه تي وشواس ڏيارڻ لاءِ رات واري گهٽنا جو سربستو احوال ٻڌايو. هو مشڪي اٿي کڙو ٿيو ۽ مون کي پنهنجي پٺيان اچڻ جو اشارو ڪري جهڳڙه جي ساڄي پاسي هلڻ لڳو. ڪجهه واري ٻلاڪ وٽان لنگهڻ مهل هن جا پير ٻڙا ٿي ويا ۽ هو بيٺو ڪوله. اسين ٻئي جڏهن اڳيرو نڪري وياسين تڏهن هن پڇيو “ڏٺءِ؟”

“ڇا؟” مان قدري منجهي پيس.

“پوٽ پيو ڪير؟” هن مرڪندي وراڻيو.

“هيڏي مهل پوٽ ڪٿان آيو؟”

“موٽي هل نه ڏيکاريانءِ، ڪجهه واري گهر ۾ ڇتائي ڏسج.”

جڏهن وري اسين اُن گهر وٽان لنگهي وياسين تڏهن هن پڇيو، “هاڻي نه ڏٺءِ نه؟”

“ها! بيلي هوءَ لڳي نه رات واري عورت ٿي،” مون چيو.

“هيءُ ئي پوٽ اٿيئي.”

“ليڪن هيءَ نه جيئرو جاڳندو انسان آهي.”

اسين هينئر هن جي گهر پهتاسين. مون چيو، “پاڻي، هتي جيئرا انسان به پوٽ ٿيو پون.”

“سو وري ڪيئن؟”

“تون سمجهين ٿو نه هن جي عمر گهٽي هوندي؟” هن پڇيو.

"٤٠ سال کن نه واهه جي ٿيندس."

"پر اُنهيءَ وِچاري ٣٠ سالن جي ٻه ڪاٽ. هنکي شادي ڪئي ته ١٠-١٢ سال مس ٿيا هوندا. ٻنهي جي جيڙي ئي هوءَ وڏوا ٻٽجي پئي آهي. هنجو مڙس ٻيءَ استريءَ سان شادي ڪري ويٺو آهي. اُن ڏينهن کان وٺي هوءَ لوسائجي رهي آهي."

"مگر رات جو اَڇي چادر اوڍي ڪنهن کي ٿي ڊيڄارڻ نڪري؟" مون پڇيو.

هن چيو، "هوءَ وِچاري ڇا ڊيڄاريندي. هوءَ ته خود لوڪ کان ڊڄندي رهي ٿي. ان ڏينهن رات جو پوٽ ٻٽجي ڪنهن چيز جي تلاش ۾ نڪري ٿي. رات جو ٽائيم ڏهه ٿيءَ تان موٽڻ وقت هن پوٽ جا گهٽيءَ رنگ ڏسڻ جو وجهه مليو اٿم. هڪ پيري ڏٺم ته، هوءَ اڇي چادر ويڙهي ڪنهنجي گهر جي دريءَ وٽ بيهي اندر نهاري رهي هئي. جلدي دروازو کليو ۽ لوڪان اچڻ وٺل مسواڙي ٻاهر نڪري آيو. منهنجي حيرت جي حد نه رهي جڏهن هوءَ ڪيس هٿ کان وٺي پنهنجي گهر وٺي ويئي. پس ٻورن ڏينهن ڪالهوءِ هن مسواڙيءَ جي ماءُ هلائي ڇڏيو ته جڳهه ۾ پوٽ آهي. سندس پٽ ته ڪو اُستاد هو، جنهن ماءُ کي رد قدر نه ڪوله ڏنو، ٻاڻ چيائينس برابر پوٽ آهي، جو مونکي آرئوار ڏينهن رات جو وٺي ويندو آهي ۽ مان پاڻ تان ضابطو وڃائي ويهندو آهيان. ماڻس ڪا هن کان به اَفلاطون هئي، تنهن وري

ٻيهر نئي اپائي ڪيئيس. آخر جڳهه ڇڏي ويا.

ڪجهه ڏينهن ٿيا ته منهنجو هن عورت سان مڪاميلو ٿيو. مان نائيٽ ڊيوٽيءَ تان موٽندي هن جي دروازان لنگهي رهيو هوس ته هن مونکي هٿ ڪاواني هندستانيءَ ۾ چيو، "اَچ." مان هٿ ڇڏائي اڳتي هلڻ لڳس. اڃا پنج ڇهه وکون مس کنيم ته هن جي سهمئل سڏڪن جو آواز ٻڌم. منهنجا پير اَزخود موٽي آيا. هن وٽ اندر ويس. هوءَ پنهنجن ٻانهن ۾ منهن لڪائي روئي رهي هئي. هن جي روئڻ منهنجي دل ۾ هن لاءِ همدردي پيدا ڪئي. مون پڇيومانس، "ڀيڻ، تون روئين ڇو ٿي؟"

هن منهنجي همدرديءَ تي ڇتر ڪندي ٽٽل ڦٽل هندستانيءَ ۾ چيو، "ڀائي صاحب، مونکي تنهنجي همدرديءَ جي گهرج ڪانهي. مان پيار جي بکي آهيان، تون هليو وڃ." مان هن وٽ وڌيڪ وقت ترسي نه سگهيس، واپس هليو آيس. البت هن جي بيوسي منهنجي دل ۾ چڀي ويئي، جا اَج ڏينهن تائين ڪڏهن بي آرام ڪري ڇڏيندي آهي."

اخبارواري جي ڪهاڻيءَ مونکي به بي آرام ڪري ڇڏيو. مان موٽي پنهنجي گهر آيس. آشا کي ٻيرانتي ڳالهه ڪري ٻڌايم. هوءَ منهنجو همدرداڻو رخ ڏسي منهن ۾ سونڊ پائي ڇوڪ لڳي، "پرائي زال لاءِ ڏاڍو تو هڏ ڪرڪيو."

مون هن جي ڳل تي هلڪي ٿڦڙ هڻي چيو، ”نس وري گاريون ٿي ڏين نه.“

وقت گذرندي ويرم لڳي ٿئي. مون وري اهو پوسٽ نه ڏٺو. نڪو وري هوءَ عورت ئي ٻاهر نڪتي ۽ آئي. ٻڌندو هوس ته هوءَ سڄو وقت چئن ڀتين اندر ئي ويٺي آهي. آهستي آهستي منهنجي دماغ جي پردي تان هن جي يادگيري ميسارجي وئي. اوچتو هڪ ڏينهن شام جو آفيس مان موٽڻ وقت هن جي گهر وٽ ٻارن جو گوڙ ٻڌم. اڳيان وڌي وڃي ڏٺم ته هوءَ ننڍو ٻانهيم پيس هٿ ۾ کڻي در وٽ بيٺي هئي. گهر ۾ سڀ ٿپڙ اونڌا ٿيا پيا هئس. هن جي بدن تي صرف اڃي چادر ويڙهي هئي، جا به ڪن هنڌان ڦاٽل هئي. سندس بدن آلو هو وار جهنڊولا پئي لڳس. ٻار چئي رهيا هئا ته سڄو ڏينهن سنان ڪيو اٿس. هوءَ پٽ پٽ ڪري رهي هئي ۽ گهڙيال کي پڇي رهي هئي. گهڙيال به ڪو اهڙو نامراد هو جو ڊائل خراب ٿي وڃڻ ڪانپوءِ به ٽڪ ٽڪ ڪري رهيو هو. هن مون ڏانهن شوڪي نهاريو ۽ ٻڙ ٻڙايو، ”مان ڇڙو پائي اچان، تلڪ ڏيئي اچان.“ ۽ پوءِ وڌو ٽهڪ ڏاڍيان. مان اتي وڌيڪ وقت بيهي نه سگهيس، لڪڙو لڪڙو گهر موٽي آيس. پنيان گهڙيال جي ڪرڻ ۽ دروازي بند ٿيڻ جو آواز ٻڌم. ساڳئي وقت ٻارن جو جهنڊ چئي رهيو هو، ”او چري ...... او چري!“

ايشور آنچل

# چهاءِ

اسٽيشن ڏانهن اُسهڻ کان اڳ هن دل ۾ فيصلو ڪيو ته هاڻ "نه" ڪندو. "ها" ڪرڻ ۾ هن کي پنهنجو ايمان ٽٽي نظر آيو. ڪيس فخر هو ته پيار ۾ هاڻ سدائين ثابت قدم پئي رهيو آهي. هن کي پنهنجي وفائيءَ تي ناز هو. "ها" ڪرڻ ۾ هنجي ان ناز کي چوٽ رسڻ جو امڪان هو، تنهنڪري هن پڪو فيصلو ڪيو ته هاڻ "نه" ڪندو. هنجي پتنيءَ کي سرگواس ٿئي اڃا ڇهن مهنن جو عرصو به مس گذريو هو، ته هو ٻيءَ ڇوڪريءَ کي ڏسڻ لاءِ وڃي رهيو هو. مرضي نه هوندي به هو وڃي رهيو هو. سندس عزيزن جڏهن ڪيس ٻيهر شادي ڪرڻ لاءِ ڏاڍو تنگ ڪيو تڏهن هن دل ئي دل ۾ فيصلو ڪيو ته ڇوڪري ڏسڻ مهل هاڻ اهڙيون حالتون پيدا ڪندو جو ان بعد ڪنهن کي به وري شاديءَ بابت ڳالهه ڇيڙڻ جي جرئت ڪانه ٿيندي.

سيٺ پرمانند جو اڪيلو پٽ ڪرشن فرسٽ ڪلاس جي گاڏيءَ ۾ ويٺي سوچي رهيو هو پنهنجي ودوا پڻ جي باري ۾. گهر مان سهي سنبري نڪرڻ وقت هن ڪيس چيو هو، "دادا، ناڪار نه ڪجو. ڇوڪري ڏاڍي

سڀاجهي آهي. ڏسڻ جي به هروڀرو خراب ڪانهي.
اجائي هوڏ نه ڪجو.“ اهو ٻڌي وڏوا ڀيڻ جي ڇهري ڏانهن ڪن لاءِ ٽڪٽڪي لڳائي نهاريو هئائين ۽ سندس چپن تي مرڪ ڊوڙي آئي هئي.

پونا ميل شواجي نگر پار ڪري چڪي هئي. هنجي موڪري لرڙ تي گهنج ٻٽجي ويا. سندس ڏسڻي ۽ وچين آڱر جي وچ ۾ جهليل سگريٽ چپن جو اوسيڙو ڪيڏي ذري گهٽ اجهامڻ تي هئي. آڱرين تي لهس اچڻ ڪري ساڄي هٿ جي ڏسڻي ۽ آڱوٺي وچ ۾ جهليل سگريٽ جو ٽوٽو هن چپن جي وچ ۾ آندو. دونهون گهاٽو ۽ هلڪو ٿي گاڏيءَ جي فضا ۾ پکڙجي ويو. دونهي ڏانهن ڏسندي هن ڪان هڪ اپـو ساهه اڪري ورتو ۽ خشڪ خشڪ سنهڙن چپن تي مشڪ سڏي ليڪ جيان پکڙجي وئي. پنهنجي ڪرنڊڙ وارن کي ڏاڍي هٿ سان لساڙيندي هو وري گهري سوچ ۾ غلطان ٿي ويو. هن سوچيو استريءَ جو من ڪيترو نه وچتر آهي....

سندس ڀيڻ کي وڏوا ٿئي گهڻو وقت ڪونه اسريو هو. هوءَ پيءَ جي گهر ۾ رهندي به ڄڻ ڌاري هئي. هن جو پتي موهن هڪ عجيب انسان هو. سڄي رات جاڳي الائي ڇا پيو لکندو هو ۽ پره ڦٽندي ئي گهر مان غائب ٿي ويندو هو. صبح جو سهاڳ جي گلن جي خوشبوءِ بدران هن جي ڪمري مان ٻڙن جي سڙڻ جي بدبوءِ ايندي هئي. موهن ٿوري ئي عرصي ۾ سلهه جو

شڪار ٿي ويو هو. مرڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ، هن پنهنجي پتنيءَ کي عزيزن جي روبرو چيو هو، ”ڀڳوان ساکي آهي ته مون توکي ڪڏهن به پتنيءَ جي روپ ۾ گرهڻ نه ڪيو آهي. منهنجي مرڻ بعد جيڪڏهن ڪو توسان شادي ڪرڻ چاهي ۽ جي تنهنجي دل ٿئي، ته شادي ڪري ڇڏج.“ وڌوا جي اها ڏندائڪ ڪهاڻي ڪيترن ئي نوجوانن لاءِ رومانوي بڻجي پئي هئي ۽ انهن مان جڏهن ڪن شاديءَ جي آڇ ڪئي ته هن ٺڪرائي ڇڏي هئي. اڄ اهائي سنڌس وڌوا ڀيڻ ڪيس ٻيهر شاديءَ لاءِ زور ڀري رهي هئي....

هن جي سهڻن چپن تي ڦڪي مرڪ ڊوڙي آئي. پونا ميل پنهنجي ڌن ۾ اڳتي وڌي رهي هئي.

”مڙون ڏيندا؟“

”هون؟“ ڪرشن کان هلڪو ڇرڪ نڪري ويو ؛

”ها“ چئي اخبار اڳيان وڌايائين.

ڪرشن ڏٺو ته سامهون واري سيٽ تي شڪرادائي ڪندڙ گهٽ خوبصورت ڪان هئي. هوءَ هلڪو هلڪو مشڪي رهي هئي. هن جي چهري مان ائين پئي ظاهر ٿيو ته هوءَ ڪهڙي به وڏي ڇرچي تي صرف مرڪي سگهندي. نهڪ ڏيڻ هن جي سڀاءَ جي خلاف هو!

”ڪا ضرورت ڪانهي.“ چئي هو وري ماضيءَ ۾ کوهجي ويو. پونا ميل ٽيليفون - تارن جي ٿنڀن کي پٺيان ڇڏيندي اڳيان وڌندي پئي وئي. ڪرشن جي دماغ

۾ ڪيترن مهينن جو جهونو واقعو ٿري آيو. انهيءَ واقعي
سندس زندگيءَ ۾ انوکي راحت ڀري ڇڏي هئي. پاڻ
ڏهن سينگاپور جي مسافريءَ کان موٽيو هو. ساڻس گڏجڻ
لاءِ مٽ مائٽ پيا ايندا هئا، ليڪن پاڻ گهر جي گوڙ
گهمسان کان پري الڳ ڪمري ۾ ويهي ڪجهه سوچيندو
رهندو هو. سوچڻ هن جي عادت هئي، جيتوڻيڪ استائي
روپ ۾ هن جي اڳيان ڪو موضوع نه به هوندو هو. ويٺي
ويٺي پنهنجو پاڻ ۾ گم ٿي وڃڻ هن جو سڀاءُ هو. هو هڪ
اهڙي ڪويءَ وانگر هوندو هو، جنهن کي پنهنجي ڪوتا
ڳوليندي به نه لڀندي هئي ۽ هو پنهنجي ڪوتا جي
تلاش ۾ هميشه ڀٽڪندو رهندو هجي. ڪيس اها به خبر
ڪانه هئي ته سندس ڪوتا جو روپ ڪهڙو هو. هن
گهڻيون ئي راتيون ساگر جي ڪناري چانڊوڪيءَ ۾
گهاريون هيون، اونداهين ۾ ويران پٽن ڏانهن هن گهڻيئي
پنڌ جهاڳيا هئا، ليڪن قدرت جي سونهن هن جي اسائيل
هردي کي راحت نه رسائي سگهي. اڄ به اڪيلو پنهنجي
مسافر آتما بابت ٿي سوچي رهيو هو ته سندس ننڍي
پوٽي موهني کلندي ۽ ساهيڙيءَ کي چوٽيءَ کان سوگهو
جهلي ڌوڪيندي اندر ڪمري ۾ آئي. سندس ساهيڙي
شرم کان ڳاڙهي ٿيندي ٿي وئي. هن سڃاتو ته هو ڪملا
هئي. موهنيءَ پنهنجا ٽهڪ روڪيندي چيو، "دادا،
سڃاتو ٿا هن کي؟ جڏهن توهان گهر ۾ پير پاتو آهي، تڏهن
ٿي هن اسان جي گهر ۾ اچڻ بند ڪيو آهي."

موهني ٽورو ٽرسي وري چيو، "دادا خبر اٿو، هن جا ڪيو آهي؟ هو جو رامچند جو پٽ موهن آهي نہ، هن سان پنهنجي مائٽي هن موٽائي ڇڏي!" اهو ٻڌي ڪرشن کي بيحد عجب لڳو. ڪملا.... خوبصورت ڪملا.... گلن جهڙي نفيس ڪملا... جا ٿوريءَ ڳالهہ تي بہ شرمائجي ٿي وڃي، ان ۾ ايتري همت ڪٿان آئي؟ ۽ موهن.... هن ڪملا سان شادي ڪرڻ چو ٿي چاهي جڏهن ڪملا جي پتا جو موهن جي پتا کان ڏنڌي ۾ دوکي جي ڳري صدمي سبب موت ٿيو هو؟ موهن جو پتا ستت ئي جڳہ جو جس وٺڻ وقت نہ ماڻي، دل ٽٽڻ سبب گذاري ويو هو. موهني ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر وئي ۽ پاڻ ڪملا کي ڇڏي ويٺو.

"هي سڀ تو ٺيڪ نہ ڪيو!"

"مونکي سڌ آهي." ڪملا ڪنڌ هيٺ هوندي ئي جواب ڏنو.

"خبر هوندي بہ تو ائين ڪيو!"

"ها."

"سبب ٻڌي سگهان ٿو؟"

"موهن مونکي غريب سمجهي مون تي دَيا ڪرڻ ٿي چاهي."

پونا ميل هڪڙن اسٽيشن کي پٺتي ڇڏي اين جي ويجهو پولدي ٿي وئي. ڪرشن پنهنجي ئي خيالن ۾ مڳو، گاڏيءَ جي رفتار کان بي خبر هو.

"توهين ٻمبئيءَ رهندا آهيو؟" ساڻهون سيٽ تي ويٺل ڇانئين ٻيهر سوال ڪيو. ڪرشن ڪنڌ ڌوڻي "ها" ڪئي.

"هن جو آواز ڪيترو نه مٺو آهي!" هن سوچيو، ڪملا... ڪملا جي آواز ۾ به ڪيڏو نه مٺاج هو! هنجي دل ۾ ڪيڏو نه آئر سمايل هو! هوءَ سندس طبيعت ۾ ٻيهر وڻي هئي. الڪري ساڻس شادي ڪرڻ جي ڳالهه گهر ۾ ڇوري هئائين. ڇوڪريءَ جي مائٽن سان ڏيتي ليتي ملڻ جي اميد به گهٽ هئي. سندس پتا جي ناتي سان ڪملا جا مائٽ برهمڻ نه ٿي سگهيا. ان ڪري ڪيس اها شادي منظور نه هئي.

پونا ميل کي هلڪو جهوٽو آيو ۽ وري اڳتي جيان هلڻ لڳي. سيٺ رامچند کي آخر پٽ جي هٺ اڳيان هار ڪاٽڻي پيئي. هڪ ئي پٽ هئڻ ڪري آهو ڪرڻ هن لاءِ ڏاڍو مشڪل هو.

"توهين چانهه پيئندا؟" هن ڪنڌ کڻي مٿي نهاريو ۽ ڪنڌ جي لوڏ سان "ها" ڪئي. ڪيس هنجون اکيون ڏاڍيون موهيندڙ لڳيون. گاڏي ڪرجت کان چڙهي. چانهه جو پيالو هٿ ۾ جهلي هوءَ وري خيالن ۾ سمائجي ويو. شاديءَ جي پهرين رات هنن تهڪ ڏيئي گذاري هئي. اها رات ڪيتري نه سٺي هئي. ۽ ڪيڏي نه مختصر! ٻنهي جڻ خيالي جوڙ گهڙيون حسين لڳيون ۽ گذاريون هيون. وقت جي رفتار جي ڇڪ کان ٻيئي بي سڌ هئا.

پونا ميل دستور موجب هوا سان ڳالهيون ڪندي اڏامندي پئي وئي.

”توهان چانهه نه پيئندي!“

”هون“ چئي ڪرشن چانهه پيءِ ڪوپ ٽري (TRAY) ۾ رکيو ۽ سگريٽ دکائي ورتي ويچارن جي وس ٿي ويو. ڪملا کي ٿورو بخار ٿي پيو هو. سندس سارو ڌيان ڪملا جي فڪر ۾ ئي گذريو.

هڪ ڏينهن دوا جو وزن وٺندي ڪملا پڇيو هو، ”مان جيڪڏهين مري وڃان ته توهان ٻي شادي ڪندءُ؟“

انهن پلڪ ڪملا جي اکين ۾ اکيون اٽڪائي، ساڄي هٿ سان کاڏيءَ کي ٿورو مٿي جهلي چيو هئائين، ”چريو، توکي مون تي وشواس نٿو اچي؟“

گاڏي ڪلياڻ کي ويجهو پهچندي پئي وئي. هنجي ماضيءَ جو باقي باب؟.... هنجي اکين اڳيان سئنيما جي چترن جيان ڦري ويئي زندگيءَ جي اها رات، جڏهن هنجو چندرما هميشه لاءِ اَست ٿي ويو. ڪملا جو پيٽ جي سور سبب ڦٿڪڻ، دانهون ڪرڻ ۽ صبح ٿيندي ئي سندس زندگيءَ جو ديپ اُجهامي وڃڻ سندس اکين آڏو ٽري آيو. ڇهه مهنا اڳ جو اهو واقعو ياد ڪندي دل ۽ پيڙا وچان هنجو هنياءُ ڀرجي آيو. سندس اداس اکين ۾ آب آيو. هن رومال سان اکيون اگهڻ چاهيون.

رومال ٽڪنڊڙ هٿن مان ڪري پيو. ڇوڪريءَ لڪائڻ لاءِ هن ڊپيءَ کان ٻاهر نهاريو.

پونا ميل دادر اسٽيشن ڇڏي اڳيان وڌي رهي هئي. ڪملا جي موت بعد هن پنهنجي زندگيءَ ۾ وڏو خال محسوس ڪيو هو. سندس زندگيءَ مان ٽهڪ مرڪلائي ويا هئا، اڪيلائيءَ هن کي تنگ ڪري ڇڏيو هو. ان هوندي به هن ڪڏهين ٻيهر شاديءَ بابت ڪونه سوچيو.

”رومال توهانجو آهي؟“

”ها، مهرباني“، رومال وٺندي سندس هٿ هن جي هٿ سان ڇهجي ويو. ٻن هٿن جو ڇهاءُ! عورت جي هٿ سان پرش جي هٿ جو ڇهاءُ! هن محسوس ڪيو گويا چندرما جي چهري تان ڪڪر هٽي ويا ۽ پرڪاش جون ڌارائون ڦٽي، ڦهلجي هن جي انگ انگ کي جهمڪائي آئيون. هن جو پريشان من مسرت جي لهر سان ٻرجي ويو. هن سوچيو، ”عورت ڪيڏي نه مهربان آهي! اُن جي نفيس ڇهاءَ جي نزاڪت سندس اڳ ڪيل فيصلي تي ڇانئجي وئي.

پونا ميل ٻمبئيءَ اسٽيشن تي پهتي. ڇوڪريءَ جي مائٽن ڏٺو نه ڪرشن جو چهرو ٻهڪي رهيو هو.

# فرنيچر

اڄ ديوان گوبيچند جي گهر ۾ ڪولاهل مچي ويو آهي. هونئن ته اتهيءَ گهر جا ڀاتي سڀئين ٻجي ٽس ڪر موڙيندا آهن، مگر اڄ ننڍو وڏو اکيون مهٽي بستري مان اٿيو آهي. خود ديوان صاحب، جو نيم اوسار ڇهين کان لوين ڳائين جپ ۽ گيتا جو پاٺ، درياهه شاهه جا پنجڙا ۽ شاهه جون سماجانون، شلوڪ ۽ ٻيون اچاريندو آهي، تنهن کانپوءِ مڙهيءَ جي چادر ويڙهي ٻاهرئين تلهي تي اچ وڃ ڪندي پيٽ کي پرڀاتڻ لاءِ هٿڙا گهمائيندو ۽ مڪڙون هڻندو آهي، سو پڻ گرون پيرن کان اڳ ڪو ڏينهن مهلت وٺي دائمي قبضيت کي مولا قبض ڪشا جي حوالي ڪري، ٻينگي مستريءَ والڪر هڪل ڪرڻ ۾ جنبي ويو آهي. پاڙو اوڙو آهي حيران ته ديوان جي گهر ۾ ڪهڙي ڄڃ مچ اچڻي آهي، جو مڙس ڪٿا ٻه ٽٽا پڇن.

ڳالهه هيئن آهي ته ديوان صاحب ڏهن ورهين جي لڳاتار غور پڄاڻا قطعي فيصلو ڪيو آهي ته سندمان آلدل فرنيچر دهليءَ کڻائي وڃي. جيسين مرڪزي سرڪار جي وديش کاتي ۾ ملازمت هئس، تيسين هند سرڪار جي ليکيءَ ۽ وراڻيءَ آلوسار ٻار ٻار ٽن من هڻندي ۽ صلاح

مصلحت ۽ بحث مباحثو ڪندي ۽ انهيءَ اهم مسئلي جو
ڪو جوڳو حل ۽ تدارڪ ڳولي نه ڪڍيو هئائين. ڪيس
جاڻ ڏني ڪانه هئي ته سرڪار نامدار چوهٺ ورهين جي
ڄمار تائين سال ۾ سال قسطون ڪري وهائيندس. اوائل
۾ سندس اُميدو هو ته ست ورهين پڄاڻا رخصت ملنديس.
مگر سندس پينشن جو معاملو اهڙو اينگهجي پيو جو چار
ورهيه وڌيڪ رکيائونس ۽ تنهن کانپوءِ ٻه ٻه ورهيه وڌيڪ
ڊوڙ ۽ آداب عرض ڪندي معلوم نه ڪري سگهيو آهي
ته آخر ڪيتري پينشن ملندي پوندس. مگر اها خسيس ڳالهه،
آهي جنهن لاءِ هند سرڪار - جنهن جي سگهارن ڪلهن
تي ايڏا ته بوجا آهن جو اُن ته ڇا پر هاٿي به پورڪي
پوي - تي انگشت نمائي ڪرڻ احسان فراموشي ٿيندي.
هرحال هن وقت ديوان جا ٻه پٽ دهليءَ ۾ نوڪريءَ ۾
لڳا آهن ۽ اُڏائي ڪمرا پڻ رهڻ لاءِ الامت ڏنا آهن، جنهن
ڪري اجمير مان نبيرڙ سونڻ خلاف ڪا واجبي حجت اُٿاري
نٿي سگهجي. البت ائين آهي ته اهو اهم فيصلو پنج
سالي پلان جيان قسط ۾ قسط عمل ۾ آندو ويندو. يعني
ته سموري لڏ هڪ ئي وقت نه پوندي، مگر ايندڙ ڇهن
مهنن اندر انکي تڪميل جي ڪڙيءَ تي رسائبو.

الهيءَ ڪارڻ حال في الحال رڳو فريئر پوئڻ جو
فيصلو ڪيو ائن ۽ نهايت سنجيدگيءَ ۽ صبر سان ڪرسين،
ميزن ٽپائن جو ڍير اڇي اڳڻ ۾ ڪٺو ڪيو آئن. ديوان
جي زال مائي پوپٽي الهيءَ ڪاٻاري تي نظر ڦيرڪي، نڪ

۽ ناس جي چپٽيءَ سان اُڀرڪندڙ ارمان ۽ حسرتون
دٻائي پنهنجي لاڪيٽي مڙس کي مخاطب ٿي چوي ٿي،
”آنند پيءُ، هن ڪرسيءَ جو ٽرو ٻارهان سال اڳ ڇڏي
ٻيو هو. جڏهن شيشهن کلهي هئاسين، تڏهن اهو ٽـرو
ڪو نہ وجهايئہ. هاڻي الهيءَ مندي ڪرسيءَ ڪـٽڻ مان
ڪهڙو سود؟“
”آنند ماءُ، جيڪڏهن سياڻي آءٌ توسان الوداع ڪري
چوان نہ هاڻي تون ٽرمر ڪاٺي ڏيئي وڃي ٻيٺي آهين
۽ باقي نہ رهيو اٿيئي لاءِ نہ ساءِ، تہ اهـــا ڳالهہ توکي
آئڙندي؟ اسان جهڙي عقلمند مئجسٽريٽ سـان جمار
گهاري اٿيئي ۽ اسانجي ذهنيت مان ٻخوبي واقف آهين،
تنهن هوندي بہ اهڙي چـپائي توکان ٿي ٻڇي.“
”آءٌ تہ ٽيس چـسي، پر تو وٽ بـــہ اهڙيئي جهولي
ڀراڻي عقل جا انبار اچي ٿيا آهن، جهڙو اهو ڪـاٻارو.“
آنند ماءُ ٻالهن سان وراڪو ڏيئي چيو.
”پر ٻڌندي، هن ٽپائي جي ٽنگ منيءَ جي ٻنگلي
۾ رهجي ويئي ۽ ٻي ٽنگ جو مرو اُڏوهي کائي ويئي
آهي.“ ديوان جي ٻياڻيءَ چيو.
”ٻابا، توکي ڪهڙي سڌ! تون چولڙي ۾ ٻانبڙا ٻانيندي
هئينءَ تہ آءٌ انهيءَ ٽپائيءَ تي قلم هلائيندي ۽ آءِ-بي-سي
جا قلم لڳائيندي فتوائون لکندو هـوس. هڪ دفعي
رئيس جمعخان جهڙي ڏگـہ مڙس کي چـهہ مهينا ٽيپ
ڏيئي ڇڏيم. هاڻي اها ٽپائي جمعخان جي صورت ٻاڻ

سان ڪڏهو پيئي گهمي ۽ اساڻي اڳوڻي اوج جون سڪون
پيئي لاهي."

"ڪيا بات! سهي پڇاڙا اساڻو اوج پڻ اُڏوهي ڪائي
ويئي آهي. ۽ هن پيڙهي ۾ اساڻو بخت به ڪرسيءَ
جهڙو ئي لنگڙو ٿي پيو آهي." ديوان جي نڊي پاءُ آکيو.

"توهين سو... سو.... چيو ته ته سهين، اڙا اڙا ڪ ڪ
ڪرسي، ج ج جڏهن جون ٻ ٻ ٻ آنهون ڪ ڪ ڪري
پيون ا ا آهن، س س سا ڪڪهڙي ڪ ڪم ايندي."
ديوان جي ٻاڻي ٻٽ چيو.

"ٻٽ، جي آءُ، اڙا ڪرسي ته سانڍيان ها ته ماڻهين
جي پيٽ مان ڏڱو گولڳا ۽ ٻوڙا اڪرن ها. آنند ماءُ
تون ئي ڪٺي ٻڌائيندس ته هن ڪرسيءَ جو مهتو ڪيڏو
نه اوچو آهي!" ديوان وراڻيو.

"اڄايو ڪٺي اِلهيءَ ڪاٺ نڪر ڪـي چڱ چاڙهيو
الس." آنند ماءُ ڪسارو مڻهن ڪري چيو.

"تڏهن تون اسان کان به اَڪابر ساماڻي آهين؟"

"جي هڄي ها تو ۾ ڪر ته جهار چٽا ڪونه چپيون
ها. اهڙي ماجسٽريٽ ڪان مڃاري چگو،" آنند ماءُ نڙڪ
جواب ڏنو.

"اسان غلطي ڪئي. ويڻي ڪاني لولن لڏگڙن جو گلر
لڏهڄي پلاڊ ۾ وجهون ها ته لاشڪ تون اساڻا چـرن
چمين ها."

"ڪرسيءَ جو ٻارن سان ڪهڙو تعلق آهي، سو تـه

اسانجي مغز ۾ ئي نٿو ويهي؟" چتروءَ چيو. ديوان جي پٽ ۽ ڌيءَ الڪي ٽهڪ ڏنو.

"چڱو، توهين ماٺ ڪري اُهن ڪرسين تي ويهو ته آءٌ توهان کي پنهنجي حياتيءَ جي هڪ سچي وارتا ٿو ٻڌايان." ديوان اهي لفظ چئي آرام ڪرسيءَ تي ويٺو.

"آءٌ ته اهي آسرواڻيون ٻڌي ڍنجي پيئي آهيان،" آنند ماءُ نڪ کان ناس رئي جي پلاند سان اگهي رڌڻي طرف وئي.

ديوان گوپيچند پنهنجي ٻارَ، پٽ، ڌيءَ کي مخاطب ٿي چيو، "هاڻي ڪن لائي ٻڌو. اوائل ۾ جڏهن آءٌ نوڪريءَ ۾ گهڙيس ته ٻين ڪلارڪن وانگر غريب جي ڳئي جا ٻه آنا ٻه کين ڇڏيندو هوس، پر ڪيس ڪاٺڻ لاءِ هجي ڪي نه هجي. تڏهن چيلو جاڻو جو ٻوڙو آهي ۽ ٻيو ٻُنيو. سڀ پڇاڻان آءٌ مختيارڪار ٿيس ۽ ٽرم ۾ ٽالو ڪيم. آفيسر به مونتي مهربان هوندا هئا، ڇاڪاڻ ته آءٌ سندن رسائي ۾ ڪو ٽاهي ڪانه ڪندو هوس ۽ سندن حڪم جي تعميل خاطر زمين آسمان هڪ ڪري ڏيندو هوس. هڪ دفعي ٻه ٻهرن جو اُنهيءَ آرام ڪرسيءَ تي بافرحت ويٺو هوس ته چيلو ٻر ۾ ويٺو ۽ چوٿين ڪتاب مان سبق جي ڪن لفظن جي معنيٰ پڇڻ لڳو. مون وس پڄندي وڏي آواز کيس معنائون ٻڌايون، مگر ٻوڙي هئڻ سبب هو انهن کي پورو جهٽي نه سگهيو. ٿوروئي پوءِ گرميءَ سبب منهنجي اک لڳي وئي ۽ انهيءَ ڪچي

ننڊ ۾ ڏٺم تہ ڇيلي جي وات مان رت پيو وهي. مان ڏڪي ويس ۽ اک کلي پيئي. مون گهڻيئي ڪوشش ڪئي تہ انهيءَ خواب جي تعبير ڪريان مگر ڪامياب نہ ٿيس.

”شام جو ستين بجي ٽرجو هڪ ڪرنگ. زميندار مولوت اوطاق ۾ گهڙي آيو ۽ چيائين تہ مٿس، پيو ٻن پهانڪا جو ڪيس داخل ٿيل آهي، سو آءٌ لئہ متي ڪري ڇڏيان ۽ سندس عيوض صالح چاڪيءَ کي ملزم بنائي چارج رکان. مونکي جاڻ هئي تہ اهو ناحق ٿيندو، صالح اشراف مگر غريب هو. مون لاءِ آسان هو تہ هڪ اهڙو شخص جنهن کي ڪس نہ پرسد، جيل اماڻيان. سنڌ ۾ اهڙا ڪم عام جام ٿيندا آهن. خوني خون جي ڏوهہ کان ڇٽيو وڃن ۽ بيگناهہ مسڪين اڙيءَ ۾ اچيو وڃن. ڏوهہ جڏهن عام ۾ ڦهلجي ويندو آهي تہ ڏوهہ ٿي نہ ليکبو آهي، بلڪ ماڻهو اُن تي فخر ڪندا آهن. تنهن هوندي بہ مونکي اندر ۾ ڇهنڊڙي پئي ۽ آنا ڪاني ڪيم. وڏيري علي بخش مون اڳيان ٻهراڻ هڪ سؤ جو نوٽ رکيو. مون دل ڏاڍي ڪئي. پوءِ ٻيو نوٽ رکيائين تہ منهن ڦيري ڇڏيم. جڏهن ٽيون نوٽ ڪڍيائين تہ ذرا دل لوڏو کاڌو ۽ چوٿين نوٽ ٻڌڻ ۾ وجهي ڇڏيو. آخر جڏهن پنجون نوٽ اڳيان رکيائين تہ آءٌ بي ايمان ٿي پيس ۽ منهنجن هٿن بي اختيار اهي نوٽ کڻي کيسي اندر داخل ڪيا. اهي پيلا نوٽ ڪي ڪاغذ جا ٽڪر نہ هئا، مگر انهن ۾ ٽئين عمارت جا ڪٻٽ ۽ آرسيون سمايل

هيو. دل ۾ چيم، جي گهر وڃي حضرت فلوس جي اهڙي ٻاران ٿيندي آئي ته ڪراچي بندر روڊ ايڪسٽينشن تي بنگلو ونندس. شايد ڪو وقت اچي جو موٽر به خريدي سگهان ۽ ٻارن کي ولايت ۾ تعليم لاءِ موڪلي سگهان. مگر ٻارن جي خيال اچڻ سان ترڪڻ ۾ ڳوڙهو اچي ويو. مونکي اڳ اهڙي رشوت ملي ئي ڪانه هئي. واقعي مون جهڙي ننڍي عملدار لاءِ اها وڏي رقم هئي. سو ٻاهران وڏيري تي احسان ڪندي اهي نوٽ کڻي کيسي ۾ وڌم ۽ ٻئي ڏينهن وچاري صالح کي بي گناهه ٽيپ ڏيئي ڇڏيم.

”ڪجهه ڏينهن گذريا ته آءٌ اهڙيءَ سانجهيءَ آرام ڪرسيءَ تي ويٺو هوس ته جهوٽو اچي ويم. ڪنڌ ڪوٺ طرف ڳري ٿيندي آهي ۽ اکين جو سٽهو ڏڌ ڦهير آڻيندو آهي. مان صبوح جو اڪراڻي سان ٻيدو ڳائيندو هوس ۽ مجهند جو ڏڌ ۽ منڊ جي چانڊي سان ڳاڙهي جوٽر جو ٻوڻو. مونکي ڪم هوندو هو گهڻو، سو ڪلاڪ ٻه ڪم ڪرڻ عيوض، اهڙيءَ ڪرسيءَ تي ئي ٻاءُ اڌ ڪلاڪ ليٽي پوندو هوس. هن دفعي اک مس لڳي ته هڪ جهور پيرسن جنهنجي منهن جا ڏکها وار ڪيلاش جي برف جهڙا سفيد هئا ۽ شڪل ڪيڙيل ڪيت جهڙي گهنج گهنج، سو اچيان لت جي آڌار تي بيٺل ڏٺم. هن هڪوار مون ڏي نهاريو ۽ پوءِ چيائين، ”ديوان، هڪ ڳالهه ٻڌ، ٻيو گونگو جانءِ، اچا ڪين سگهين؟ اهن ٻوڙن ۽ گونگن

لاءِ تو پاڻ تي اهڙا پاپ چاڙهيين؟ مٿي پڇاڙا اهي اچي تنهنجي وڪالت ڪندا ڇا، ته ڪهڙي ڪارڻ تو بيگناه مسڪينن سان ڪلور وهايا ۽ خلق آزار شاهوڪارن کي چومت چاڙهي آدم ذات سان اڌرمه ڪيو؟“

آءٌ اجا خواب ۾ ئي هوس ته پيرمرد کي ورندي ڏنم، ”تون ڄاڻين ٿو ته آءٌ نڪي زناڪار آهيان، نڪي رهزن ۽ خوني. پيٽ خاطر نوڪري ٿو ڪريان. اٿئين ڪوبه ته ڏٺي اعاليٰ ومت پلارن انسان جي اٽانه آهي، جو مون جهڙي رواجي ماڻهوءَ کي هن ڪرسيءَ تي وهاريو اٿن. مون کان وڏا عملدار به رشوتون ٿا وٺن ۽ اسين زبردست خود سندن رسائي ڪيو اچون. اهي ڪم حق انصاف سان نه ڪين ٿيندا؟ سرشتوئي اهڙو آهي- بلڪ خود خدا سرجيون ۽ باز خلقيا ئي انهيءَ لاءِ آهن ته ڪمزور پکين کي ڦرڪائي وڃن. جهنگ ۾ شينهن هرڻ ٿو کائي ۽ مگرمڇيون. دنيا ۾ ٻين ذات آهيئي ڪانه. هي جيون آهيئي سنگرام- گهور سنگرام- جنهن ۾ ڏاڍا هيڻن کي هضم ڪري ٿا وڃن. آءٌ شير ٿيڻ و ڏيڪ پسند ٿو ڪريان، انهيءَ کان جو گگدام ٻڌجي زوراورن جي قوت لاءِ لقمو ميسر ڪريان. جنهن دنيا ۾ اسين رهون ٿا، ان ۾ ايمان، انصاف، سچائي ديانتداري بي معنيٰ لفظ آهن ۽ جيڪو ڪم عقلي يا ڀٽي ڪنهن سبب انهن تي عمل ڪندو سو جمار ڀر ڏکيو، ٻکيو، ذليل ۽ مظلوم رهندو. واقعي هن

سماج ۾ اشراف لاءِ جڳهه ڪانهي. آءٌ ڄاڻان ٿو ته اهڙي سرشتي ۾ ڪا خوبي ڪانهي. مگر آءٌ ڪو ألاه ناهيان، جنهن اهڙي منحوس دنيا خلقي هجي، لڪي مون ۾ ايڏي سگهه آهي، جو ان کي بدلائي سگهان. ويچاري بندي جي ايڏي مجال ڪانهي جو ايمان جو آدرش ميٽي سگهي. تنهن هوندي به منهنجن پٽن جي پوڙهي گولگي هئڻ جو رشوت سان ڪو لاڳاپو آهي ته آءٌ اها ٻڌائڻ لاءِ تيار آهيان. البت ان لاءِ توکي ثابتي پيش ڪرڻي پوندي. ڇاڪاڻ ته مئجسٽريٽ ثابتيءَ بنا ڪا ڳالهه نه مڃيندو آهي. توکي ياد ڪرڻ گهرجي ته آءٌ آهيان اول مئجسٽريٽ ۽ پڻ آخر مئجسٽريٽ. باقي وچ ۾ ٻيو آهيان يا ناهيان، تنهن کي خاص اهميت ناهي. اڪي توکي انهيءَ تي ڀاڙڻ ئي گهرجي."

جيئن مون ڳالهائي بس ڪئي، تيئن پيرمرد صبر سان ٻڌو. سندس ڪنڌ جهڪيل هو ۽ هڪوار اک مان لڙڪ لڙي پيس. پوءِ ري ڇنيو ڏيمي آواز ۾ چيائين، "انسان پنهنجا عيب الله مٿان مڙهي پاڻ گناهه ٿو ڪري. تون رشوت وٺڻ بند ڪر ته توکي سالم ٻار ڄمندا."

"درويش، آءٌ مئجسٽريٽ، ثابتي پيش ڪر ته آءٌ به رشوت وٺڻ ڇڏي ڏيان. آءٌ پڪو ڪونه آهيان جو پيلي هڙ کي هرج رسائيندس."

"ٻارهن مهنا رشوت ڇڏي، ڏس ته تنهنجو وياءُ سالم آهي يا نه. آزمائي ڏس."

"انهن چئي پيرمرد غائب ٿي ويو ۽ منهنجي اک کلي پيئي. پوءِ مون رشوت وٺڻ ڇڏي ڏني ۽ اڄ تائين هڪ پراڻي پائي به نه ورتي اٿم. انهيءَ وچ ۾ مونکي ڪو ٻار ٿيا آهن، جي ڪي انڌا ڪي معذور ڪي ٻوڙا ڪي گونگا آهن. سو اها آرام ڪرسي توهان جي تولد خواه صحت جي نشاني آهي. هاڻي ٻڌايو ته اها ڪيڏي باهر ڏيئي ڪريان يا جيءَ سان سانڍي رکان؟"

ديوان جي ملوڪ مک مان اها آکاڻي ٻڌي سيٺيئي چپ ٿي ويا. سندس نياڻي ته پيار وچان ڪنڌ لوڏ اچي ٻڌ ۾ بيٺس ۽ ديوان سندس مٿي تي هٿڙو گهمايو. پوءِ سيٺيئي ڪڻ پاه ۾ مشغول ٿي ويا ۽ اهو پراڻو پڳل اڌوهي کاڌل فرنيچر لوڙهن سان سوگهو ٻڌي بيل گاڏين تي ٽيوني اسٽيشن تي بڪ ڪرائي آيا. هفتو کن اهو فرنيچر گڊس يارڊ ۾ پيو هو ۽ آخر جڏهن ڌهليءَ پهتو ته انهيءَ آجيان لاءِ ديوان خود بلٽي کڻي آيو هو. ارمان ته انهيءَ لمبي سفر وچ ۾ ڪٻٽ جي ڪمر ۽ ٽپاين جون ٽنگون ٽٽي پيون هيون ۽ ڪرسين جي پٺ ميز جي تختن سان ٽڪرجي ڇيهون ڇيهون ٿي ويئي هئي. ڪجهه وقت ته ديوان انهيءَ ماجرا تي غور ڪندي لنيءَ ۾ پئجي ويو. مگر قلب مان آواز آيس ته ارمان ڇا جو؟ اهي ٿي ته منهنجي لمبي جيون جي سوکيم سمرتين جو اسٿول روپ آهن. انهن آهي ڇا ته هن وقت منهنجو شرير جو

ٻيو ۽ رستو آهي تنهن کي ٻاهر ڦٽو ڪري اڇلائين؟
”هائو“، اهي ميزون ڪرسيون ۽ سموري سامگري بڻ
آهي شرير، جنهن سان گڏ گهارجي ٿو، ۽ انسان کي
هڪ نه پر گهڻيئي شرير آهن ۽ هرهڪ کي پنهنجي
اهميت آهي.

پوپٽي هيرانندائي

# برهما جي پل

هيما هڪ پل هئي. انسان ۽ سندس چرتر جي پل، سماج ۽ سندس ليمن جي پل، برهما ۽ سندس سرشٽيءَ جي پل ... مطلب تہ هوءَ پل ئي پل هئي.

هيما جي ماتا جو نالو ڪنچن هو. ڪنچن جو نالو تہ سونو هو، پر هن جو مک ۽ هن جو شرير بہ سونو هو. اهو سون جو ٽڪرو انسان ۽ برهما جو چوڪن جو مرڪز بڻجي پيو.

چندرما جيان سيتل ۽ صاف مک ڪٽي ڦرلدڙ ڪنچن پنهنجي چاچي وٽ سنڌپور جي امدي شهر ۾، نيدي پر صاف سٿري گهر ۾ رهندي هئي.

هڪ رات جو جيئن هوءَ دڪان تان بتيءَ جو ليل وٽي موٽي رهي هئي، ليڪن سڪو نشئيءَ مٿس پنهنجو چمبو رکيو. پر سون ان پاڻ مان لڪري آيو. سڪوءَ کي پوري وقت تي وچون ڏنگيو ۽ ڪنچن پڇي لڪري آئي. پڇندي پڇندي پهر گذري ويو. هوءَ گهر پهچي ئي پهچي، تنهن کان اڳ پاڙي ۾ خبر ڦهلجي وئي تہ ڪنچن سڪوءَ سان ڀڄي وئي آهي.

اڌ رات گذري وڃڻ بعد جڏهن هوءَ سهڪي سهڪي

اچي گهر جي در وٽ ڪري، تڏهن جوري ۽ ٻچا آئي نه پهه اچي حاضر ٿيا. دريافت ڪرڻ بعد ڪنڍڻ جي برخلاف فتوي پاس ٿي ويئي. سماج جي ڪورٽ ۾ ڏوهيءَ پاران وڪيل ڪرڻ جو رواج نه ٿيندو ني ڪونه آهي، پوءِ ڏوهيءَ کي ٻي ڏوهي ڪير ثابت ڪري؟

ڪنڍڻ جي بيان تي ڪنهن کي به اعتبار ڪين آيو. اعتبار ڪن به ڇو؟ جڏهن هنن کي وڏندڙ ڪوڙ پيارو هو، تڏهن ان کي قربان ڪري اٿوڏندڙ سچ ڪـي ڇـو پڪڙين؟

ڪنڍڻ جي چاچي ڪيس در اندر پير ڌرڻ نه ڏنو. ”شريف گهر ۾ اهڙي ڇوڪريءَ جي رهڻ جـي ڪابه جڳهه ڪانه ٿيندي آهي.“ ڪنڍڻ ٻاڏائڻ لڳي، ”ڪاڪا، سڀڪو لشٽيءَ منهنجو واٽ ٻڌي ڇڏيو هو. مان ڀلا ان سان ڪيئن ٿي ٻچي سگهيس؟ ڪاڪا، ڀڳوان جـو سنهن! منهنجي ڀڳوان پت رکي ورتي. ڪاڪا، مان اڃي جيان نردوش ۽ نرليپ آهيـان.“ .... ڪاڪي در بند ڪري ڇڏيو. ”چوري، ڇري ڪنهن جاء جي!“

ڪنڍڻ در وٽ مٿو رکي زندگيءَ پـر جون آلسون وهايون. ”ڪاڪا، مولکي بدا ڏوهه اهڙي سزا نه ڏيو. ڪاڪا، مولکي بي پناهه نه ڪريو....“ برهما استريءَ کي استري بڻائي مٿس ڏوهه جو ٽپو هڻي ٿي ڇڏيو هو. انسان ڪڏهن به استريءَ کي اي ڏوهي ثابت ڪرڻ جو وجهه ڏيڻ لاءِ تيار نه ٿيو.

ٻاڙي جي استرين ۾ نئولي مچائي ڏني. هينئر ۾ ٻگوان ٻڌي هئي. ڪيترن جو سون جي ٿول جهڙو شرير ڏسي هو حسد وچان ٻوسرندا هيون. استريءَ جو سياءُ ۾ هڪ عجيب چيز آهي! ٻيءَ ڪنهن استريءَ جو گڻ ڪائنس سٺوئي نه وڻندو آهي. ٻاڦي جي اوگڻ پيٽوس ۾ هڪدم خوردبيني ٻڻجي اُن کي لڀو ۽ وڏو ڪري ڏيکاريندي!

ڪيترن جون ساهيڙيون ۾ خاص طرح هن جو مذاق اُڏائڻ لڳيون. سچ لڳو ۽ سڀيها آئي. شام ٻهڻجي هم جنس استرين جو هيءُ جاهلپڻو ڏسي اچ وچان ڳاڙهي لعل ٿي ويئي.

سڄي شهر ۾ ڪيترن جو هڪ ۾ همدرد ڪونه هو. دنيا ۾ ڪهڙي نه عجيب آهي؟ جڏهن ڪيترن ٻولـر هئي، تڏهن سندس چوڌاري فرلانگ انسان اشارن ۽ ڪندن لفظن جي مدد وٺي زبردستيءَ اَپـوتر ٻڻائڻ جي سازش سٽي رهيا هئا؛ جڏهن هن مٿان اَپوترتا جو داغ زوريءَ هنيو ويو، تڏهن ڪيس ٻولر نه. هڪڙي جي ڏوه هيٺ اهي ساڳيا ئي انسان سزا ڏيئي رهيا هئا! ان ڏينهن سڀيها گهڻو وقت اچي لري نه سگهي. ستارا آيا. ڪيترن جو هردو دک ۽ ايمان وچان جلڻ لڳو ۽ ان آگ ۾ ڪاڻ جڻي ڪاڻ هئي. فقط دم گهٽيندڙ دونهون هو. ان دونهين جو پاڇو جڏهن ڌرتيءَ تي پيو تڏهن ستارا ٻجي ويا. ٻوڙ پاڻي ٻادلن وٽ وڃي ڇپائون،

”جلدي هلو. زمين جلي رهي آهي. هلي ٻاهر وسايو.“ ٻادل ٻه ڀڄندا آيا. وچ روٻي اک کولي هيٺ نهاريائون ته ڪرهائي اٿيا. ”اي ستارو! هيءَ آگ اسان کان نه ٻجهندي. هيءَ دونهون ٻري ٻري ٿائين پکڙجندو ويندو ۽ هن ۾ گهٽيٽي ٻران گهٽجندا رهندا.“ ٻادلن جا ٻه چار ڳوڙها هيٺ ڪريا ۽ هو هليا ويا.

ڪڇن در جي ڏيوڍيءَ تان اٿي. زندگيءَ سان اڪيلي سر اڙڻ لاءِ هوءَ سنڌري، پر لهر ڪڏهن ٻهاڙ مٿان سوپ پالي آهي؟ ڪڇن در در جي نوڪر ڪاڏي. شيطاني هٿن ۽ ٻوڙگي آشرمن ڪيس وڪيو ۽ خريد ڪيو. هڪ ڏاڪو هيٺ ٻيٺل انسان کي نه. ڏکو ڏيٺي صفا ٽري ۾ اڇلائڻ هن پنهنجو ڌرم سمجهيو ۽ آخر ڪيس عجيب نالو ۽ عمر ڏيٺي هڪ گليءَ ۾ وهاريو ويو!

اها گلي، جتي انسانيت وڪري جي چيز ٻڻجندي آهي ۽ حيوانيت خريدار ٻڻجي ڦرندي آهي. جتي پيار شراب جي پيالي ۾ ڦٽڪي ٻڏي ويندو آهي ۽ جتي انساني دل نفس جا چهبوڪ کائي لڇي لڇي مري ويندي آهي.

ها، ان گنديءَ گليءَ ۾ ڪڇن هڪ رات پنهنجي ايڪ چاچي کي ٻيٺل ڏٺو. ڪڇن ان وقت ئي منڊيءَ جو هيرو ڳيهي آلم هٿيا ڪري ڇڏي.

ڪڇن ٻري هٿي، پر هنجو چڱائيءَ ۾ وشواس هو. ان رات هنجي وشواس کي ٽڪڻ لاءِ ڪاٿ جڳهه نه ملي.

ڪيڏن خراب استري هئي، پر سندس هردي اندر
انسانيت لاءِ شردا هئي. ان ڏينهن هنجي شردا ڀي
سهاري ٽٽجي پيئي. ڪيڏن گندي هئي، پر هن مري
ڌيءَ جي ڪفن ۾ چڱائي وڌي سيڙهي رکي هئي. ان
وقت جڏهن هن چڱائيءَ جي ڪتاب اندر برائيءَ جي
لڪي تصوير ڏٺي، تڏهن سندس چڱائي سڏڪا ڀري
روئڻ لڳي. هن برائيءَ جو روڏن نه ٻڌو هو، پر هيءَ
چڱائيءَ جو روڄ راڙو هن کان سٺو نه ويو.

هن جو شوهر نه مري چڪو هو. ان موت تي هن
ماتم نه ڪيو هو. پر تڏهن نه پنهنجي هردي کي هن
زنده رکيو هو. ان رات هنجو هردو نه مري ويو. پوءِ
ڀلا هوءَ ڪيئن ٿي جيئري رهي سگهي؟

هيما ان ڪيڏن جي ڌيءَ هئي. هيما کي خبر
نه هئي، نه سندس ماتا وٽ اهڙائيءَ پنهنجو آشيانو ٺاهيو
هو. هنکي معلوم ٿي نه هو نه ڪيڏن اهو چراغ هئي،
جنهنجو اجالو ڪنهن چوراني چڏيو هو. هيما نه پنهنجي
گهنگهرن کي ڪڙڪائڻ ۾ مشغول هئي. هوءَ پنهنجي
زندگيءَ جي افساني کان ٻلهه بي خبر هئي. سندس ماتا
جي مرضي هئي نه هيما کي سيندور سان ڀکيل پاٽيءَ
مٿان هڪ ڪمل جي روپ ۾ رکان. پونئرن کان بچائي
اڻ سنگهيل پشپ جي روپ ۾ ڪيس ڪنهن لائق ديوتا
اڳيان ڀيٽا ڪري ڏيان!

بر مالا هجي چاهي ڪير نه هجي، استريءَ مٿان

قدرت اهڙي مهرباني ڪرڻ لاءِ تيار ڪئي آهي؟

هيما اڃا مڪڙي ني هئي ته ڪنهن کيس ڇڏي ڏنئي. —ادان هيما سارو ڏينهن ڪمر لڪائي ڦيرئون پائي "لا ڏئي نه نه تئي تئي" ڪندي رهندي هئي. پر ايمت نه مڪڙيءَ جو منهن ڪلٺو ني هو. ڪنهن جي خيرخواه سهيلي ماڏري کيس هسپتال وٺي هلي. هيما جي البيلائي ۽ معصوميت کي خون ڪرڻ جي هوءَ تياري ڪري رهي هئي. ڀلا ڇوڪريءَ جي هيءَ آزاد اڏام ڪا سهي ٿي؟ نيڪر ڪٿي به هجي، هن جو بيفڪرو رهڻ ڪو ٺيڪ آهي؟ ٻچيءَ کي پر اڃا ڄمڻ ني مس ته هجا ڪڏهن ڪتري ڇڏجن نه ڇڱو، نه ته هجي پرن جي ڦڙڦڙاهٽ ڀلا ڪنهن کان ٿي برداشت ٿئي؟ جڏهن استريءَ جو نڪ، ڪن، وارهن، ڳچيءَ ۽ ڪمر ۾ جهابا جهوڙا هئس هار ۽ ڪڙا وجهي سندس شرير کي ٻڌو آهي، تڏهن هن جي دل ۽ دماغ مٿان به سونهن ني ڪڙا وڙهيا وڃن ته ڇڱو، نه ته هجي هردي جي آزادي ڀلا ڪنهن کان ني سٺي وڃي؟

هيما ۽ ماڏري اچي هڪ هوٽل ۾ لٿيون. قضا سان اُت پر واري ڪمري ۾ هڪ ٿئون پرڻيل جوڙو به اچي رهيو هو. الهنا ۽ دليپ جي وچ پريم جي هڪ نرمل صاف لهر وهندي ڏسي هيما واٺڙي ٿي وئي. هن اڄ ڪڏهن به پوتر پريم جي جهلڪ نه ڏٺي هئي. الهنا جي سالوڪ لطافت لئي لعل بدن، سندس شربتي نگاهه، جهڪيل پلڪون، سندس مٺڙ مرڪ جي مستي ۽ سندس

ڳوڙهن ڀاڻهن ۾ شيشي جهڙن ڪنگڻين ڏسي هيما جو هردو ڦڙڪڻ لڳو. دليپ جڏهن پنهنجي مضبوط هٿ ۾ اندرا جو ڪومل هٿ پڪڙي هيمنت ٻاغ ۾ هلندو هو، تڏهن هيما جي منهن تي رنگ ائين ڦڪڙجي ويندو هو جيئن شام جو اولهه طرف آڪاش جي منهن تي رنگ چانڊجندو آهي. جڏهن دليپ پنهنجي ڏوري آواز سان "اندو" ڪري پڪاريندو هو، تڏهن هيما جي هردي ۾ ائين هلورا اٿندا هئا، جئن ڀِتر لالاءُ ۾ ڪرڻ وقت چوڏاري لهرون اٿاريندو آهي.

هيما دل تي دل ۾ پرت ڪيو ته هوءَ دليپ جهڙي ڪنهن نوجوان سان شادي ڪندي ۽ پاڻ اندرا جهڙي تي لچاري بڻجندي. هيما خوبصورت هئي. سندس شرير ڳاڙهي جاول ٻپر جي پن جيان لسو ۽ ڪومل هو. وار ڊگها، چپ پرپل، ڊگهيون پلڪون، لچڪندڙ ڪمر ۽ چنچلي چال سڀ ونس موجود هو. ڪيس اڳي ته ان خيالي جي خبر تي نه هئي، پر هاڻي هن خبرداريءَ سان پنهنجي جهولي سنڀالي.

ماڙيءَ کي هيما جي اُٺاڻيءَ تي ترس اچي ويو. هن ٻاپوءَ مان کيس سمجهايو پر هيما جو هردو ائين مڃڻ لاءِ تيار نه هو. هوءَ آرسيءَ اڳيان ويهي پاڻ کي جاچڻ لڳي. هن جا سڀ انگ پنهنجي جڳهه تي ٺهيل هئا. اکو سندس اکيون ڳوڙهن ۾ هيون، اکو سندس نڪ جي جاءِ تي ڪن هو. نه پوءِ پلا هن جي شادي ڇو نه ٿيندي؟

نئنيتال مان موٽي هيما ڪلي محفل ۾ اچڻ شروع ڪيو. ڪليءَ جي مسڪراهٽ تي هزارين ڀونئرا اچي مڙيا، پر هيما ڪنهن کي پنهنجي ويجهو اچڻ نه ڏنو. هوءَ انهن آدمين جي ٽوليءَ ۾ پنهنجو ديوتا ڳولڻ لڳي. مورک کي اهو معلوم ئي نه هو، ته اتي فقط راڪاس ئي ايندا آهن. ديوتا ته سنڌس پاڇي کان به ڏهه ڪوهه پري ڀڄندا هوندا.

محفل جي ٻين استرين لاءِ ته هيما تماشو بڻجي وئي. ٻيون عورتون ته ڳجهين مثل هيون. مردي مان حاصل ڪيل حصو ڪين نه ملندو هو، ان ڪري هو هيما مٿان غصي جي آڳ وسائينديون هيون. نسديون مٿس قياس پري نظر اچلي سنڌس بيوسيءَ ۾ ساڻس همدردي ڪنديون هيون. رهيليون کيس ڌرم ۽ سماج جي نيمن بابت سمجهاڻيون ڏينديون هيون. "هيما ڏيءَ! اسين ته ڪپيل قيد ٿيل پکين مثل آهيون، اسان جي شادي ڌرم ۽ پنگت جي قانون جي برخلاف آهي. ڪو به شخص ٽوڪي پتنيءَ جو درجو نه ڏيندو، هيما! چڱي گهر جي ڇوڪريءَ ۾ فقط هڪ برائي اچي وڃي ته هن کي خوفناڪ ڏوهارڻ جهڙي سزا ملندي آهي ۽ بري گهر جي نينگر ۾ چڱائي اچي وڃي نه هن کي به ڏليپ ڏنا ويندا آهن."

هيما جون اکيون آسمان سان پڇي وينديون هيون، سنڌس نيڻ انهن تيزاب جهڙن ڳوڙهن سان ڳُرندا هئا. عاجز ۽ بيوس نظر سان تماڻي نار سوال ڪندي هئي،

”انهين ڇو؟“ جواب ملندو هوس ”ڏاڏي جي لنڪ کي ٻه ٽيا ٿيندا آهن. گهڻو وقت اڳ هڪ راوڻ ٻه ٿيو هو نه هڪ رام ٻه ٿيو هو. پر اڄ تون ان ذات مان ڪنهن کي به راوڻ سڏي نه ٿي سگهجي. هو سڀ رام آهن. ساڳئي وقت هڪ ڪيڪئي به پيدا ٿي هئي ۽ سيتا به پيدا ٿي هئي. پر اڄ سڄي استري ذات کي ڪيڪئي جي اوڳڻ سان ڏٺو ويندو آهي. ان ذات مان سيتا سڏائڻ جو حق ڪنهن کي به نه آهي.“

هيما اچي ششدر ٿي. آها! هيڏي ساري دنيا ۾ هن فقط هڪ ئي آدمي نه گهريو ٿي، فقط هڪ ديوتا.... جنهن جي چرڻن ۾ پنهنجي جيون جو خزانو نذراني طور رکي هو پنهنجو پاڻ کي گم ڪري ڇڏي. پر هيترن ڪروڙن ۽ اربن انسانن مان فقط هڪ انسان به سندس پوڄا قبولي نه ٿي سگهيو.

هيما اکڻ بند ڪري ڇڏيو. ڪنهن لاءِ نهان؟ باقي نهان ئي ڇا لاءِ؟ پنهنجي ڪمري جو دروازو بند ڪري هن چيو، ”جيڪو مون سان وواهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي، سو ئي منهنجو در کڙڪائي سگهي ٿو.“ محلي جي استرين ۾ ٺهڪڙو مچي ويو. محفل جي جوان ۽ پوڙهن، ڪانگت جهڙيون مڇون رکندڙن ۽ نوڙهي نپڻ ڪٽي گهمندڙن جڏهن اها ڳالهه ٻڌي تڏهن ڪلهي ڪلهي اونڌا ٿي ويا. ڀلا اهڙي اڻنگي ڳالهه ڪنهن ڪڏهن ڪئي به آهي؟

جڏهن کان هيما اکڻ شروع ڪيو هو تڏهن کان جڳن

سيٽ ان محفل ۾ ايندو هو. تازو ۽ خوشگوار ميوو ڏسي هن جو من للچائجي ويو هو. پر هو هيما کي تاڙي ويو هو. هيما کي ڪهڙو ديوتا پسند ايندو، اها کيس خبر هئي. هو اڇا ڪپڙا پائي، اکيون بند ڪري، فضيلت جي مورت بڻجي چپ چاپ هڪ ڪنڊ ۾ ڪلاڪ اڌ ويهي هليو ويندو هو. هيما هڪ ٻه ڀير گهڻيئي دفعا ڏانهس ليلائيندڙ نظر اڇلي هئي، پر هو اکيون هيٺ ڪري شريف هئڻ جو ڍونگ ڪندو رهيو. هن وڏن وڏن هرڻين جو شڪار ڪيو هو. هيما ته هن جي اڳيان هڪ جهرڪيءَ مثل هئي.

عين موقعو حاصل ڪري جڳن هيما جو در کڙڪايو. محلي جي استرين گڏجي جڳن سان منصوبو سٽيو. هيما کي ائين چپ چاپ رهندو ڏسي هو ڪٿي ٿي چپ رهي سگهيون؟ پرش جاتي ۽ قدرت استريءَ جو اهڙو برو نه ٿي چاهي جيترو هڪ استري ٻيءَ استريءَ جو برو چاهيندي آهي. استري، استريءَ جي جاني دشمن آهي. ڪريل استري ٻيءَ کي ڪيرهندي آهي ۽ دکي استري ٻيءَ کي دک پهچائيندي آهي. ائين ڪرڻ ۾ هن کي آرام ٿي نه ايندو آهي.

جڳن کي پنهنجي در تي ڏسي مرجهايل ڪلي کلي پيئي. ٻئي ڏينهن تي شادي رچائڻ جو انجام ڏيئي جڳن کيس باغ ۾ گهمائڻ وٺي هليو. ڪجهه دير ٿيڻ تي هيما کي شڪ پيو. دل هرڻيءَ جيان هوءَ ڪنبڻ لڳي.

هن جو انومان غلط ڪو نه نڪتو. جڳن جي هٿن ۾ هوءَ ائين ڦٿڪڻ لڳي، جيئن ماريءَ جي هٿن ۾ ڪبوتر ڦٿڪندو آهي. پر ماريءَ کي ڪڏهن پکيءَ تي قياس نه پيو؟

ان رات آڪاش مان هڪ تارو پنهنجيءَ جڳهه تان هيٺ ڪري پيو.

صبح جو هيما ننڊ ۾ نيڻ ڪٽي اچي ماڌريءَ جي هنج ۾ ڪري. ماڌريءَ جي گود ۾ منهن لڪائي هن سندس ڪپڙا پسائي ڇڏيا. ماڌريءَ سندس سر مٿان هٿ گهمايو. ”هيما ٻچڙي! هيءَ روئڻ ڇا لاءِ؟ اسين نه گند جون نوڪريون آهيون. سماج پنهنجو گند اسان ۾ نه اڇلائي نه ڪيڏانهن ڪري؟ عجب رڳو اهو آهي ته اسين سماج کي صاف رکڻ لاءِ پاڻ ميرو ڪريون ٿيون پر سماج وٽ اسان جو قدر ئي نه آهي! شهر کي ڀنگي صاف رکندا آهن. ڀنگي نه هجن ته شهر ۾ ڪڻ ڪچرو ڪنو ٿي وڃي. پر شهرواسين کي ڪو ڀنگين جو قدر آهي؟ هو پاڻ صفائي ڪندڙن ڏانهن نفرت سان نهاريندا آهن؟ انسان گڻ چور آهي، نه هيما؟“

هيما آلو منهن ڪري چيو، ”شڪر ڀڳوان هڪ دفعو زهر جو لوٽو پيتو ته ماڻهو کيس نيلڪنٺ پڪاري پوڄين ٿا، پوءِ اسين جو هر روز زهر جا ڍڪ پي لنگهون کان ڇوٽيءَ تائين نيلا ٻڌجي ٿا وڃون ته اسان کان نفرت ڇو ٿي ڪئي وڃي؟“

ماڌريءَ هيما جي چپن تي آڱر رکي چيو، ”ش ش

ڀڳوان جو ٽولو پنهنجن ڇپن تي متان آڻين؟ ماڻهن کي ڏپ لڳندو ته تون سندن ڀڳوان کي ميرو ڪري ڇڏيندينءَ!"

ٻيءَ رات جو هيما محفل ۾ قدم رکيو. طبلچيءَ طبلي متان آڱر رکي. سارنگي ڪنبڻ لڳي. مڄير وڄائيندڙ مڄير متان هٿ هلايو. مڄير روئڻ لڳي. باجي واري باجي متان هٿ ڦيرايو. باجو چلائڻ لڳو.

هيما پنهنجو ٻوٽو کڙڪايو. بجليءَ جو نقاب اوڍي قيامت جو طوفان اچي ٽوڪي آيو. خزان بهار جو جامو پهري اچي حاضر ٿي. روڄن مسڪراهٽ جو پردو وجهي اچي پير پاتو. اڀندڙ نار پنهنجي نازڪ تمنا جو خون ڪري خون جا ڳاڙها ڇنڊا هيڏانهن هوڏانهن اڇليا. مورک تماشبين سمجهيو ته اها گلن جي ورکا آهي. بيوس استريءَ پنهنجي هردي کي پٽي ان جا ٽڪرا ٽڪرا ڦٽا ڪيا. بيوقوف انسان سمجهيو ته اهي مشڪ جا ذرڙا آهن، جن مان موٺي خوشبوءِ ملندي.

سورج کان اهو نظارو ڏٺو نه ويو. چنڊ بادلن پٺيان لڪي ڏسڻ آيو، پر ڏسي ڏپ وچان پيلو ٿي ويو. ستارا اکيون مهٽي ڏسڻ لڳا، پر حقيقت ڏسي اٿي پيا. تمام پريان پريان بيهي ڏٺائون پر ته به خوف وچان هڪ هڪ ڪري غائب ٿي ويا.

هيما ناچڻي هئي. هڪي استري سڏڻ چوڪ آهي. استريءَ ۾ ايڪ گڻ آهن، جي ناياب هيرن جيان چمڪندا آهن. پر جڏهن استري پنهنجو استريپڻو کوهي ڇڏيندي

آهي، تڏهن اهي سڀ ڳڻ ڪوڙن ٻڙن جيان لڪما ٿي پوندا آهن.

پر هيما کي نه استريپڻي جي گهرج ٿي نه هئي. هوءَ ڳڻن کي ڪرڻي ڪيڏانهن؟ هن وقت لپڻن جو موجود هئڻ قاعدي جي برخلاف هو. هوءَ هاڻ چڱيءَ طرح سمجهي وئي هئي، ته سڀڪا چيز پنهنجي جڳهه تي ئي نيڪ نهندي.

هاڻ نه هيما هڪ نانگڻ هئي. زهر سان ڀريل خوفناڪ نانگڻ جو ڏنگ به ڇڪ پائڻ سان لڳندو آهي، پر هيما ان کان به وڌيڪ خوفناڪ هئي. هنجي مسڪراهٽ ۾ به زهر ڀريل هو. جيئن به هوءَ مسڪرائيندي هئي، اتي سڀئي وايو منڊل ۾ زهر ڦهلجي ويندو هو. سندس سهيليون کانئس پڇنديون هيون نه "تو وٽ ايترو سارو زهر ڪٿان آيو آهي؟" هيما کلي ڏيندي هئي. "اڙي هيترا سارا نانگ جي منهنجي چوگرد ڦرن ٿا، ڇا انهن جي ڦوڪ ۾ امرت رهندو آهي؟ هو مونکي زهريلو ڪن ٿا ۽ مان هنن کي. پر خبر ناهي، ڇو دنيا هنن کي پليل انسان ۽ مونکي نانگڻ ڪري سڏيندي آهي!"

هيما جڏهن اٿندي هئي تڏهن سندس ڪمر وراڪا کائيندي هئي. هنجي هڪ هڪ وراڪي ۾ ڪنهن نه ڪنهنجو من ورهجي ايندو هو. هوءَ اروڙ بلا ٻئي هڪ هڪ ڪري سڀني جا من ڳيهي ويندي هئي. هنجي، مور جهڙي ڳچي جڏهن لچڪندي هئي، تڏهن چوگرد

ويندڙن جون دليون قرڙ ڪري وجهي سندس قدمن تـي ڪرنديون هيون. هوءَ تمام بيدرديءَ سان انهڪي ٻين سان لتاڙي، انهن کي چيري ڇڏيندي هئي. ڀلا هنجي دل تي ڪڏهن رحم ڪيو، جو هاڻ هوءَ رحمدل بڻجي؟

هيما جي آس پاس تمنا ۽ ڪامنا جو ساگر ڇوليون ماريندو هو. ويچارا پياسي هڪ ڇڪو پيئڻ ايندا هئا ته هوءَ کين ٻٽر کان جهلي غوطا کارائي ٻـوڙو ڪندي هئي!

هيما جا لوڻ وڄندا هئا ۽ سندس لعل چپن ڦيرائون پائيندي هئي. ان وقت آگ جا پتنگ پرندا هئا ۽ وٽن جلي خاڪ ٿي ويندا هئا.

هيما فقط هڪ گهر ٿي گهريو، پر جڏهن سندس گهر کي غير واجب سڌي ٺوڪاريو ويو، تڏهن هوءَ سڀـن گهر برباد ڪرڻ ۾ مشغول ٿـي وئي. هيما فقط هڪ پتي حاصل ڪرڻ ٿي چاهيو، پـر جڏهن سندس چاهه کي خون ڪيو ويو، تڏهن هوءَ هزارين پتين کي پتنين کـان جدا ڪرڻ لاءِ سنبري. هيما فقط هڪ دل جي مالڪي ٿي طلبي. پر جڏهن سندس طلب ٺڪرائـي وئي تڏهن هوءَ سڀني دلين جو ڏاڙو هڻڻ لڳي. هن جي چوگرد ويندڙن وٽ پنهنجو ڪجهه به موجود نه رهندو هو. هوءَ انهن جي من مان انسانيت، دماغ مان هوش، ڪيسن مان پئسا، چت مان سمجهه سوچ جي شڪتي، نيڻن مان هاڻ جي طاقت سڀ ڪڍي کين جوکو بڻائي

ڇڏيندي هئي.

برهما پنهنجي هيءَ جوڙ ڏسي وائڙو ٿي ويو. انسان پنهنجي هيءَ صورت ڏسي حيران ٿي ويو! برهما چوي ته هيءَ انسان جي چوڪ آهي. پر انسان چوي ته هيءَ برهما جي ڀل آهي! انسان جو چرڻ چوي ته هيءُ سماج جو ڏوهه آهي، پر سماج چوي ته هيءُ انسان جي چرڻ جي پيداش آهي! هاڻ ان جهڳڙي جو فيصلو ڪير ڪري؟

هيما اڃا ٺهي رهي آهي ۽ ٺهي ٺهي وايومنڊل ۾ زهر ڦهلائي رهي آهي، پر برهما ۽ انسان پنهنجي ڀل قبولين ڇوٿا؟ هو پنهنجو ڏوهه لاهي هڪ ٻئي مٿان مڙهڻ ۾ ئي مشغول آهن!

# جوتشي

چوماسو پوري زور سان چالو ٿي ويو هو. ٽن ڏينهن کان مسلسل برسات پئجي رهي هئي. بزار جي چهل پهل ۾ پڻ ماٺائي اچي وئي هئي ۽ ڪو اڪڙ ٻڪڙ ماڻهو رستي تان لنگهندو نظر ٿي آيو. رستي تي ڪٿي پاڻيءَ جا ڍٻا بيهي ويا هئا ۽ وقتي لنگهندڙ موٽر جي ڦيٿن سان مليل اهو پاڻي رستي ويندڙن جا ڪپڙا خراب ڪري رهيو هو. ڪنڊن ۾ لڪل برساتي ڏيڏر به پاڻيءَ جي ڪڏن ۾ ويهي ٽان ٽان ڪري وڌيڪ بارش کي سڏي رهيا هئا.

ان اوڙڪ برسات ۾ پنڊت موتيلعل شرما همت ۾ ڪيترن هنڌان ڦاٽل ۽ چتين لڳل ڇٽي ڦٽڪائيندو ۽ ڪڇ ۾ جوتش جو ڪتاب دٻائي تڪڙو تڪڙو قدم وڌائيندو پرڀان اچي رهيو هو. قد جو ذرا ڊگهو ۽ سنهو، اکيون موڪريون ۽ اندر ويٺل، نرڙ ڪشادو ۽ ڪليل، جنهن تي به ٽي تلڪ ڏنل، مٿو اڌ اگهو ۽ پيرن ۾ "ديسي" چمپل، جنهن سان هلڻ ڪري ڪپ جون ڦينگون سندس گوڏي تائين ايندڙ ڌوتيءَ کي به خراب ڪري رهيون هيون. وقتي هن ڇٽي پري ڪري آسمان ڏانهن پئي

ڏنو ۽ وقتي هوا جي جهونن لڳڻ ڪري هٿن مان اڪري وهندڙ ڇٽيءَ کي قابو ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. رستي جي ڇيڙي تي اڏيل "رائل هوٽل" ۾ ٿي ڪيس وڃڻو هو جا اڃا ڪافي دور هئي. پنڊلجيءَ وک ڪري اڃا به تيز ڪيو.

هوٽل وٽ پهچي پنڊلجيءَ سامت جو ساهه کنيو. آلي ڇٽي بند ڪري هن هڪ ڪنڊ ۾ رکي ۽ ڌوتيءَ جي پلاند کي لپوڙي پاڻي ڪڍيائين، هن رائل هوٽل جي ڦاٽل ڇت مان آسمان ڏي نظر وڌي. ڪارا ڪڪر تيزيءَ سان ڊوڙي شرط پچائي رهيا هئا.

"مار پوندس! بس ٽيڻ جو ٽالو نشان به نظر نٿو اچي."

هن ڇپن ۾ ٻاڻ ٻاڻ ڪئي. ٻيءَ ڪن ۾ کنوڻ جي تيز چمڪ سندس اکيون بند ڪري ڇڏيون.

ڪڙ ڪڙ... آسمان گجي رهيو هو. برسات ۾ اڃا به تيزي اچي وئي.

"وسو، بند ٿي وسو! مٿان پوڻ وقت نه مليو."

ڪپڙا لپوڙي ڪنڊ ۾ پيل هڪ ڪرسيءَ تي ويهندي پنڊلجيءَ چيو، "آءٌ او ٽيڪر، ٻڌين ٿو. هڪ اسپيشل چانهه ته ڪڍي آءُ. هن ٿڌ نه منهنجا لڱ ئي سڪائي ڇڏيا آهن." ٿڌ سبب هو ڏڪي رهيو هو سندس ڏندن جي ڪڙڪڻ مان صاف ظاهر هو. ٽيڪر کي خبر هئي ته پنڊلجيءَ جي اسپيشل چانهه ۾ ڇا جي ضرورت هئي. ليڪن جاڻي ٻجهي گلاس ۾ کنڊ جو صرف هڪ ئي چمچو

وجهي ٻلڙيءَ جي اڳيان اچي رکيو. چانهه جو گلاس اڳيان ڏسي ٻلڙيءَ نڪ ڪوڙي ڪنگريءَ جيان ٽري ويو. ليڪن ٻيءَ ساعت گلاس مان چانهه جو ٻڪ ڀريندي جڏهن ڪيس چانهه ڦڪي لڳي ته ماڻهه جي اکين جيان آڪڙجندي مٿس ڪاوڙ ڪندي هن چيو، "اڙي نيڪم، تنهنجو ۽ ڇا ٺهيو دماغ ٻ، ڪم ڪرڻ کان جواب ڏيئي ويٺو آهي. توکي خبر به آهي ته هيڏي ڦڪي جل جي چانهه مونکان پيتي نه ويندي آهي ٻوءِ ٻ...."

نيڪم ٿوري ڪنڊ چمچي ۾ آڻي ٻلڙيءَ جي گلاس ۾ وجهندي چيو، "اٿي مان پورائو ٿئي ٻلڙي! ڪنڊ جا اگهه وري چڙهي رهيا آهن. ۽...."

"پرواه ناهي، پرواه ناهي. منهنجي گدام ۾ ته ٻه ڳوڻيون ڪٽائي وجهه." منيءَ چانهه جو ٻڪ ڀريندي سندس واڇون ٽي ٽڙي پيئون. نيڪم کي خبر هئي ته ٻلڙيءَ وٽ صرف ڳالهين جا گدام ڀريل آهن.

"ٽپ، ٽپ" پاڻيءَ جا ٻه ڦڙا ٻلڙيءَ جي مٿي تي ڪريا. ڇت وهي رهي هئي. ڪيس ٻئيلي وٺي ويئي؟ رهيل چانهه جو وڏو ٻڪ ڀريندي هن گلاس زور سان ميز طرف ستيندي چيو، "اڙي نيڪم، مان ٿو چوان ته هن هوٽل جو نالو بدلائي ڇڏ. هيءَ هوٽل ڪڏهن به "راڄل" ٿي نٿي سگهي. ٽون ستي ٽالي ۾ ماڻهن کي ٺڳي رهيو آهين. ته ته توکي چار سؤ ويهن جو ڪيس ڪيو وهندو."

نيڪم کي ٻلڙيءَ جي سڀاءَ جي پوري ڄاڻ هئي،

هو هر ڪنهن ڳالهه مان وڏڪون ڪڍندو هو. ٽيڪم کي به هڪ سٺو چرچو سجهي آيو. چانهه جو گلاس ميز تان کڻندي، پدمنابهه جي مُنهن ۾ نهاريندي هن چيو، "پدمنابهه ٽالي سان ڪنهن کي ٺڳي نه سگهبو آهي. توهان پنهنجو ئي مثال وٺو. ٽالو لـــ. ڪهڙو شاندار رکايو اٿو- موتي لعل. پر سڀني کي خبر آهي ته توهان وٽ ڪهڙا موتي ۽ لعل آهن. هي هي هي......" ٽيڪم جي ڳالهه ڪري انوقت هوٽل ۾ ويٺل ٻيا آدمي به کلي اٿيا.

پدمنابهه کي اها اميد ڪانه هئي ته ڪو ٽيڪم جهڙو اڻپڙهيل ۽ جاهل راڄا بيربل جهڙو حاضر جواب نڪرندو ۽ کيس اهڙي درد پهچائيندو. پيءُ ڪن ۾ هن هوٽل ۾ ويٺل کلندڙن کي مات ڪرائيندي چيو، "ٺهيو، ٺهيو هاڻي گهڻو ٿيو. اڃا ته رڳو ڏند ڪڍي ٿا پيو ب....."

پدمنابهه جو ورامت روپ ڏسي سڀ يڪدم سانت ٿي ويا. ليڪن ٿوري دير بعد جڏهن پدمنابهه اهـــا ٽيبل ڇڏي پيءُ ٿي اچي ويٺو ته کيس پنيان پنهنجو ٽالو بدڪ ۾ آيو. پدمنابهه ڪنڌ ورائي ڏٺو ته ٻه ننڍا اسڪولي ڇوڪرا سندس ٽالو وٺي وات کي هٿ ڏيئي کلي رهيا هئا. پدمنابهه جا پيرون ٽاڻجي ويا ۽ سندس اکيون لال ٿي ويئون.

ڇوڪرن چپ چاپ اخبار ۾ ڪنڌ وجهي ڇڏيو!

"گرر گرر" آسمان ۾ گجگوڙ چالو هئي. جنگ مهاڀارت جي لڙائي جو اعلان ٿي چڪو هو ۽ ارجن ڪرشن جي

آڳيا الوسار وڙي ششتر ڦستر ڀري ڀيشم پتامھ ۽ ڊروڻاچارج جي سامهون آيو هو. پنڊتجي اکيون بند ڪري ڇڏيون هيون. سندس من ۾ هڪ ٻي مهاڀاري ڄڻ چالو هئي.

ٽي ڏينهن سانده زور سان برسات پوڻ ڪري پنڊتجي جو جوتش جو ڪم صفا ٺپي ويو هو. وٽس هڪ ٻه گراهڪ ڪونه ڦاٿو هو ۽ اڄ صبح جو گهران نڪتي پيٽ لڪڻ کان اڳ سندس اڌانگني کيس چيو هو، ”چانور صفا خلاص ٿي ويا آهن ۽ ڪاٺ به شايد هڪ ٻه ويلو مس هلي. اگر اڄ اَن نه آيو ته سڀاڻي گهر ۾ باهه به نه ٻرندي.“

پنڊتجي ان تي غور سان سوچي رهيو هو. رواجي طرح نه هو ڏاڍو چالاڪ هو. گراهڪ جي منهن ۾ نهاريندي ئي هو سهي ڪري وٺندو هو ته گراهڪ ڪهڙي ڳالهه ٻڌي خوشيءَ کان ٻيٽو ٿي ويندو ۽ پنهنجي کيسي کي ڇيهه ڏيندو.

هو غريبن کي وڏي ۾ ملندڙ تمام گهڻي ملڪيت جو دلاسو ڏيندو هو. شاهوڪارن کي سندن دولت وڌڻ بابت ٻڌائيندو هو ۽ نوجوان کي سندن پيار جي ڪاميابيءَ بسبب لمبا داستان سڻائيندو هو. پوڙهن کي سندن حياتيءَ جا ڪئين سال وڌائي ڏيندو هو، زالن کي سندن اولاد جي خوشي بخشيندو هو. سندس دل جي وڏڪر ۽ وڏائي اها هئي جو هو پنهنجي سياڻپ ۽ عقل کي سانڍي رکڻ بجاءِ خوشيءَ سان سڀني کي وراهي ڏيندو

هو. هو فخر سان سڀاڻي جي هوا ٻڌائيندو هو، آئيندي جو اندازو لڳائيندو هو، ڇمڪندڙ آئيندو جنهن ۾ صرف وڏا خيال ئي پيل هوندا هئا، ۽ اڄ ........

ٽن ڏينهن کان وٽس ڪوبه ڪونه آيو هو. ڪنهن کي ٻه ڄڻ پنهنجي آئيندي جي چنتا ڪانه هئي. هر روز صبح کان ان بند ٿيل دڪان ٻاهران جوتش جو ڪتاب رکي ماڻهن کي جاچيندو رهيو هو. سندس اکين اڳيان صرف ڪارا اڇا ننڍا وڏا برساتي بوٽ اڳتي وڌندا پئي ويا. ڪوبه پير بيهو نٿي، ڪوبه پير سندس طرف وڌيو نٿي ڄڻ ڪنهن کي ڪا فرصت ئي ڪانه هئي ۽ ٻن ڏينهن کان سڄو ڏينهن اٻاسيون ڏيندو هو شام جو کيسي خالي گهر ورندو هو. سندس ننڍي پٽ ۽ ڌيءَ کي اڄ بوٽن جي ضرورت هئي. هو اسڪول ويندا هئا ته برسات ۾ پسندا ويندا هئا، ليڪن ....

هوڏانهن هوٽل ۾ گرما گرم بحث ڇڙي چڪو هو. ماستر لوڪومل ۽ پرچومل جي وچ ۾ خوب ڇڪتاڻ چالو هئي. لوڪومل هڪ سنڌي اسڪول ۾ ماستر هو. کيس هن سرڪار خلاف شڪايت هئي. سندس پگهار ٿورو هو جنهن مان هو ضروري گهرجون پوريون ڪري نه سگهندو هو ۽ ٻئي طرف پرچومل بلڪل خوش هو. هن ڪاري بزار مان خوب ڌن ڪمايو هو. سندس پيٽ به اڳهن جيان ٻاهر نڪري آيو هو ۽ پنهنجي پيٽ تي هٿ گهمائيندي، ٽنگون ٽيبل تي پساري هو ڳالهائي رهيو هو.

لوڪومل چيو، "هن سرڪار مان ڪليمن جي عيوضي ملڻ جي اُميد رکڻ ئي آهي جڻ ٻڙن کان ٻير گهرڻ. گذريل ڇهن سالن کان انجام ڪندي آئي آهي ليڪن اڃا تائين ورلو ڪجهه به ڪونه آهي. ماڻهو آهستي آهستي لباهه ٿي رهيا آهن ۽ ٿوري وقت اندر ئي ڪئمپ جي ستيا ناس ٿي ويندي."

پرچومل ڪيس رد قد ڏيئي رهيو هو ۽ اهڙيءَ طرح بحث جو گاڏو ڪئمپ جي ننڍيءَ سياست جون حدون لتاڙي دنيا جي سياست تائين پهچي وسيع ٿي ويو.

هاڻي لوڪومل جڻ هندستان پاران الهادي ممبل ڪانفرنس ۾ امن امان پسند ايلچي بڻجي چئي رهيو هو، "اگر اولهه جرمنيءَ کي وري هٿيار بند ڪيو ويندو ته اُن وري هٽلرشاهي جنم وٺندي جنهنجو نتيجو ٽيـــن مهاڀاري جنگ ٿيندو."

ٽيڪم چانهه جي گلاس ۾ کير وجهندي زور سان چمچو سپريءَ تي هڻي جڻ ان ڳالهه جي تائيد ڪندي خطري جو گهنڊ وڄايو. پرمانند جـــي ويچار ڌارا ۾ خلل پئجي ويو. عجب وچان سندس اکيون ڦاٽي ويون. هن پڇيو، "ڇا ٿيو؟"

"ٽين مهاڀاري لڙائي پرمانند، ٽين مهاڀاري لڙائي!" پان ٻيڙن واري هوليمل هڪ مرڪي کي پـــان ڏيندي ڏند ڪڍي کليو.

لوڪومل ۽ ٻيا پرمانند طرف وڌي آيا. هڪ چيو،

"پنڊتجي، توهان پنهنجي جوتش لڳائي ٻڌايو تہ نئين مهاڀاري جنگ لڳندي يا نہ!"

پنڊتجي ٻہ منٽ سوچ ۾ پئجي وائڙن جيان چوڌاري نهارڻ لڳو. سامهون هڪ فلم ائڪٽريس جو فوٽو ٽنگيل هو، ان جي پرسان گلوڪو ڪولا جي مشهوريءَ وارو پوسٽر چنبڙيل هو جنهن ۾ هڪ اڌ ننگي ڇوڪري سمنڊ جي ڪناري تي ويهي ڪولا پي رهي هئي ۽ پرسان ئي گنڊيل ڇولن جا هڪ ٻہ پوسٽر پڻ لڳل هئا. اوڏانهن نهاريندي ٻہ پنڊتجيءَ جا خيال ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهيا هئا. هو ڪا عمدي لڄو ڳولهي رهيو هو. سندس دل ۾ هڪ خوفناڪ ڇرڇو سجهي آيو. هن ٽيبل تان پنهنجو جوتش جو ڪتاب کنيو ۽ ان جا پنا اٿلائيندي هڪ هنڌ چورس ڪڍي ان کي غور سان ڏسڻ لڳو. پوءِ پنو پينسل کڻي هن ڪجھ ڏنگا ڦڏا انگ لکي حساب لڳائڻ شروع ڪيو. ١٥ منٽن بعد ٻہ منٽ اکيون پوري هن منهن تي خوف جا آثار آڻي چيو، "نئين مهاڀاري لڙائي اٽل آهي. هن سال راهو ۽ ڪيتڪ پاڻ ۾ ٽي دفعا گڏ اچن ٿا جو بلڪل خراب اپسوڻ آهي. الڪري نہ صرف ڀاري جنگ لڳندي پر ڏڪار ۽ ٻوڏون پڻ ٿينديون. ملڪ ۾ بيماري ۽ اشانتي ڦهلجي ويندي. ناراڻ! ناراڻ!"

بلڪل گنڀيرتا سان ٺڪ ٿي آڱر رڙهيندي هن ٽوپهہ پڙهي. آسمان ڀوري گهگهوڙ ٿي. سڀ ويٺل هراسجي ويا. برابر اپسوڻ جا آثار هئا. سڀني جا منهن لهي ويا. پان

وارو جو ٿورو اڳ، ان کي چرچو سمجهي ڏنـد ڪڍي کلي رهيو هو تنهن کي پمبلجيءَ جي ڳالهه کي چرچو سمجهڻ جي جرئت نه ٿي. هن کان پان ناهڻ ٿي وسري ويا.

نيڪم جي چال ۾ ڦيرو اچي ويو. هيئنر هو گونگي جيان بلڪل چپ چاپ آهستي ڪم ڪري رهيو هو. ماستر لوڪومل بي اعتباريءَ جي نگاه سان پمبلجيءَ جو منهن تڪي رهيو هو. ليڪن پمبلجي بلڪل اڏول رهيو. جڻ هن ڪاپوءِ ڪيس واسطو ئي نه ڪولڻو هو. چپ چاپ پنهنجا ڪتاب ويڙهي، پراڻي ڇٽي هٿ ۾ جهلي هو تڪڙو تڪڙو ٻاهر نڪري ويو. ٿورو پنڌ هلڻ بعد هن پٺيان ڪنهن جي اچڻ جو آواز ٻڌو. ڪنڌ ورائي هن ڏٺو ته پرچومل وڏيون وڏيون پرانگهون پريندو ڏانهس اچي رهيو هو. پمبلجيءَ دل جي خوشيءَ کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي. ونس پهچندي پرچي مـل سهڪندي پڇيو،

”پمبلجي ڇا اهو سچ آهي؟“

”ڇا؟“

”ٻڌم نئين مهاڀاري جنگ لڳندي ۽ ملڪ ۾ اڪال پوندو.“

پمبلجيءَ ڏٺو هو ته هوٽل ۾ ان خبر ٻڌندي پرچومل جي منهن تي ٻاهران ٿورا چنتا جا آثار نمودار ٿيا هئا ليڪن جلدئي وري سندس منهن تي هلڪي مرڪ وري وئي هئي. پمبلجيءَ اک ٽيڪ ڪري سڀ ڪجهه ٿيڻ الجو مطلب سمجهي ورتو هو. پرچومل بلئڪ مارڪيٽ

ڪندڙ هو ۽ وزيرن ۽ عملدارن کي ڏاهي هن ڪافي پئسو جمع ڪيو هو ۽ هينئر جنگ ۾ هو خوب پئسا ڪمائي سگهندو.

پنڊتجيءَ يڪدم چئي ڏنو، ”بلڪل سچ ٻاڻي، راهو ۽ ڪيتڪ جو ٽي پيرا ملڻ تمام خراب آهي.“ پرچيمل ڏوليءَ جي پلاند مان ٻه روپين وارو نوٽ ڪڍي پنڊتجيءَ جي هٿن ۾ رکندي چيو، ”مهراج، هن مان ٻهمڻن ٻچن کي مٺائي وٺي ڏجو.“ ۽ هيٺ لڙي مهراج جي پيرن تي هٿ رکي هو هڪ طرف هليو ويو. پنڊتجي ٿوري دير الي ٽرسي کيس ڏسندو رهيو. سندس منهن تي پڻ ڪاميابيءَ جي مرڪ هئي، ليڪن ٻيءَ ڪن ماستر لوڪومل، نيڪم ۽ پان واري جي منهن جو تصور ڪندي سندس دل ۾ اداس ٿي وئي. هن اڄ زبردست ڪوڙ ڳالهايو هو ۽ سندس هٿ جي تريءَ تي رکيل ٻن روپين وارو سرخ نوٽ کيس پاڻ جهڙن غريب ۽ ويلي لاءِ محتاج انسان جي خون ۾ رڱيل ڳاڙهو پيو نظر آيو. هن زور سان ڇٽيءَ جو ڳن پڪڙيو ۽ سندس پير آهستي آهستي گهر طرف وڌڻ لڳا.

رام پنجواڻي

## سڄڻ ڏون م ڇڏ پڄ
## جيڏان تنهنجي آسري

ڪراچيءَ ۾ ڪچهري روڊ تي ماما هال جي پاسي ۾، ڪراچي ڪلب هئي. هاڻي بہ هوندي، پر جنهن وقت جو مان ٿو ذڪر ڪريان تنهن وقت هن ڪلب جو نالو وڏو هو. پير ۽ مير، سر ۽ نواب، شيخ ۽ سيد، وزير ۽ عملدار، بينل ديوان ۽ ڀائي هن ڪلب جا ميمبر هئا. جنکي ڪاڻ پيئڻ جو شوق هوندو هو، جنکي برج ۽ ٽينس لاءِ چاهہ هوندو هو ۽ جنکي واقفيت وڌائڻ جي هوندي هئي، تنکي هن هنڌ زيارت ڪرڻي پوندي هئي. ڪرنل اندر جيت سان منهنجي واقفيت اتئي ٿي ۽ اتئي واقفيت ٿي ڪرنل جي ڌيءَ گيتا سان.

گيتا سندر هئي. جيڪڏهن چاهيان تہ ايراني شاعرن وانگر سندس حسن جي ساراهہ ڪري سگهان ٿو، هندي ڪوين وانگر سندس جوڀن جي واکاڻ ڪري سگهان ٿو، پر مٿان شاعراڻي وڌاءَ جو الزام اچي وڃي تنهنڪري، فقط ايترو چوڻ ڪافي ٿو سمجهان تہ گيتا سراپا سونهن هئي، حسن جي مجسم تصوير هئي. جنهن ڪيس ڏٺو، تنهن سندس سونهن کي ساراهيو. نالو ٿي پئجي ويس پنجاب جي ناري!

ڪرنل جي اڪلوتي ڌيءَ هئي، سولڻي سوڀيا ۽ سواني هئي، پر هن ۾ رليءَ جيترو به گهمنڊ ڪونه هو. گيتا فهميدي، مٺي ۽ سڀاجهي هئي. سندس مک مان ”آپ“، ”پتاجي“ ۽ ”پاڻي صاحب“ جهڙا اکر ڏاڍا مٺا ڀاسندا هئا. ٿورڙي وقت ۾ پاڻ کي پيارو ڪري ڇڏيائين. رلي ملي وڃڻ جي خاصيت ته ڪا خدائي مليل هئس. ٻين سهيلين کي سندس سواڻ تي رشڪ ضرور ٿيو هوندو، پر پنهنجي سٺي سڀاءَ سان سڀني کي موهي پنهنجو ڪري ڇڏيو هئائين. سڀ ساڻس سڪ سان هلندي هئي، پر سندس خاص سنگت ممتا سان ٻڌجي ويو هو. ممتا سان الهيءَ ڪري جو هوءَ ٽينس ۾ هوشيار هئي ۽ گيتا کي ٽينس لاءِ تمام گهڻو شوق هو. ڪراچي ڪلب جا ٽينس ڪورٽ مشهور هوندا هئا. خاص ڪيلاڙين لاءِ به ڪورٽ جدا هوندا هئا. انهن ٻن فرسٽ ڪورٽن تي ممتا جي معرفت گيتا کي راند کيڏڻ جي موڪل ملي.

انهيءَ ٽينس جي ڪري گيتا جي ڏٺ وٺ سندر سان ٿي. سندر غضب جو رانديگر هو. قداور، جالنو، ڦاڪورو جوان! ڇا ته سندس ٻيهڪ هئي! ناڪنٽي موٽرن جي واپاريءَ جو پٽ هو. گيتا کي سندر وڻيو ۽ سندر کي گيتا چڪيو. حسن هوڪو ڏنو، عشق سڏ اونائيو. اکين ڏٺو، دليون ڌڙڪيون، چاهه چڻنگاري لڳائي، ٻنهي طرفن کي باهه برابر لڳي.

گيتا ۽ سندر! جوڙو لائق هو. ماڻهن کي اعتراض

ڪيو هو. برهمڻ جو انهن تي اقرار ٿيل هو. مائٽن فقط آنءُ ڪري اقرار جي تائيد ڪئي. مڱڻي جي خبر ٻڌي، هر ڪنهن واهه واهه ڪئي. ڪلب ۾ واڌايون وري ويئون. گيتا ۽ سندر کي سوين مبارڪون ڏنيون. سندر لاءِ وري ته مرد هو، سو وڏي واڪي "مهرباني" چئي مهمانن، پر شرميلي گيتا پڪڙي ۾ "ٿئنڪ يو" ٿي چيو. برابر آهي ته مرد واري گيتا جي چپن تي آواز اٽڪي ٿي پيو، پر سندس ڳلن جي ڳاڙهاڻ ۽ اکين جي چمڪ سڀ زبان سان ٿي چيو، "ٻڌو پاڻو اٿم، جيون ساٿي ڳوليو اٿم، تنهن ڪري مون کي ور ور ڪري واڌايون ڏيو." اسان دلي مبارڪون ڏنيون ۽ دعائون ڪيون ته جوڙو قائم رهي.

مهنو سالڌه ڪلب ۾ پارٽيون ٿي هليون. ڏينهن جو گيتا ماءُ ۽ ساهيڙين سان، ڪپڙي وٺڻ ۽ زيورن ٺهرائڻ لاءِ لڪرندي هئي ۽ شام کان وٺي اڌ رات تائين سندر سان گڏ پارٽين ۽ شغلن ۾ پاڻ وندي هئي. عجب آهي ته ايتري هڻ هڻ ڪندي به گيتا ٿڪ جا آثار ڪين ڏيکاريندي هئي. جوانيءَ جو جوش هو يا پريم جي شڪتي! سندر سان ملندي هوءَ پاڻ کي تازو توانو سمجهندي هئي ۽ سندس نيڻن ۾ نهارڻ سان هوءَ پاڻ ۾ نئين پيدا طاقت محسوس ڪندي هئي. سندر گيتا جو گويا پران هو. سندر گيتا جو همت همٿ ۾ وڌي ۽ سندس اکڙين ۾ اکڙيون ملائي، جڏهن ملائم آواز ۾ چوندو هو، "اڄ ڪالهه کان ته وڌيڪ سهڻي ٿي لڳين،" تڏهن گيتا ٺري پوندي هئي

۽ لرزندڙ آواز ۾ اُن ٻڌندي هئي ”جهڙي آهيان تهڙي تنهنجي آهيان.“ سندر جو جواب ٻہ کهڙو نہ دل کي ڏڍ ڏيندڙ هوندو هو! خوشيءَ ۾ ٽڙندي چوندو هو ”هميشه منهنجي، جنم جنم ۾ منهنجي.“

جنم جنم تہ پري رهيو، پر سندر هن جنم ۾ئي منهن موڙي ويو! ڏک ڏيندڙ ڳالهہ آهي، پر سچي آهي. رات جو ڏهہ سان آئي هئي سو گيتا صبح جو ٻہ ڏيڍ سان اُٿي. اُٿڻ سان آئيني وٽ اچي بيٺي. لٽ ليم صبح جو ٻهراڻ ٻهراڻ درسنيءَ سامهون اچي ٻيهندي هئي، گويا پڪ ڪرڻ لاءِ تہ سندر جي چوڻ مطابق ڪالهہ ڪان اڄ وڌيڪ سندر لڳان ٿي؟ آئيني ۾ ڏسڻ سان هڪڪي هلڪو ڇرڪ لڳي ويو. چتائي ڏسڻ سان ٻجي ويئي. اهو چتو! گيتا پنهنجي ڳچيءَ تي اهو چتو ڏٺو. ويچاري ڏهلجي ويئي. ماءُ دلداري ڏني ۽ پيءُ خاطري ڏني تہ چتي آهي، جا ٻن ڏينهن ۾ گم ٿي ويندي، پر ڇوڪريءَ جو من ولهجي ويو. ٻہ وڏا ڊاڪٽر اچي وارد ٿيا، جن تمام چڱيءَ طرح تپاس ڪئي ۽ پاڻ ۾ گڏجي صلاح مصلحت ڪئي. سيون لڳيون، ملم لڳي ۽ ڊاڪٽرن گيتا کي هرطرح جي دلداري ڏني. پر هنجو هراس ڪونہ هٽيو. سندر کي خبر پيئي، تہ گيتا ٺيڪ ڪانهي، سو ڊوڙندو آيو. ڏاڍي همدرديءَ سان پنهنجي پرپتما جي تندرستيءَ جي پڇا ڪرڻ آيو هو. سمجهو هتائين تہ زڪام هوندو يا ٽڪ هوندو يا وڌ ۾ وڌ تپ هوندو،

پر جڏهن سچي خبر پيس، تڏهن مايوس ٿي ويو. اندر ۾ ڏڪ وڌي ويس. سوچڻ لڳو، ڪوڙ ڇو ڪيائي؟

ڪوڙ ڪوڙ هو، پر اهڙي چئي هئي، جا علاج ڪرڻ سان ڦهلجڻ کان روڪجي وئي، پر پنهنجو اثر نشان هميشه لاءِ ڇڏي وئي. سندر کي جڏهن پڪ ٿي ته اهو نشان ڪڏهن به نه ميساربو، تڏهن هن جو من ڦري ويو. گيتا کي روبرو ڪجهه نه چئي سگهيو پر ممتا جي معرفت چوائي موڪليائينس ته تون جيڪڏهن چاهين ته ٻئي ڪنهن سان به شادي ڪري سگهين ٿي. گيتا سندر کي من سان چاهيو هو، پر سندر جو پيار، اڪ جو پيار هو. سندر جا سڀ واعدا ۽ قسم ۽ سڀ انجام اڪيارٿا ثابت ٿيا ۽ گيتا ۽ سندر جو مڱڻو ٽٽي پيو.

گيتا دکي هئي، دکي پنهنجي بيڪس حالت تي. سندر هن جي دل جي خوشي هو. هن جي سامت ۾ هوءَ پيئي اڌامندي هئي. پريم پرماڻن کي پر ڏئي چڏيندو آهي. سندر ٿي وڇوڙي جو داغ ڏئي ويو. ڳچيءَ تي اهو داغ ۽ دل ۾ وڇوڙي جو داغ! گيتا سان غضب ٿي ويو. جنهنجي سونهن به وئي ۽ ساجن به ويو، سا ڪيئن نه دکي ٿيندي؟

گل جهڙي گيتا هڪ مهني ۾ مرجهائجي وئي. جنهنجي صورت ڏسي هردي ۾ هلچل مچي ويندي هئي، تنهنکي ڏسي اندر مان دک جي لهر لڳڻي ٿي وئي. منهن ڪارانيل، اکيون مرجهايل، چپ پيلا، سرير

ترهل ۽ مٿي ۾ اڇا وار. دک جهڙو ته ڪوبه مرض ڪونهي.
مون ڪيس ڏٺو، ته وسهڻ ۾ نٿي ويس. گيتا ڇا هئي
۽ ڇا ٿي وئي هئي. مون سائنس ڳالهائڻ چاهيو پر
ڳالهائڻ ته ڇا، هن ڪنهن راءِ ڏيڻ جي به چاهنا ڪانه
هئي. گيتا جو زندگيءَ مان چاهه نڪري چڪو هو. هوءَ
دنيا مان نراس ٿي چڪي هئي. جڏهن منش جي جيون
مان جس نڪري وڃي تڏهن لاءِ جيئڻ ۽ نه جيئڻ ۾ فرق ٿي
ڪهڙو؟ هوءَ ڏينهن ڪاٽي رهي هئي، عمر جا باقي
بي جس، بيسود ۽ بي معني ڏينهن. منهنجي دل ۾ آيو
ته جنهن نازڪ نينگريءَ جي تن کي ايذي تونس آئي
آهي، سا جيل ۾ گهڻو وقت جالي نه سگهندي.

جڏهن ڪرنل الهرجيت ڏٺو ته گيتا ڏينهون ڏينهن
بوٽي پولدي ٿي وڃي، تڏهن هن کي ڇارو نه ڏسي
موڪل وٺي ڪراچيءَ مان هليو ويو. سرڪاري نوڪر
پيا اچن ۽ وڃن. بدلي ته سرڪاري نوڪر جو ڏاج آهي.
اڳي به ڪيترا عملدار ڪراچيءَ ۾ آيا هئا جن سان گهرا
لاڳاپا ٻڌجي ويا هئا ۽ جڏهن هو بدلي ٿي ويا هئا، تڏهن
هرو ڀرو اهڙو دک ڪونه محسوس ڪيو هئم. پر هيءُ
دوست ڪرنل جن حالتن ۾ الوداع ڪري ويو، تن
حالتن جو خيال ڪندي اندر ۾ اٿي دک ٿيو. ڪهڙي
نه دک ڀري لهجي ۾ موڪلائي ڪندي چيو هئائين،
"هوندي حياتي ته وري ملنداسين."

وري ملياسين. پورن ستن سالن کانپوءِ. دهليءَ ۾

هوس ۽ ڪناٽ پليس ۾ ”گيلارڊ“ ريسٽورنٽ ۾ ٽي گهڙيس ته منهن ۾ ڪرنل گڏيو. يڪدم سڃاتو مانس ۽ پاڻ به پريم سان چيائين ”تون! پروفيسر هتي! تون ته ممبئيءَ ۾ پروفيسر آهين نه؟ هتي ڪڏهن اچڻ ٿيو؟ ڪهڙي نه خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو مليا آهيون. اسان وٽ ڪڏهن ايندين؟ گيتا سان ڪوله ملندين؟“ ڪرنل مونکي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو هو. گهڻيءَ خوشيءَ ۾ يا زبان بند ٿي ويندي آهي يا بي جهل ٿي پوندي آهي. مردن جون زبانون کلي پونديون آهن ۽ هو پنهنجا اُمنگ اُڇل سان ظاهر ڪري سگهندا آهن. ڪرنل خوش خلق ۽ يار ويس ته اڳي به هو، سو سندس هن آزاد آجيان تي مونکي هروڀرو عجب ڪونه لڳو. شام جو وقت هو، مونکي جو ڪا خاص مشغولي ڪانه هئي، سو ريسٽورنٽ ۾ وڃڻ جي بجاءِ ساڻس گڏجي سندس گهر آيس. ڪرنل سان گڏجي خوشي ٿي هيم پر اندر ۾ خوشي هئم جو گيتا سان ملڻ جو موقعو ٿي مليم.

گهر ۾ گهڙڻ سان ڪرنل پڇيو، ”پهرين چانهه پيئندين يا گيتا سان گڏبين؟“ مون سڀاويڪ ورائيو، ”گيتا سان گڏبس.“ ڪرنل ۽ سندس ڌرمپتنيءَ مونکي ساڻ گڏ ڪري ڊرائينگ روم لتاڙي پٺئين پاسي واري ڪمري ڏانهن وڌيا. مهنجي ڪن تي مڌر آواز پهتو. ڪهڙي نه مٺي آواز ۾ ڪنهن ونئي ڳايو:-

رنگ ماڻ لي پياريان! يه جيون نوهلا
پيا پراڻا چولا هئون واريان!

ڏِن ڄوڀن اور ڦلڙا! ناٿيڙي ڏن چار،
هٿون ٿي وڃان ڏيٺي،
روئان جهيٺي ٻاڻ هٿون واريان - رنگ.

ٻيڪڙيل ڏر کولي اندر آياسين. گيتا تانپوري کي ڇيڙي ڏِن ۾ ويٺي هئي ۽ ويٺي شبد ڳايائين:

رنگ ماڻ لي پياريان!

گيتا جيڪڏهن اسانکي ڏٺو نه ٿه راڳ بند ڪونه ڪيائين. وڏي پريم ۽ صدق سان ويٺي ٽاٽي اچاريائين. ڪيڏو نه درد هو هن جي آواز ۾! ڪهڙي نه ڪومل ڀاو سان ويٺي ڪيرتن ڪيائين! هي ڪراچي مان اسهڻ کان اڳ واري گيتا ڪانه هئي. ڪراچي ۾ اچڻ وقت جا سهڻي گيتا مون ڏٺي هئي، تنهن کان ٻه وڌيڪ سهڻي ٿي لڳي. منهن جسمي پرس ٿي، پيشاني چمڪاٽ ٿي ڏنس. روحاني روشني سندس چهري تي چٽي ٿي ٻکي. هي آتمڪ انتي واري گيتا ڪراچيءَ واريءَ چنچل گيتا کان علحدي هئي. اسين چپ چاپ ويٺا رهياسين، جيسين گيتا ڪيرتن بند ڪري، وچن وٺي فارغ ٿي. گيتا گنڀير ٻر ڀنڀاڻيءَ واري آواز ۾ آءُ ڀاءُ ڪئي. ڪا نهل مندر جي شڪ واري منڊل ۾ ويهي ڳالهيون ڪيونسين. گيتا خوش هئي، هر طرح آنند ۾ هئي! گيتا جا مندر کي ڪوهڙ سان سڀ ڪجهه ڪوهي ويٺي هئي، سا سک ڪيئن ڀوليءَ سگهي هئي؟ هن سک پاتو هو سائينءَ جي چرڻن ۾. دنيا جو ڪنت ڪوڙو

ثابت ٿيو هو، هاڻي هن اهو ڪنت پاتو هو جو هميشه سهاءِ هجي. سنسار جا پيار جهرندڙ، هن پيار ڪيو هو اوناسي! نامراد گيتا جو من مالڪ جي چرڻن ۾ ڪيئن لڳو؟

ڪرنل ڪراچي ڇڏڻ ڪانپوءِ دهليءَ ۾ آيو. ٻه سال نوڪري ڪري سگهي ها، پر ڌيءَ جي حالت ڏسي پينشن تي آيو. هڪ ڏينهن سندس موٽر سان حادثو ٿيو. حادثو خوفناڪ هو پر ڪرنل بچي ويو. گهر ۾ صاحب جو پاٺ رکايائون. گيتا هونءَ نه ڪڏهن به ڳالهه ۾ دلچسپي ڪانه وٺندي هئي، پر هن دفعي ڀائي ليجاسنگهه جي ڪيرتن ۽ ڪٿا مان مزو اچڻ لڳس. هونءَ به دکي گيتا جي اندر مان دک آهستي آهستي هٽندو ٿي ويو ۽ دک نفرت کي جاءِ ڏني هئي. نفرت مان گهڻن وقتن تي ويراڳ اڀڻ ٿيندو آهي. ڀائي ليجاسنگهه جي سمجهاڻيءَ گيتا جي گپت جذبي کي جيئرو ڪيو. هن جي من مان نفرت به نڪري وئي. نفرت وڃڻ سان ناستڪپڻو اپڻ ٿيندو آهي ۽ نفرت گهٽجڻ سان پريوءَ لاءِ پريم! گيتا تي خاص اثر ٿيو گورو گرنٿ صاحب ۾ رامڪليءَ جي وار پوڙي نمبر ١٤ جي سلوڪ پڙهڻ جو. ڪهڙي نه دل ڇهائيندڙ طرز ۾ ڀائي ليجاسنگهه سلوڪ مٿان ڀلا اچاريو هو ۽ ڪهڙن نه اثردار درشٽانتن سان انهيءَ سلوڪ جو ارٿ سمجهايو هو!

”اندر رلو، پرسرام رلو ۽ راجا اجي رلو.

لڪشمڻ ۽ سيتا جي ويوڳ ۾ سري رامچندر رلو.

جن سان سوامي ساڻ هو تن مزوري ڪندي پالبون رهيو.
سيتا کي ڇل سان ڪٽي ايندڙ ڏهن سسين واري راوڻ رهيو.
راجا جنڪي رهيو، انت ڪال جو ڏپ ڪندي شيخن
مشانڪن ۾ پيرن رهيو.

راجا پرٿري ۾ رهيو، گهر گهر مان ڀکيا پنندي راجا
گوپيچند رهيو.

ڪنجوس تن وڃائي رهيو، پنڊت گيان گنوائي رهيو.
استري ۾ پتار وڃائي رهيو. نانڪ! دک ۾ سڀڪي سنسار
رهيو."

سڀڪو رهيو، پر رام نام جپڻ وارو نه رهيو. نام مڻ
وارو جيت پائي ويو، هن سنسار ۾ ٻيو ڪو به ڪنهن
ٻئي ڪرم سان پائي نه سگهيو، پاڻي ليجاسنگهه پنل
آواز ۾ چيو هو:

مني نان ۾ سوني جڻ جاءِ، اوري ڪرم نه ليکي لاءِ.
لڏهن گيتا جي من مان اجلي گهمي ويئي هئي. وڃي
نه وڏن وڌاڪياڻن پڏندي به عمر اجائي وڃي پر جي مهر
ڏري نه هو پلڪ ۾ پرچو ٿئي. گيتا جي من ۾ خوشي
آئين ٿي ويئي. اهو ڏيهن اهو شيهن من ڪٽي مالڪ
سان لڳايائين. جيئن ويئي پاٽي سروڻ ڪندي تئن
ويئي سندس اندر ۾ خوشي وڌندي. سون جي ڪاڻ ملڻ
سان جيڪر ڪيڏي نه خوشي ملي؟ گيتا کي آلمڪ
خزاني جي مالڪي ملي ويئي هئي. ڪيڏاهن ويو دک
۽ ڪيڏاهن ويئي لهرت؟ دک ڇا جو، ڏکار ڪنهن لاءِ؟

ٿڪار نه، هاڻي نه پيار ٿي پيار هو! پيار سڀئي پريتم لاءِ، پيار سڀئي ڪنت لاءِ.

آ ر س ڪنت لام هم سوني

گيتا کي پتار ملي ويو هو، جو جڳ جي پتارن کان نرالو هو. پنهنجي ساجن جي صحبت ۾ هوءِ سکي هئي. سک سنڌس منهن مان پڌرو هو. سکي منش جي منهن جي مهڪ ني پڌري. هن وقت پنئو هو ۽ پنسي جي ڪارڻ ڪيترن شاديءَ جون آچون ڪيون هيون. پر هرڻي شينهن جي چنبي مان هڪوار ڇٽي وري شينهن جي چنبي ۾ اچڻي ني ڪالب هئي. سڀ ڪوڙ، فقط سائين سچو. سنسار سان ٽوڙي، سائينءَ سان جوڙي هئائين.

واهه واهه ڪانڌ نه اهڙو! گيتا اهو ور چونڊيو هو، جو نه رسي، نه ڪاوڙجي، نه عيب ڏسي، نه بدنام ڪري، نه مري، نه ڏک رسائي. گيتا جي جيون ڪٿا پڙهندي ني هردي ۾ شاهه لطيف جو هڪ بيت هري آيو ۽ هيئڙر ۾ پيو هري.

سڀڻ سون ۾ چڙهيج جيئان لنهنجي آسري
سڀيئي پاڙون سور جون لحظي منجهه لٿيج
منهنڙو ڪين مٽيج، ملڪ مٺيو ٿان گهوريو.

# ٻاڙيسوي

پهريائين ته هو شراب رڳو پيئندو هئو. شراب پيئڻ تي بندش پوڻ جي ٽن مهنن بعد هن شراب ڪاڙهڻ به شروع ڪيو. جيستائين رڳو پيئندو هئو، تيستائين بيڪار هئو. پر ”پيارڻ“ جي ڪرت کولڻ سان هو هڪدم ڪارائتو ثابت ٿيڻ لڳو. ڪمائيندڙ ٿيس، خرچائيندڙ پڻ. هو خود ۽ سندس ارد گرد جي دنيا به بدلجڻ لڳي.

جي پيالي-پاڻي، هڪ هڪ ٿي کانئس ڪنارو ڪري ويا هئا، سي مشڪندا، پنهنجي چپن تي طرح طرح جا عذر ۽ خوشامند ڪندي، سندس ارد گرد جمع ٿيڻ لڳا. پهريائين ڪجهه ڏينهن، اهڙي قسم جا ماڻهو کيس چالباز ڀاسجڻ لڳا. پر پوءِ، سندن انهيءَ روش کي دنيا جو دستور سمجهي، هن دل ۾ جڪ کائڻ بند ڪيا. يا، شايد، هن جڪ کائڻ انهيءَ ڪري بند ڪيا جو هن محسوس ڪيو ته مان به چالباز ٿيندو ٿو وڃان.

جنکي، اڳي کانئس قرض جي تقاضا ڪرڻ وقت عجيب و غريب گارين گهڙڻ ۽ طرح طرح جي ڌمڪين ڏيڻ جي ضرورت پوندي هئي سي هاڻي، بيوسيءَ جون تصويرون بڻجي، انتهائي راز ڀريي لهجي ۾ پنهنجين گهرو

حالتن جو خاڪو ڪيندي، منجهس افسانوي رنگ پرڻ لڳا. ڪن ته پنهنجو فرض ياد ڏيارڻ وقت، غمي جي اڳيان روئي به ڏنو. انهن روئي ڏنو، جي اڳ، ڪيس ڪچيون ڪچيون گاريون ۽ خوفناڪ دڙڪا ڏيندا هئا.

غمي جي ارد گرد جي دنيا، جا ڪيس اڳ ڦٽڪار ڏيندي هئي، جا هلندي هلندي رڪجي، فقط ڪيس ٺوڪر هڻڻ لاءِ، پنهنجو رستو ڇڏي سندس رستو ڪاٽيندي لنگهندي هئي، ساڳي دنيا سندس ڀر مان گذرندي جهڪڻ لڳي. دنيا سندس اڳيان جهڪڻ لڳي، ته هن جي هستي جاڳڻ لڳي، پنهنجي طاقت ۾ وشواس وڌڻ لڳس. گڏوگڏ پنهنجي ان نئين هستيءَ ۽ طاقت جو مظاهرو ڪرڻ جي ڪمزوري به منجهس گهر ڪرڻ لڳي.

هڪ ڏينهن، هو پنهنجي هڪ-ڇتي گهر جي دالان ۾ ويٺو هئو ۽ مان سندس سامهون، پهرئين چال تي، پنهنجي گهر ۾ دريءَ وٽ ويٺو هوس، جو اچانڪ ٻنهي جون نظرون اچي پاڻ ۾ مليون. نظرون ملنديئي، هن رڙ ڪئي:

"سنڌي بابو، ذرا هيٺ ته اچجانءِ!"

مان دريءَ کان هٽي، پڌر ۾ پهچي ويس- وڃان، نه وڃان؟ "سنڌين" کي ائين ڏڪائي ويندو، سالو؟- سوچي، مان پاڻ جي ويڻ جو چاقو کولي، رومال ۾ ويڙهي، ڪڇ ۾ وجهي، منهن کي گهيٽر بڻائي وٽس ويس.

"توهين واپاري آهيو؟" هن پڇيو.

"نه."

”ڌڌهن ڪهڙو ڪم ڪندا آهيو؟“
”هڪ واپاريءَ وٽ نوڪر آهيان.“
”پر توهين نه پڙهيل پيا ڏسجو؟“
”ها، مان ڪلارڪ آهيان.“
”پوءِ ڪنهن به وقت ڏڪي جي درخواست لکي موڪلي پڪڙائي سگهين ٿو.“ هن مشڪندي چيو. مان ڪڪو وڪو ٿي ويس. الهيءَ وچ ۾ هن مشڪڻ بند ڪري ڇڏيو ٿي، صدريءَ مان هڪ وڏو چاقو ڪڍيو. چاقو کولي، کاٻي هٿ ۾ سڌو ڪري جهليائين، پوءِ ساڄي هٿ جي ڏسڻيءَ جي مٿان کي پنهنجي زبان تي گسائي کيس تڪ ۾ ٻاري مٿان هيٺ ڪري هڪ ڦوٽي چاقوءَ جي ڌار تي هڪ طرفو گهمائڻ لڳو.
پوءِ نه پنهنجي قميص مٿي ڪري، چاقوءَ وارو رومال ڪڍيو. رومال مان چاقو ڪڍي ڏانهس وڌائيندي چيو مانس:
”ٻائي جان، اچ نه چاقو هڪ ٻئي ۾ بدلايون.“
هو گهور ڪري مٿهنجي مشڪندڙ مـنهن ڏانهن نهارڻ لڳو.
”نه سوال تو ڪرڻ ڳالهايو هئو؟“
”پوءِ؟“
”پوءِ نه تون ڪلارڪ آهين.“
”نه.“
”نه ايتري جرئت تو وٽ ڪٿان آئي؟“

"منهنجي ٻگهار مان ٻورت نہ ٻولندي آهي."

"تنهنڪري ڇا؟"

"تنهنڪري مان غريب آهيان. ۽ غريبن کي ساهہ جو سانگو گهڻو نہ ٿيندو آهي. غريب جيڪڏهن گيدي ٿي جيئڻ تہ سندن پاڇو بہ ڪين ڪاڻ ايندو. تنهنڪري هنڪي قدم قدم جي خطري کان بچڻ لاءِ جانباز ٿيڻو ٿو پوي."

"پر پڙهيل لکيل ماڻهو تہ بچڻا ٿيندا آهن؟"

"مان پاڻکي پڙهيل هئڻ جي ٻيت ۾، غريب وڌيڪ ٿو سمجهان."

"تون ڀلاجي پڙهيلن کان وڌيڪ سمجهہ ٿو رکين."

"مان اها بہ سمجهہ ٿو رکان تہ اسين هڪ ٻئي جا پاڙيسري آهيون. ۽ پاڙيسريءَ جي ناتي، اسين هڪ ٻئي جا دشمن نہ، پر آسرا آهيون."

هن وڏي آواز واٽ صاف ڪري، زمين تي ٽڪ ٽڪي ڪئي ۽ ڳاڙهسري ٽڪ جي مٿان زور سان پنهنجو پوڇ وارو پير هڻيائين. پوءِ ڪنڌ هيٺ ڪري، چاقو بند ڪندي چيائين:

"تون ڀي ڏاڙهيو لسڙاٽ ٿي مولکان ڪٽي وئين. عمر، هاڻي ٻڍاءَ توکي ڪاڻي تڪليف آهي ڇا، ڪنهن بہ ماڻهوءَ منجهان؟"

جواب ۾ مولکي ڏڄو مشڪندو ٿئي، هن چيو:

"قسم اٿيئي پنهنجي ٻگوان جو، جيڪڏهن ڪوئي

ڪم پوڻي ۽ مولڪي ياد نه ڪيو اٿيئي. منهنجو سر نه تنهنجي ملڪ آهي." - ۽ وڌيڪ نه ٽرسي هو ڪنڌ هيٺ ڪري سوچيندو، پٺي ورائي هليو ويو.

سياٽي لي سانجهيءَ جو آفيس کان موٽي ڪپڙا بدلائي رهيو هوس ته سنڌريءَ ٻڌايو:

"غنيءَ جي ڌيءَ آئي هئي."

"ڇو؟"

"تنهنجو نالو پڇڻ."

"پوءِ؟"

"ٻڌايو مانس."

"پوءِ؟"

"وڃي هلي."

"وڃي هلي، وڌيڪ ڳالهه ٻولهه ڪانه ڪئي؟"

"ڇو، ڪائي ڳالهه ٿي آهي ڇا؟"

"نه، پر تو انهن نه پڇيس ته نالو ڇو ٿي پڇن؟"

"پڇڻ گهربو هئو ڇا؟....ڪا ڳالهه...."

"ڀاڄي ڪهڙي چاڙهي اٿيئي؟"

"وڙيون پٽاٽا."

"وڙيون؟ ڇو پٽر ڪين مليو ڇا؟"

"اهڙا وس-وس لهي ٿي؟ ڪالهه ويندين. وٺهي ڪين رهنديءَ پيٽ ۾."

"راون وٺهي رهن لڏهن ۽ چگرز تنهنجي ڪري

ڪٺي سهي وڃي. پر اهي تنهنجون مائٽياڻيون ٻيٽ ۾ پيئون به ڏينهن ٽڪنديون آهن.“

”ها، پيرن ۾ گهنگهرو نه پيا اٿن؟“ چئي، مون سچائي هوءَ وڃي ڪنهن ڪم کي لڳي. خير ٿيو، سو ڳالهه بدلجي ويئي. مونکي ٿي پنهنجي انديشي کاڌو نه هنجو ڪوڙ شروع ڪيو آهي سو ڪٿي ڪالهوڪي چاقن جي لماءُ واري ڳالهه نه ڪري وجهانس جو ڦلڪو ٿئي لي ٿي ڇڏي ڪلياڻ پڇڻ ۽ پڇائڻ جي سانباهن کي نه وڃي لڳي.

روني ڪائي پسار لاءِ هيٺ لٿس نه غديءَ گهڙيءَ ۾ چڪر پئي ڏنا. مونکي ڏسي، منهنجي واجهي هنڻ جي باوجود، وڏي آواز منهنجو نالو ڪٺي چيائين:

”مسٽر رامچند، گهوڙي لکنو آهين ڇا؟“

”ها.“

”پي ته ڳالهه ٻڌ، توکي ڪجهه وقت آهي؟“

”ها؛ ڇو، خط پٽ لکائڻو اٿيئي نه؟“

”نه، سنيما ڏسڻ جو خيال اٿم. هي ڏس، ٽڪيٽون آڻائي به رکيون اٿم- آهن سو پونين شو جون. پئي ڪنهن شو ۾ ته تون هلي ڪونه سگهندين؛ ڪ، هلي سگهندين؟“

سندس همت ۾ ٻي رٿي ڏهين آئي واريون ٽڪيٽون ڏسي، مونکي ڌڌڪو ٿي ويو. مونکي سندس ڪالهوڪا لفظ ٻري آيا: ”سر ٻيو تنهنجي ملڪ آهي.“ ۽ هي ٽڪيٽون شايد ان ڳالهه جي ثابتيءَ جي شروعات هئي.

مون پاڻ ڇڏائيندي چيو:

”ٻائي جان، ٻيو ڪو تنهنجو ڪم هجي، ٻائي جان تہ مان حاضر آهيان، نہ تہ مولڪي پنهنجي هڪ مائٽ وٽ ويٺو آهي.“

”تنهنجي معنيٰ تہ پاڙيسري مائٽ نہ ٿيندا آهن.“ چئي، خارن مان ٻن ٽڪيٽن جا اُٺ اُٺر ڪري منهنجي اڳيان اُڇلي، ٻئي ڏئي، ٽڪرو ٽڪرو گهٽيءَ مان نڪري ويو.

ان بعد نہ هنکي ڳالهائڻ جي همت ٿي، نہ مولڪي ٿي. مولڪي لنگهندو ڏسي، هو منهن ڦيري ڇڏيندو هو. ڪيس ڏسي، منهنجو منهن هيٺ ٿي ويندو هو. هڪ ٻئي ڏانهن اهڙيءَ روش جا ٻہ اڍائي هفتا، اينگهبا اينگهبا گذري ويا.

اوچتو ٿي اوچتو هڪ رات جڏهن آءٌ روٽي ڪاٽي، هوٽل کان ڪجهہ دير سان پسار لاءِ وڃي رهيو هوس تہ ڏٺم تہ هو منهنجي ڪيڏ وٺي پيو اچي. مان ٺهرائين تہ ڇرڪي ويس: مبادا هڪ ڦونو چاقو جو ڏيکاريو هئائيم، سو اڄ استعمال ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هجائين. هنن شرابين تي ڪهڙو ڀروسو؟ ٻہ ٻہ پاڻسان ٿوري ٿي دليلبازي ڪرڻ لي منهنجو ٻپ ڪجهہ گهٽ ٿيو. آخر ٻہ ساڻس گڏ سنيما لي وڃڻ کان انڪار ڪرڻ ٿي، ڪيس مون تي چاقو هلائڻ جو ڪو سبب نہ لڌو هوندي ۽ شايد پنهنجي ڪم سان ويندو هوندو. ڇا ڪيس ڪو ٻي ڪم ٿي لڌو سگهي؟ ڇا ٻمبئي ڪارپوريشن، ماهيم جو هي ۽ فوٽ پاٿ رڳو منهنجي هلڻ لاءِ ٺهرايو آهي؟ نہ، ٻمبئي

ڪارپوريشن جا وڏا اهڙا بيوقوف نه آهن، بيا ماڻهو به نه منهنجي پٺيان پيا اچن. پر تنهنجي معنيٰ اها ته نه آهي ته غنيءَ جي صدريءَ جي کيسي ۾ چاقو ٿي ٿي نٿو سگهي؟ بيا ماڻهو به منهنجي پٺيان پيا اچن تنهنجي معنيٰ اها نه آهي ته هن اڳيان ايندڙ ريسٽارنٽ ۾ گهڙي مونکي چانهه پيئڻ جو ڪو حق ڪونهي؟ چانهه پنهنجن پيسن سان پيئندس، منهنجي پٺيان ايندڙ ماڻهن جـي گهران ڇا ويندو؟ ڪائونٽر تي ويٺل ايراني به ٿوروئي پڇندو ته توکي چانهه پيئڻ جي ضرورت نه آهي، تنهن ڪري ڇو ٿو پيئن؟

پنهنجي دليلبازيءَ مان ڪڪ ٿي، ڪجهه غصي ۾ ڀرجي، ڪجهه بدحواس ٿي، مون ڪائونٽر تي ٿي ايرانيءَ کي حڪم ڏنو.

”ٻه بسڪيٽ، هڪ چانهه!“

ايرانيءَ رڙ ڪئي:

”ٻه بسڪيٽ، هڪ چانهه!“

مونکي ڪائونٽر تي ٽيبل ڏسي، ايراني مونکي ڏسڻ لڳو. مان به ايرانيءَ کي ڏسڻ لڳس؛ ايرانيءَ کي ڏسندي، مونکي ياد آيو ته مونکي هنکي نه، پر غنيءَ کي ڏسڻو آهي، غني، جنهن کي مون سئنيما تي هلڻ کان انڪار ڪيو هو؛ غني جو منهنجي پٺ وٺي ٿي آيو، غني جو هن مهل ائين هيسٽائين پهچڻ گهرجي. غني....؟ غني ته سامهون ويٺو هو. ريسٽارنٽ جي در وٽ ويٺي مونڏانهن

گهوري نهاري رهيو هو. اکيون مليون ۽ مونکان ڇرڪ نڪري ويو. مون لڪڙ لڪڙ ۾ آنو کيسي مان ڪڍي، ڪائونٽر تي رکيو ۽ ٻاهر غير ڏانهن وڌي ويس. ڪنهنجي گهوريندڙ اکين ۾ مون ڪڏهن ايتري عاجزي ڪانه ڏٺي هئي.

وڃڻ سان ئي مون سندس جهڪيل ڪلهن تي هٿ رکي چيو:

”ڀائي جان، فرمايو توهان جو ڪجهه ڪم آهي مون ۾؟“

پريل گلي سان، کلڻ جي ڪوشش ڪندي هن پنهنجو پاڻ تي ٺٺولي ڪئي:

”ڀائي؟- مان ڪنهنجو ڀائي ڪڏهن کان ٿيس؟“

مان ڪو به جواب ڏيئي نه سگهيس.

مون وٽ سندس منهن ۾ نهارڻ جو تاب نه هو؛ منهنجو منهن هيٺ ٿي ويو. سندس ڪلهن تان منهنجا هٿ ڪري پيا. منهنجو ساڄو هٿ ڪرندي ڪرندي، سندس ڏائي هٿ تي اچي پيو. هٿ هٿ ۾، ڪنڌ هيٺ، ٻئي خاموش، ائين خود بخود اڳتي وڌڻ لڳاسين. وڌي اچي ماهيم جي باغ ۾ ويٺاسين. ڪجهه وقت چپ چاپ ويٺا رهياسين. پوءِ هن تلاءَ ۾ نهاريندي اوچتو ظاهر ڪيو:

”جيترو تون سمجهين ٿو اوترو مان ڪريل نه آهيان، رامچند.“

”مان توکي ڪريل ڪٿي ٿو سمجهان، ڀائي جان.“

”مونکي ڪرهل لئو سمجهين ٿو، هن پلا مونکان ڪترائين ٿو؟ ڇا انهيءَ ڪري ڇاڪاڻ ته مان مسلمان آهيان؟“

”نه، نه اهڙي به نه آهي.“

”اهڙي به نه آهي ته ڪهڙي آهي؟“

”توکي... توکي اعتراض نه هجي ته مان توکان پڇان ته مولانا وستي وڃڻ لاءِ ايترو منتظر ڇو آهين؟“

منهنجي ان سوال لاءِ ڪو وقت ته هو چپ رهيو. پوءِ آهستي آهستي هن چيو:

”تون پنهنجا لفظ ياد ڪر، واعدا؟ توکي ياد آهي ته تو چيو هو ته پاڪستان جي ناتي اسين هڪ ٻئي جا آسرا آهيون.“

”جي، چيو هوم. پر منهنجو مطلب... منهنجو مطلب هو ته تڪليف وقت هڪ ٻئي جا آسرا آهيون.“

”اڇا، تنهنجو مطلب اهو هو. معاف ڪجانءِ. مون ٻئي طرح سمجهيو هو. توهان واڻين کي سمجهڻ لاءِ به واڻڪو دماغ گهرجي.“

”توهان واڻين کي سمجهڻ لاءِ به واڻڪو دماغ گهرجي.“ مون محسوس ڪيو ته ”غنيءَ“ مونکي آگري گار ڏني ورتي آهي. پر ان گار ڏيڻ لاءِ مون ئي ڪيس سبب ڏنو هو. شايد مان ان گار جو حقدار هوس. شايد نه هوس، ڇو ته منهنجو من بغاوت ڪري رهيو هو. منهنجو باغي من تيزيءَ سان غنيءَ کان ڪنارو ڪرڻ جو سڄو سبب ڳولهڻ لڳو. شايد ان ئي سڄي سبب ائين، منهنجي

واڪي مونکي غائب ٿي وڃي.

"سچ پڇين، ياني جان، ته مان توکان ڪنارو انهيءَ ڪري ڪرڻ ٿو چاهيان جو تو مان خوف ٿو ٿئيم. تون شراب پيئن ٿو، شراب ناهين ٿو، ۽ خنجر جهڙو چاقو هميشه پاڻسان گڏ کڻي ٿو گهمين."

مان اهو سوچيل دليل ڏيڻ وارو ئي هوس ته غني اُٿي کڙو ٿيو. جٿن اُٿيو، لٿن رمندو رهيو.

مٿين واقعي جي ڏهاڪو ڏينهن بعد، سانجهيءَ جو گهر آيس ته گوپال منهنجي انتظار ۾ ويٺو هو. گوپال منهنجو گهرو دوست آهي. مونکي ڏسڻ سان ئي وڦلڻ لڳو. پنهنجي دوستيءَ جو ننگ وجهي مونکي وڌيڪ ڪوڙو، پيسا ۽ ڪميڻو ٿي ڏيکارڻ کان منع ڪرڻ لڳو. اوڪيءَ ويل ۾ ڏنل چاليهن روپين جي قرض موٽائڻ جي تقاضا ڪندي، هو انهن سڀني انسان کي گارون ڏيڻ لڳو جي مونکي آڻيندا. ڪڏهن ڪچي ڪوڏي به قرض طور ڏيندا. آخر ۾ وڏي واڪي، پنهنجي پيءُ جي پٽ هئڻ ۾ شڪ ظاهر ڪندي، پنهنجي ماءُ کي شرطي گار ڏيندي، هو چٽي رهيو هو ته قرض اڳاڙڻ بنا هو منهنجي گهر مان پنهنجي گهر نه موٽندو. نه غنيءَ اچي ڪيس گردن کان پڪڙيو. مان ۽ منهنجي زال منهنجي دوست کي چپ چاپ ڏسندا رهياسين. غنيءَ ۽ ڪيس چپ چاپ ڏسندا رهياسين. غنيءَ جا چپ ڦڙڪي رهيا هئا، پر منجهائن گار نه ٿي نڪتي. سندس همت ڏڪي

رهيا هئا، پر مضبوطيءَ سان منهنجي دوست کي گردن کان جهليندا، ڏاڪڻ لاهيندا ويا. اڌ ڏاڪڻ لتاڙجي چڪي هئي، ته مون جلد هوش سنڀاليندي ڏاڪڻ ڏانهن ٽي چار وکون ڀڪي، چيو:

”ٻائي جان، مارجالس ته، هي منهنجو دوست آهي.“

جيئن ته پل وچان ڪو ٽانڊي کي ڪٽي، سندس گرمي محسوس ڪري کيس هڪدم ڦٽو ڪندو هجي، تيئن ٿي هن اوچتو ۽ هڪدم منهنجي دوست کي گردن وٽ هڪ جهوٻو ڏيئي ڦٽو ڪيو. هو ٻه ٽي ڏاڪا ليٽڙندو ويو، ۽ اڃا اٿي ٿي اٿي، تنهنکان اڳ ۾، غنيءَ وري ٽپو ڏيئي وڃي کيس ڪالر کان پڪڙيو.

”هي قرض جي باري ۾ ڇا جي بڪواس ڪري رهيو هئين؟“

چپ.

”گهڻا رپيا آهن تنهنجا؟“

”چاليهه.“

غنيءَ قميص جو پلاند مٿي ڪري، اندران ٿلهيءَ گنجيءَ جي کيسي مان نوٽ ڪڍي ڳڻي کيس ڏنا. غني ۽ گوپال اسان جي نظرن کان غائب ٿي ويا، ته سندري ۽ مان، ڏاڪڻ جي منهن تي بيهي، هڪ ٻئي ڏانهن ڏسڻ لڳاسين.

سندري اتمچنداڻي

## ٻڌن

سوامي، الاجي ڪهڙن سنسڪارن جي اوڙڪ ۾ ٻڌل آهيان نه ته ٻڌن ۾ نٿي ڇڪا هئا. مون ته سمجهيو هو، اها طوفاني رات، جا الاهي وڻ ٽڻ ڪيرائي، دل جي سموري بستي اجاڙي ويئي، سائي آخرين رات هئي. هڪ سال جي اندر ئي اهڙي طوفاني رات توهان لاءِ ٻه اچي ويندي، مون نٿي ڄاتو.

لکيو ڪو خط پڙهي، خبر ناهي ڪيڏو ڪجهه، جو هردي جي سطح تي ٻڪرلو ٻڪڙلو پيو هو، سو ڪنهن ٻلڪل ڪچيءَ زمين اندر سمائجي ويو آهي. انهن پيو لڳي، ڄڻ ڄاڙي زمين تي هلڪي وسڪار ٿي آهي. مڌنجهانس پيدي پيدي خوشبوءِ پيئي نڪري. شال اچا گهٽي وس ٿئي، انهي وس ٿئي جو هن سرابسر جي بستي اڙهي ٻڌي وڃي. ليڪن جهولن سنسڪارن ۾ ٻڌل هن سرلر ڪي جو توهانجي دوست گوپ لون خيالن جي رسيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو آهي، سو ڪيترا ٻه وهڪرا الڪي لوڙهي ته سگهندا ئي ڪين.

خبر اٿو، هو جڏهين ٻهرلن ٻهرلن مهمبن ٻيڪن مجهه آيو، تڏهين ڇا اچي چيائين؟ "روپ، تون مرڻ ٿي چاهين يا جيئڻ."

اهڙي حجت جو اڌڪار ڪيس اوهان وٽان مليو هو يا سنڌس پيدا ڪيل هو. اهو- سڀ سمجهڻ جي ڪوشش پئي ڪيم جو ڪلي چيائين، ”ان طرح ٻرڙ ۾ رڪائون ٿا هڻ سان ٿي پاڻکي ويچاروان استري ڪاڻ سڏائي سگهندينءَ.“
”اڙي، توکي ڪڏهين چيم، مان ويچاروان آهيان؟ ويچاروان هجان ها ته پتيءَ وٽان هيئنئن ڌڪار جي....“
سوامي، وڌيڪ ڪجهه چئي نه سگهيس. چپ ڪري ڏندن وچ چلي آنسو پي وڃڻ جي سخت ڪوشش ڪيم. مگر آنسو... اهي توهان وانگر ضدي، اکين جا چوڪٽ ڇڏي، ڳلن تي رستو ٺاهي هليا.

گوپ ومت ايڏي دردي دل آهي پيا هر ڌاريءَ استريءَ جي ويدنا ڪنهن به پرش جي دل جون تارون هميشه ان طرح ئي ڇيڙي وجهندي آهي، سو نٿي ڄاڻان. اوقت گوپ رومال سان پنهنجو منهن اهڙو ته زور زور سان اگهي ڇڏيو، جو پلڪون مٿي ڪندي ئي سندس سورج جهڙو ڳاڙهو چهرو ڏسي شرمسار ٿي ويس. ڪاش، توهان وٽان ايڏي همدردي پائي سگهان ها اوقت!

گوپ چيو، ”هڪ آفيس ۾ ٻن ڪلارڪن جون جڳهيون خالي آهن.“ مونکي ڪل اچي وٺي، پر جهڙو بگل چوڙين جو آواز. چيم، ”نوڪري جا لاءِ؟ ڪنهن لاءِ؟ پتيءَ جي ڌڪاريل استريءَ کي جيئڻ جو ڪوئي به حق ڪونهي. خاص ڪري جڏهين پاڻ ٿي پنهنجي گهر

کي آگ لڳائي آئي آهيان. ”خير“ هن ڏکو ساهه کڻيو.
”اهي توهان“ گهوٽ ڪنوار جا ذاتي مسئلا آهن، مان وچ ۾ ٽپو ڏيڻ چاهيان. مهرباني ڪري توهين نوڪري لاءِ هائو ڪريو ته مان توهان جي درخواست ڏئي ڇڏيان.“

ٻن پلن ۾ ئي گوپ ڪيڏو مفاصلو پٺتي موٽي ويو. ”تون“ مان ”توهين“ تائين پهچندي، بس اهي ئي ٻه پل لڳس. ياد آيو، اسان جي اها پريم ڪهاڻي، شاديءَ کان اڳ جو قصو. توهان چيو، ”مون کي ”تون“ ڪري سڏ.“ ان ڏينهن اسين ميرن جي قبر وٽ ويٺي، انهن اندر دفن ٿيل شخص ۽ انهن جي پريم ڪهاڻين بابت سوچي رهيا هئاسين. مون چيو، ”توهان ٻه ڇهن مهينن جي ملاقاتن کانپوءِ ”تون“ چوڻ شروع ڪيو سو مون کي ذرا ڇهه سال ته مهلت ڏيو“ پر اهو پنهنجائيءَ ڏانهن اڳتي وڌڻ جو قدم هو ۽ ان ڪري ايڏو وقت لڳو. هاڻو اڳتي وڌڻ پٺتي وڃڻ کان ڪافي ڏکيو آهي. ۽ نه ڀلا مون کي جنهن پريم جي ڏاڪڻ تي چڙهڻ لاءِ هيڏا سال لڳي ويا، ان کان ابتڙو ٽپو توهين ڪيئن لهي وڃو ها، جو سروج وٽ وڃڻ لاءِ ايڏو ضد ڪري ويٺا. ان طوفاني رات جو مونهنجي هيڏي وياڪلتا ڏسي به توهان وٽ نه همدردي اڀري سگهي نه رحم! پريم جي ڏاڪڻ جا سڀ ڏاڪا لهڻ لاءِ بس اهي ٿورائي پل ڪافي هئا!

اڙي هي ڇا لکي ويٺيس. توهان کان وڇڙڻ جي پوءِ جي ڪهاڻي لکڻ ويٺي هئس. الائجي اڳ جا داستان

ڪيڻن دهرائجي ويا. مگر اڄ ڪلهه اهي اڳ جا داستان ٿي ته منهنجي پونجي پڄجي رهيا آهن، جنکي ڪنجوس جي خزاني وانگر روز رات جو لنهائيءَ ۾ ورائي ڦيرائي ڏسڻ جي عادت پئجي وئي آهي. گوپ جي ڳالهه پئي ڪئي ماڻ، هن نوڪري ته وٺي ڏني ۾ هيڏن ماڻهن جي اڳيان ويندي ڏاڍي هٺڪ پئي ٿي. ليڪن، پهرين پڳهار ملڻ ڪانپوءِ انهن لڳو، جڻ گنگا جو جل ٿڌو نه ڏاڍو هو مگر ٽهي هٿڻ سان هر پاپ کان مڪت ٿي ويس.

هاڻ پئي هڪ ٻئڻ کي نوڙڻ ۾ لڳي ويس. پيڪن ۾ رهندي وڇوڙي جو بوج دل کي الاجي ڪهڙن ترابن ڏي ڌوڪيندو ٿي رهيو. سڄيون سڄيون راتيون سيٺي ڏينهن بس هڪ ٿي خيال ستائيندو ٿي رهيو، "مان سروج کان گهٽ ناهوڪي آهيان، گهٽ سندر آهيان، لڏهين ٿي ته منهنجو سوامي منهنجي جيئري لاش کي اوراڳهي سروج ڏانهن پهچي ويو. مان پنهنجي وارن کي ۽ هار سينگار کي عين سروج جهڙو ڏاهڻ لڳيس. مگر پوءِ ۾ اها ڪمي دور نه ٿي سگهي. الاجي اندر ٿي اندر ڇا ڪجهه ٿو پيو هو جو سڄو ٿي لٿي ٿيو. ماضي وري وري ڪا والدي گهڙي ڏسي اچي نانگ وانگر ڦوڪون ڏيندو هو. "پتيءَ کي ٻيءَ استريءَ کان روڪڻ جو لوڪي اڌڪار ٿي ڪهڙو هو؟ پتيءَ لي ته پرلم جي ڏور جو قبضو جائز آهي. پيار جي ڏور جڏهين ٽٽي چڪي لڏهين اناج ڇڏي ڪلون مٽڻ ڇو هلين؟ پلا هو نه لوڪي

ڇو چاهي؟ ڇا رکيو آهي تنهنجي شڪل ۾؟

ليڪن آرسيءَ ڪڏهن ۽ اهڙي گواهي ڇو ڪين ٿي ڏني؟ سمجهه ۾ ٿي نٿي آيو. ان هوندي به جڏهين ڏٺم ته توهانجو من راتيون ڏينهن سروج وٽ ٿي رهيو ٿيو آهي تڏهين چيم، جيڪو پکيڙو اڏامي چڪو آهي ان کي وس ڪرڻ جي ڪوشش ڪهڙي ڪريان؟ اها ٻه برسالي رات جڏهن توهان ضد ڪري سروج جي جنم ڏينهن جي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ نڪري ويا، اهـــا ڦهري رات ٻڏجي ويئي. مون توهان کي مڪه سان ڪين روڪيو؛ مڃان ٿي. مگر ڪنهنجي وياڪلتا ۽ آنسن جو سيلاب، ڇا ڪجهه ٻه نه ٻڌائيندا آهن؟ توهانجي هلي وڃڻ کانپوءِ هوا جو هڪ هڪ جهونڪو ڪن وٽ اچي چئي ٿي ويو "شاديءَ جا ٻڌڻ بس ايتروئي ڍلا آهن، بس ايترو ٿي."

"نه پوءِ چار ڦيرا ڇو ڏنا ڏيارايا وڃن؟ رجسٽرن ٿي صحيحيون ڇو ڪيون وڃن ۽ هشام ماڻهن جا مڙي اهڙي ڪچي ڳنڍ ڇو ٿي ٻڌي وڃي؟"

منهنجي اندر هڪ آگ ڀڙڪي اُٿي. ان آگ کي لڪ ممتون ڪيم نه ٻاهر اچي گهر کي جلائي ڇڏي ٻـر ڪجهه ڪين ٿيو. اکين مان اکٽ برسات وسائڻ کانپوءِ ٻه اها جلن ٺڏي نه ٿي سگهي. لنب ڦٽي پيئي، اڪيلائيءَ ۾ ڏي ڏيڻ واري هڪ ٿي سهيلي ٻـه رسي ويئي. ٻئي ڏينهن ٿي توهان سان ڇٽي شيشهڻ وانگر وڙهيس. ڪاش

ان مهل توهانکي ڪل هجي ها ته اها پنهنجن کان پاڻکي جدا سمجهڻ جي جرچا ٿيندي آهي! پوءِ شايد ساري زمين جو پاڻي منهنجي مٿان ليٽائي وجهو ها يا شايد دل جو سمورو سنيهه اکين مان وهائي موٽڪي ان ۾ ڏوئي سيتل ڪري وجهو ها.

ليڪن ان مهل توهانجي دل سڄي هٽي. سڄي جو بيٺي هٺي! سروج جي دل جو سانت جو هوس. توهانکي خبر ٿي ڪين پيئي ته ٿتل دل ڪهڙي قسم جو اجهاڻيل ڏيئو ٻٽجي پوندي آهي. توهان رڙ ڪري چيو "موکي سائين کان وڇوڙڻ واري ٿون ڪير ٿيندي آهين؟ هٽي وڃ منهنجي منهن تان، تنهنجي شڪل به ڏٺو ٿسڻ چاهيان؟ هانو توهان انهيءَ روپ کي اهڙا اکر چيا جنهن جي وڇوڙي ۾ ڪنهن ڪنهن وقت ته راتيون به ترار جي ڌار جيان توهانکي گهائي گذرنديون هيون؛ مان پنهنجي دل جي اونداهين منجهان پلا ڪهڙي ٿي روشني پائي سگهيس؟ ڏيري ڏيري ڏاکڻ لهي هيٺ هلي آيس. پير ڪيڏانهن وٺي هليا، خبر ڪانه پيئي. جڏهن وقت سرت آئي تڏهن وقت پاڻکي سمنڊ جي ڪناري ويٺ پاتم. لهرن موٽڪي پاڻهن ۾ وڙڻ لاءِ هڪ ٻئي سان شرطون پچائڻ شروع ڪيون. جڏهين انسان ڪي پاڻ ۾ سمائڻ کان نابري واري ڇڏيندو آهي تڏهن قدرت ڪيئن سهارو آڇيندي آهي. مگر مان انکي سهارو سمجهي سگهان ايتري ابوجهائي به منهنجي تعليم موٽکان ڪسي ورلي

هئي. قدرت ته انسان کي ملياميٽ ڪري ڇڏي. انسان ئي انسان کي جيئاري سگهندو آهي. سهارو ٻڌجي، دک جي گهڙين ۾ ڪيس پاڻي نيڪ ڏياري وهاريندو آهي، اها ڳالهه ڪافي دير سان معلوم ٿي ته ائين ڇوان ٿـ معلوم ته اڄ ٿي هئي نه ته توهانجو سهارو ڇو طلبيان ها! پر ان ڳالهه جو ذاتي اثر لڌهين ٿيو، جڏهين مان پيڪن ۾ رهيل هئس ۽ گوپ محسوس ڪيو ته مونکي نوڪري وٺي ڏيڻ ڪانپوءِ به هو مونکي پوريءَ طرح کلندو نه ڏسي سگهيو هو. هڪ پيري ڏکي ٿي چيائين، "تنهنجي آفيس ۽ منهنجي آفيس جي وچ ۾ ڪا ڪوهن جي وٿي ڪينهي. پوءِ ڇو ڪين موٽ وقت هلي ايندي ڪرين؟"

الاجي ڪهڙي جذبي سان مان هنجي گهر قبول ڪري ويٺيس. شايد ڪجهه توهان کان وڌ وٺڻ جي مراد هئي، ڪجهه توهانجي درشن ڪرڻ جي اڇا هئي. پهرئين پيري توهانجي آفيس ۾ ايندي دل ڌوڙيءَ جيان ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي هئي. شڪر جو گوپ جي ميز توهانجي ميز کان گهڻو پري رکيل هئي. مان روز نوان ويس وڳا پهري توهانجي ڊپارٽمينٽ مان گوپ سان گڏ نڪري ويندي هئس. پهرين پهرين ته پنهنجي پنيان توهانجون بيپرواهه نظرون محسوس ڪندي هئس پر ڌيري ڌيري ڏنم اهن ۾ جلن اچڻ لڳي. هڪ ڏينهن اچانڪ اهي گهايل پر نتل پکيءَ جون نظرون ٻڌجي پيئون!

چانهه پيئندي گوپ پڇيو، ”تون اڄ ايتري منجهيل ڇو آهين؟...... ليڪن تنهنجي مُک تي هي مونجهارو به ايترو سندر ٿو لڳي جيترو جل جي ڦڙڪڻي ۾ سج جو اَندلتي شعاع، جنهن ۾ گولاڳون رنگ منجهيا سنجهيا پيا هوندا آهن.“

مون ڪنڌ مٿي ڪري چيو، ”گوپ، مان تنهنجا ڪيترا شڪرانا مڃان! مونکي ڀرم ٿي وئو آهي ته مان سندر ڪين آهيان، وڻندڙ ڪين آهيان؛ تو ڪيڏي مهل اچي منهنجي ان وهم کي دور ڪري ڇڏيو، خبر ئي ڪين پئي. تو منهنجي شڪل جون ساراهون ڪيون. ٽائيپ تي لکڻيون هلندڙ منهنجون آڱريون توکي ايتريون وڻيون جو ذري گهٽ الهنکي.... وڃين ها.... ليڪن تون مون لاءِ پوڄا جي مورتي آهين. منهنجي آتما کي دک جي اونهين وادين مان ڪڍي اچي پهاڙيءَ تي مشعال ٻاري رکڻ جهڙو مهان ڪارج توئي ڪيو آهي....“

هن ٻهڪندڙ مک سان چيو، ”چاڻين ٿي تنهنجي پتيءَ کان شاديءَ جي موکل به وٺي چڪو آهيان....“

”شاديءَ جي ٻنڌن کي هُو پال ايترو ڀلو سمجهي ٿو مان نه سمجهنديس. منهنجو توسان آتمڪ پريم آهي، اهو ڇا ڪافي ناهي.“ جيتوڻيڪ انهن اکرن جي کوکلائپ مون به سمجهي ٿي ته به چئي ويٺس. سروج لاءِ به توهان هڪ پيري ائين چيو هو، ”ڇو شاديءَ کان پوءِ آتمڪ پيار نٿو ٿي سگهي ڪنهن ڇوڪريءَ سان؟“

گوپ وڏيڪ سلجهيل دماغ وارو آهي. هن چيو، "هنن حالتن هيٺ ته مان آتمڪ پيار کي ڪا به اهميت نٿو ڏيان. آتما ۽ جسم هڪ ٻئي کان ڌار ڪرڻ ڀُل آهي، دوکو آهي جو ماڻهوءَ کي جهڪائڻ لاءِ ته ڪافي آهي پر مونکي اهڙي دوکي کان نفرت آهي."

"مان سوچيندس" چئي، ان ڏينهن چانهه پيئڻ کان پوءِ واپس توهانجي آفيس ۾ آيس. منهنجن نظرن دوکو کين ڪاڻو هو. توهين برابر هڪ گهايل پکيءَ جيان مون ڏانهن نهاري رهيا هئا. مان ڀلا ان مهل چپ ٿي ڪري سگهيس؟ اکين ۾ جل، من ۾ پيڙا کڻي موٽي رهي هئس، جو توهانجي سيڪشن وٽان لنگهندي ٻڌم، "ڪشور جو نصيب ته قتل چئجي!" توهانجو نالو ٻڌي ڇرڪ نڪري ويو. رومال ڪيرائي ڇڏيم. اهو کڻڻ لاءِ جهڪڻ ٿي لڳيس ته ٻڌم، ڪا چوڙين جي جهنڪار جهڙي مٺي ڳال ڪاي چئي رهي هئي، "سروج جي دوستيءَ کي گهڻن ئي ان طرح غلط سمجهيو، سندس شاديءَ جي ڪارڊ خبر لاهي ڪيترن جون مرادون مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيون هونديون."

مونکي جڏهن جيل مان آزاد ڪري ڇڏيو. پاليم، تڪ پاٽي واپس اچان. مگر ساري هميشه پيار جي ڪلهي اظهار کان نهندي رهندي آهي ۽ ڀلا نهي به چو ڪين؟ پرش کي جو سندس ڪئيو اظهار وٽيئي ڪين. مان پنهنجي آفيس ڏي آيس. اهو سوچيندي رهيس

ته پرش کي فقط سنگت مان پوڙ ٿي ٿيندو آهي، اها به حقيقت ناهي. دل ۾ چئم، "اگر وري ڪڏهن گهر وسائيندين ته مان توهانکي پنهنجي سڀني سکين ساهيڙين سان خوب ملڻ جهلڻ ڏيندس......"

۽ شام جو توهانجو خط مليو. بس گهڙيون ٽٽل تارون ڇنڊجي ويئون آهن. ڇا ٿيو آهي، ڪجهه سمجهه ۾ ٿي نٿو اچي. جهونا پراڻا ڳايل نه ڳايل، عجيب راڳ پيا دل ۾ هرن! توهان به مون جيان هڪ طوفاني رات گذاري آهي. دل جي بستيءَ کي زمين دوز ٿيندو ڏٺو آهي. ان لاءِ دک اٿم. پر "روپ، وري ڪڏهن جدا نه ٿينداسين." انهن اکرن ڇا ته جهومايو اٿم. "جڏهن روح کي بدن ٿي سمجهيم اها پريم مڪتي هئي." توهانجي انهن اکرن ڪيڏيءَ پيڙا کان مڪت ڪري ڇڏيو آهي، ڪيئن ٻڌايانوَ. نند جو لٿي اچيم سو، گذريءَ کي وٺي پٺن لي پلٽيو اٿم.... هاڻ اسين ڪڏهن به نه جدا ٿينداسين. الاجي ڪهڙي طوفاني رات ۾ شاديءَ جا بندن ايترو گهرگهلا ٿي ويا. خط ملڻ کانپوءِ به ڪي گهٽ طوفان ڪين لڳا آهن؟ وڄ جا چمڪاٽ به الاهي ٿيا آهن. پره ٻاکون ڪيڏي اوستائين هن هٽيءَ جو ڪيترو تيل جلندو، اها خبر ڪانهي. وڇوڙي جي رات جيڪا وياڪلتا هئي، ان کان ڪئين ڀيرا وڌيڪ وياڪلتا اڄ ڪٽي ويٺي آهيان جيءَ منجهه. ڄاڻان ٿي توهانجي به اڄوڪي رات ڏرين ڪوليندي، پڌ ڪندي، ٻالڪيءَ ۾

ٻيهندي، ڪتابن پڙهندي، ڪپڙن سهيڙيندي، الاجي ڇا
ڇا ڪندي گذاريندي. مگر صبح جي پهرين ڪرڻ سان
گڏ هي ۽ خط ڪير واري جي هٿان توهانکي ملي ويندو.
توهان جو شمار هوندو، جڏهن توهين ايندا. اها گهڙي!
اها گهڙي!! بس تصور ئي ڪري سگهان. پر ڦٽيءَ جي
پکهارڻ سون سمان سهڻي هوندي، سچي هوندي.

## مڇڻ رام

هو ٻالڪي مڇڻ رام چوائيندو هو. ڪي هنکي مست سمجهندا هئا، ڪي کيس بيوقوف سڏيندا هئا؛ پر ڪي اهڙا به هئا جي کيس صدق جي نظر سان ڏسندا هئا ۽ سندس عزت ۽ احترام ڪندا هئا.

هو جوڳي به هو ته ميراثي به، گدا به هو ته شاهه به! ڪڏهن ڏسو ته قلندرن وارو اوليو ڪتو اوڍيو، مٿي تي ڪلاهه رکي، هٿ ۾ ڪشڪول کڻي ۽ ڳلي ۾ وڏن شيشن ۽ چمڪندڙ پٿرن جي مالها پائي، "مست قلندر" جي جهونگار ڪندو پيو ايندو. ڪڏهن ڏسو ته جوڳين واري گيڙوءَ رنگ جي ڪفني اوڍي ڪن ۾ ڪنڊل پائي، هٿ ۾ ڪمنڊل لوڏيندو، رمڻ واري "بي الت" جي ڌني لڳائيندو پيو ويندو. ڪڏهن ڏسو ته ڏاڙهي، مڇون ۽ مٿي جا وار وڌائي جهنگ ڪري ڇڏيندو، ته ڪڏهن ڏاڙهي، مٿي، مڇون ۽ ڀرن سوڌي صفائي ڪري ڀڳاريءَ وانگر مٿو چمڪائيندو پيو ويندو. ڪڏهن ڏسو ته هڪ پير ۾ گهيتلي جو پادر ۽ ٻئي ۾ چمپل جو ته ڪڏهن ٻئي پير ۾ سڪل گاهه يا اڳڙين ۾ ويڙهيو ويندو.

هو ڪٿي سالمت ڪري ڪين ويهندو هو. هروقت

پيو ڦرندو هو. ڪڏهن ڪنهن ڳوٺ ۾ ته ڪڏهن ڪنهن ڳوٺ ۾. مشڪل سان ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ کان وڌيڪ ڏينهن ترسندو هو. هو چوندو هو ته "جوڳي رمتا ڀلا." ٻر ٻڙين جي شهر سان سندس خاص نينهن هو. ور ور ڪري هو ٻڙين جي شهر ۾ ايندو هو، ۽ اتي هفتو ٻه رهي پوندو هو. اصل ۾ هو ڪير هو ۽ ڪهڙي ڳوٺ جو هو، تنهنجي سڌ ڪنهن کي ڪانه هئي يا چئجي ته ڪنهن جاڻڻ جي ڪوشش ئي ڪانه ڪئي هئي.

هو هٿ ۾ هميشه هڪ ڏنڊو کڻندو هو ۽ سندس چيلهه ۾ ٻڌل رسيءَ سان هر وقت هڪڙو ٻيگل گهڙيال لٽڪندو رهندو هو. اهو گهڙيال ڪٿان هٿ آيو هوس ۽ ڪيترن ايامن کان چيلهه سان ٻڌندو آيو هو، تنهنجي جاڻ به شايد ڪن ٿورن کي هئي. هڪڙي ڏينهن عجب وچان يا شايد روانشي مذهان هڪ شخص مذاقي نوع ۾ پڇيس، "فقير توهانجي گهڙي ته ايامن کان هڪڙي ئي هنڌ ڪٽري آهي؛ وقت جي ڦيرڦار ڏيکارڻ کان ٻڙ ڪيڏي بيٺي آهي." هن مشڪي وراڻيو، "هيءَ گهڙي هڪ وڏي حقيقت جو راز توهان کي ٻيڌي سلي. توهين رڳو سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. توهين ماڻهو سمجهو ٿا ته وقت پيو ڦري. ٿون ٿي ٻڌاء ته گذريل ڀڄوڻهن سالن جي اندر توڻ ڦريو آهين يا وقت؟ وقت جي حالت ته ساڳي آهي. ڏينهن رات ساڳيا - سيارو اونهارو ساڳيا آهن. ڪائنات جي هر چيز پيئي ڦري ۽ اسين چئون ته

وقت پيو ڦري. وقت کي نه ابتدا آهي نه انتها. تو ڪڏهن وقت کي ڦرندو ڏٺو آهي؟“

اڳلو اهڙي سولي هار مڃڻ وارو نه هو. تنهن پنهنجي چترائيءَ جو ثبوت ڏيڻ لاءِ چيو، ”ٻڙا اهو نه ٻڌايو ته هي ڪانٽا هڪ هنڌ ڇو ٻهاري ڇڏيا اٿوَ؟“

جواب مليو، ”چاڪاڻ ته هي ساڳي ڳالهه آهن.“

”ڪير ساڳي ڳالهه آهن؟“

”محمد ۽ رام.“

”پلا هي ٻاهرين ڇو بيٺا آهن؟“

”چاڪاڻ ته ٻن مان هميشه ٻاهرين ٿيندا آهن.“

بيٺلن جون اکيون ڇرخ ٿي ويون ۽ سوال پڇندڙ ککو وکو ٿي منهن لڪائي هليو ويو.

هي هڪ پيري جي ڳالهه آهي ته ڪنهن شخص شرارت ڪري ڪبس رامت ويندي پڪڙي چيو هو، ”پلا هيءَ نه ٻڌايو ته توهان پنهنجي ڏاڙهي جي ڪڻڪي ڇو ڦاٽائي ڇڏي آهي؟“ تڏهن بلڪل تحمل ۽ ڌيرج سان جواب ڏنو هئائين، ”توکي خبر آهي ته جيڪڏهن ڪنهن قسم جو روڳ ٿيندو آهي، ته حڪيم ڪڻڪي ڪاٽڻ جي صلاح ڏيندو آهي.“

هو هندن وٽ به ويندو هو، ته مسلمانن وٽ به ويندو هو. هو مندر ۾ به رات گذاريندو هو ته مسجد ۾ به ڏينهن ڪاٽي وٺندو هو. ڪلمو به پڙهي ويندو هو ته ”اوم“ جو منتر به اچاري سگهندو هو. هندن کي ”رام رام“

چوندو هو، مسلمانن کي "سلام عليڪم" پڪاريندو هو.

هڪڙي ڏينهن هو ڪنهن ڳوٺ مان لنگهي رهيو هو. اوچتو سامهون تڪيو ڏسي اُن ۾ لنگهي ويو. تڪيي جي بانيءَ هن کي قلندرن جي پوشاڪ ۾ ڏسي، شوڪي ڪانس پڇيو، "تون ڪير آهين جو انهن تڪيي ۾ لنگهي آيو آهين؟" جواب ڏنائين، "محمد رام." تڪيدار ڪجهه منجهي ويو. پر رعب رکڻ لاءِ آڪڙجي چيائين، "تنهنجي ذات؟" محمد رام وراڻيو، "پاڪ!" باني صاحب کي گهڻي اچي ويئي. سو چيائين "بيوانگ چڙهي بڌاءِ تہ هندو آهين يا مسلمان؟" هن بلڪل تحمل سان جواب ڏنو، "تون پنهنجي هندوپڻي جو بيوانگ چڙهي ڏس، تہ معلوم ٿيندءِ تہ آءٌ ڪير آهيان." ۽ ويندي چوندو ويو، "جي وري جيئرو آهيان تہ تنهنجي شڪل بہ ڪين ڏسندس." ۽ چون ٿا تہ سال گذري ويا، پر انهيءَ ڳوٺ ۾ پير ڪين پاتائين.

هنجي خصوصيت اها هئي جو، جنهن وقت بہ چڙهي ايندو هو، تنهن کي چوٽ ۾ گار ڏيئي ڪڍندو هو. هندوءَ کي بہ گار ڏيندو هو تہ مسلمان کي بہ. ڪنهن کي ڪين ڇڏيندو هو. ڪنهن جي مجال نہ ٿيندي هئي، جو ڪمس ورجائي يا ناراضپو ڏيکاري. هو جنهنجي پڙيءَ يا دڪان تي چڙهي ايندو هو، تہ نہ صرف ڏٽيءَ جي گارين سان مرحبا ڪندو هو، بلڪ حڪمان حڪم ڪنهن بہ چيز ۾ همت وجهي پنهنجي ٿيلهي جي حوالي

ڪري پڙهندو هو. اڪثر ڏٺو ويو هو ته رستي هلندي هلندي هو پنهنجي ٿيلهي مان اها چيز ڪڍي ڪنهن نه ڪنهن گهرجائوءَ جي اڳيان رکي هليو ويندو هو.

گهڻو ڪري سندس خاص سٻنڌ ٽيڪم چانهه واري سان هو. هن جي دڪان تي گهڻو ڪري ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو هوندو هو. ٽيڪم جي پڻ هن سان دل واري ياري هئي. کيس ڏاڍو پريم سان کارائيندو هو ۽ پيارائيندو هو. هن جو چانهه سان خاص شوق هو ۽ ٻيو ناس چپٽيءَ سان. ٽيڪم جي دڪان تي سندس ٻئي خواهشون پوريون ٿينديون هيون. جڏهن به هو دڪان تي چڙهندو هو ته ٽيڪم هڪدم سندس چانهه جو گلاس ٺاهي هن جي اڳيان رکندو هو ۽ ناس جي دٻلي پڻ ڀري ڏيندو هوس. هڪڙي ڏينهن ٽيڪم جي دڪان تي چڙهندي ٽيڪم جي ٻرڻيءَ مان بسڪوٽن جي لپ ڀري پرسان بيٺل فقيرياڻيءَ کي ڏيندي، ٽيڪم تي وٺي گارين جو ٽوڪرو وسايائين. ٽيڪم خاموش ٻڌندو رهيو ۽ چانهه جو گلاس ٺاهي سندس اڳيان رکيائين. چانهه جو گلاس کڻي ٻه هاريندي چيائين، "ٽيڪم، تو وٽ پنج روپيا آهن؟"

"نه قبلا، هن وقت ته موجود نه آهن."

"جيڪڏهين مونکي ضرور گهرجن ته؟"

"چئو ته بندوبست ڪري وٺان."

"ڪنهن به قسم جي دير نه ڪر."

ٽيڪم هيٺ لهي ڪنهن کان پنج روپيا اڌارا وٺي

آڏي سندس اڳيان رکيا. هو خاموش ٻيٺا ڪيسي ۾ وجهي
هيٺ لٿو. نيڪم جي دل جي ڪنهن ڪنهڙي ڪنڊ مان
ٻلڪ لاءِ شڪ جي هڪ لهر اڀري آئي. ڪنهنڪي دڪان
جي پارت ڪري هو محمد رام جي پٺيان ويو. محمد رام
هڪ ڪپڙي جي دڪان تي چڙهي ويو. ڪجهه خريد
ڪري پنهنجي ٿيلهي ۾ وجهي، هو لڪڙو لڪڙو ٻاهر
نڪتو. ڳوٺ جي شاهي سڙڪ پار ڪري، ڳوٺ کان
ٻاهر هڪ سنهي پيچري تي هلندو هليو. آخر هو هڪ
اڪيلي ۽ ويران جڳهه تي هڪ ڇڊل جهوپڙيءَ جي اڳيان
اچي بيٺو. دروازو هٽائي اندر گهڙي ويو. ايستائين
نيڪم به اچي جهوپڙيءَ پيڙو ٿيو. هڪ سوراخ مان ليئو
پائي اندر ڏٺائين ته ڪن پلڪن لاءِ سندس دل جي
ڌڪ ڌڪ بيهي وئي. جهوپڙيءَ جي اندر هڪ
مئٽ پيو هو، جنهنجي پرسان هڪ ليڙن ۾ اوگهل عورت
۽ اگهاڙا ٻار گونگا ڳوڙها ڳاري رهيا هئا. محمد رام
پنهنجي ٿيلهي مان ڪفن جو ڳاڙهو ڪپڙو ڪڍي مئٽ
مٿان وڌو ۽ رهيل نوٽڙ ڪڍي ان عورت جي هٿ ۾
ڏنائين. نيڪم جي اکين مان آنسو ٽپڪي پيا ۽ هو
پوئان پير ڪري واپس موٽيو.

هڪڙي ڳالهه سندس لاءِ عالم آشڪار هئي ته ڳوٺ
جي مولويءَ سان اصل ڪانه ٻولدي هئس. ان لاءِ پڻ
هڪ وڏو قصو هو. چون ٿا ته هڪ رات آرام جي
ارادي سان هو مسجد ۾ گهڙي ويو. مولوي صاحب کي

ڳالهه ڪانه وڻي، سو غصي ۾ اچي چيائينس، "تون ڪافر آهين. هندن جي ٽڪرن تي ٿو پلجين. شريعت جا بندڻن ڪونه ٿو پالين. توکي الله جي پاڪ گهر ۾ قدم رکڻ جو ڪوبه حق نه آهي. جنهن کي دين ايمان ڪونهي اهو خدا جي گهر ۾ ڪيئن ٿو پير پائي سگهي؟" محمد رام اوڏيءَ مهل نه ڪجهه ڪين ڪڇيو ۽ پر پوري هفتي ڪانپوءِ پنجن ڄڻن کي ساڻ ڪري آڌيءَ رات جو وڃي مولويءَ جو در کڙڪايائين. مولوي صاحب در کولي محمد رام جي پيرن تي ڪري پيو ۽ همٿ ٻڌي عرض ڪيائينس ته واپس موٽي وڃي ۽ هن جي عزت بچائي... صبح جو ڳوٺ جي ماڻهن مسجد جي ڀرسان لنگهندي ڏٺو ته پٽ تي وڏن اکرن ۾ لکيل هو، "هن پاڪ گهر مان الله کي نيڪالي ڏني وئي آهي ۽ شيطان کي اجهو ڏنو ويو آهي." وري ڪڏهن به ان مسجد ۾ پير ڪين پاتائين.

هڪڙي ڏينهن ڌرتيءَ جو چڪر هڻندو الائي ڪٿان اچي اوچتو سيٺ مرچومل جي ڪري تي پرگهٽ ٿيو. هٽي پئي هلي. سيٺ مرچومل کٽ تي ويٺي "راڌي شيام" جو جاپ جپيو ۽ سندس گماشتن وڻج ٿي ڪئي. محمد رام جي "مست، مست قلندر" جو نعرو ٻڌي حال نه سيٺ جي منهن جو پنوئي لهي ويو. سيٺ مرچومل باهران منهن جي بڪاني ڪري چيو، "اڙي نالائق ٻهراڻ پدمج ٿو پاپري هن مست قلندر جي جهوليءَ ۾ وجهو ۽

ڪيس روانو ڪريو." هن وڏو ٽهڪ ڏيندي چيو، "سيٺ
صاحب، محمد رام کي روٽي ۽ ٽڪرو رعيت کارائيندي
آهي. ڪفن جي ڪيس ڳڻتي ڪانهي. جو ته هندن کي
منهنجو منٿ همت آهي ته، جلائي خاڪ ڪري ڇڏيندس
۽ جي مسلمانن کي ملي ته ڇهن فوٽن واري کڏ کوٽي مٽيءَ
سان لٽي ڇڏيندس. پوءِ جو اولو توکي آهي. اهي پنج
ٽويا به توکي ڪم اچي ويندا. آءٌ توکي خيرات ٿو ڪريان.
باقي ان جي عيوض تون رڳو پنهنجن گماشتن کي چئه ته
سامهيءَ جي پڙ هيٺان جيڪر آلو ميڻ جو لڳائي ويٺا
ڪڙهين کي ذرا ٽوري ڏين، اها ڪيڏي ڇڏين." اٿين
چئي هو رمندو رهيو. سيٺ ڇوهل جي ڇپن تان "رادي
شيام" جو منتر اٿين اڏامي ويو جيئن سرءُ جي مند ۾
هوا جي جهٽڪي سان سڪل پن اڏامي ويندا آهن.

هڪڙي ڏينهن خبر ناهي ڪٿان اچي ٽيڪم جي دڪان
تي پهتو. مکي ديولداس ويٺي پيڙهي ڇڪي ۽ چانهه
چڪي پيتي. دڪان تي چڙهندي محمد رامو واڪو ڪري
چيو، "ٽيڪم، مست قلندر"، ۽ موٽ ۾ جواب نه پائي،
به چار ڪچيون گاريون ڏيئي چيائين، "ٽيڪم جا پٽا،
مست قلندر چوڻ کان پرو ٿو چڙهين، جيئن ماڻهن کي
پرائو مال موٽائڻ کان پرو ٿو چڙهي. توکي معلوم آهي
ته مکي ديولداس پاڙيڪي شهر جي پڳ ۽ معتبر ماڻهو ٿو
سمجهي. ويچاري رحيما ماڇاڻيءَ امانت طور پنج قليون
ڏيئي ڪانٽس روپيه ڏهه اڌارا ورتا هئا. پر هاڻي اهي

قليون موٽائڻ کان انڪار نٿو ڪري. پر نه، الهيءَ مان مڪي صاحب پنهنجي ڌيءَ ۽ پٽ پرڻائي. هاڻ وٽ، هيءَ ٻه روپيه مڪي ٻولڻداس کي پنهنجي پٽ جي شاديءَ جي پڻ لاءِ منهنجي طرفان ڏجانس." ائين چئي هو جنهن لڪڙو آيو هو، تنهن پوئين پير هيٺ لهي اکين کان غائب ٿي ويو.

الهيءَ ڏينهن محمد رام جو ڪو روپ هو! جنسي ٻاه ٿي ٻري! سندس اکين مان الا ٿي نڪتا. سندس چپ پئي ڦڙڪيا ۽ سڄو بدن پئي ڌڏيو. وات مان گجي پئي وهيس ۽ اپ والگر پئي گجيو. وچ چوڪ ۾ اهڙي سيٺي کي گاريون پئي ڏنائين. ڪنهن کي ته ڪين ٿي ڇڏيائين. وڏ وڏيرن جون ٽوپيون پئي لاٿائين. مکين ۽ ملن، چوڌرين ۽ وڏيرن جي پڳن ۾ پئي هٿ وڌائين. مجال هئي ڪنهن کي جو ويجهو وڃي! ڪنهن کي جرئت ڪين ٿي ٿي جو اهڙي ڪرڻ جو سبب پڇي. جڏهن گاريون ڏيئي ٿڪو تڏهن وچ چوسول تان وڃي واڪي ورڻون ڪري چوڻ لڳو، "ٻڌي، رعيت ٻڌي! راج مهاجڻ ٻڌي! سيٺي ڪن کولي ٻڌو! وڏيرو ڪريمداد پاڻکي ڳوٺ جو چڱو مڙس ٿو سمجهي؛ پاڻکي راج جو والي ٿو قرار ڏئي. پاڻکي خلق جو خدمتگار ٿو جاڻي. مسجد ۽ اوطاقن ۾ عام کي وعظ ٿو ڏئي. اهو ٻه عالم آشڪار آهي ته ڪيس ٽي جيئرون زالون گهر ۾ ويٺيون آهن. هاڻي چوٿين ورهين جي ليڪر سان لانئون لهڻ ٿو چاهي، جڏهن

سندس هڪ پير فقير ۾ آهي ۽ پيو پير فقير جي ڪپ ٿي.
هوءَ چوي ٿو تہ ڪيس اولاد ڪونهي. هوءَ پنهنجي پيڙهي
قائم ڪرڻ ٿو گهري. تنهن ڪري چوٿين زال ٿو آزمائي.
ڪير ڪيس ٻڌائي تہ سؤ ڪشتا معجونن کائڻ کانپوءِ
بہ هن ۾ اولاد پيدا ڪرڻ جي توفيق نہ ايندي. پيرڙائي
ڪي چئو تہ هو پاڻيءَ ۾ ٻڏي مري، جو ٻن سؤ رپين
جي لوڀ تي پنهنجي ڪونڌ جهڙي سولي ڌيءَ جو
سڱ هن مڙدي سان ٿو اٽڪائي. الهيءَ ڪان تہ ڄمڻ وقت
ڳڙيءَ تي ڇهن ڏئي پورو ڪري ڇڏيس ها. جهڙي راڄ
۾ عزت ۽ غيرت واري جو رهڻ مشڪل آهي. محمد رام
کي جهڙن اي غيرت ٻڌن جي وچ ۾ رهڻ کان نفرت آهي.
هيءَ دلوراءِ جي نگري ناس ٿيڻ گهرجي." انهن چئي
ڳالهين جو ٽوڙيو وسائيندو، شاه صاحب جو بيت- "جهڙا
هاڻا ٿين ٻري هن پڇيو ر ۾،" جهونگاريندو هليو ويو.

اڄ تائين ڪنهن کي سڌ ڪانهي تہ محمد رام ڪيڏانهن
هليو ويو.

ڪلا پرڪاش

# خانواهڻ

"ڳاڏي ٽي هلي، ڳاڏي ٽي هلي." بمبئي سينٽرل تان ٽرين ڇٽي ته اٺن سالن جو ننڍڙو هريش دريءَ مان منهن ٻاهر ڪڍي جهٽي اچڻ لڳو. انهيءَ دريءَ مان منهن اندر ڪري پڇيائين:

"اسين ڪيڏانهن ٿا هلون؟"

"خانواهڻ"، مون پاڻ طرف سيري چيومانس.

"نه، پاپي ٿي چوي احمدآباد."

پاپي، ٻاٻا جي چپن تي مرڪ ٻوڙي آئي.

پاپيءَ ڪلي چيو، "ماراڻي وڃي پهرا احمدآباد پهچيو آهي پر اڃا ڇٽي نٿو سگهي."

"پاپي، ڪلي ٿي چوي ته خانواهڻ ٿا هلون!" هريش جي معصوم چهري تي گهٻراٽ جا پاڇا ڦهلجي ويا.

پهي سندس هٿ پنهنجي هٿن ۾ وٺي چيو، "هلون ته احمدآباد ٿا پر ڪلهه ۽ مون احمدآباد جي خانواهڻ نالو رکيو آهي. توکي ڪهڙو نالو ٿو وڻي؟"

"خانواهڻ"، هن مرڪي چيو.

"ته تون خانواهڻ چئه." پهي سندس هٿ ڇڏي چيو.

"ها، مان خانواهڻ چوندس." هريش جي چهري

ني اينڊي نه سرهائي هئي، پاڻ نه ڪڏهن ڪنهن مسئلي
جو حل ڳولي لڌو هئائين.

”آهي به سچ پچ خانواهڻ. خانواهڻ وارا سڀ مائٽ
آلي آهن.“ پاڻيءَ چيو.

”اسين به ان ڪري نه چئون ٿا.“ مون پاڻيءَ ڏي
منهن ڪري چيو، ”چاچيءَ جن، سيتا جن، ميران جن،
گرڌاري جن ۽ سدوريءَ جن، سڀئي آلي نه آهن.“

ڳوٺ جي ماڻهن جا ڳالا ورتم نه ڳوٺ جا سڀ سادا
سودا، ابوجهه. ماڻهو اڃي اکين اڳيان بيٺم. انهن مان
هڪ انڪل ٤٠ ورهين جو شخص، ڪاري ميريءَ سلوار
۽ ڦاڙهيءَ اجرڪ سان اڳيرو وڌي آيو. هو جمن شيخ هو!

ڏٺم، پرڀات جي مٺي ويلي، جمن اسان کي پنهنجي
ڏاند گاڏيءَ ۾ چاڙهي محرابپور اسٽيشن تان، خانواهڻ پيو هلي.

گاڏي ڪجهه هلي نه هئي ته بابا چيس، ”جمن هيڏي اسر
جو ڇا خانواهڻ مان آيو آهين؟“

”نه سائين،“ جمن اکين ۾ سمورو پيار اوتي چيو،
”ڪلهه شام جو جمن ماڻهو ڪٽي هتي آيس، لٽن وري
واپس ني ڪين ويس. پاڻيءَ جن وٽان خبر پيئي ته
توهين صبح واريءَ گاڏيءَ ۾ اچڻا آهيو.“

ڏاند گاڏي محرابپور جي لمبڙي ڳوٺ کي ڇڏي
وسيع ميدان مان هلڻ لڳي. وسيع ميدان جيڪي ڳوٺ
جي ماڻهن جي وشال دلين جا شاهد هئا، پنهنجي گود
۾ ڏکڻ وڻن ۽ سبز گاهه کي ڪنيو بيٺا هئا. مٺي ٿڌيءَ

هيٺ وڻن ۾ ڇپر پئي آئڙي. پکين جا مڌر گيت، دل کي راحت ڏئي رهيا هئا. ڪا مهل لاءِ اسان پاڻ ۾ ڳالهائڻ جي ضرورت نه محسوس ڪا نه ڪئي؛ ڪافي مفاصلو طئه ڪري آياسين. خانواهڻ کان ٻه چار ڪوهه پري آيا جهومندڙ، مرڪندڙ کيت! ڪٿي هارين جي ٻارن گليلن سان پکي پئي اڏايا ته ڪٿي هارين پنهنجو روزانو ڪم شروع ڪري ڇڏيو هو. اهڙي نه مٽر واهو مثل ۾ اسين ڳوٺ ۾ گهڙياسين. ڏاڏن جي چال ڪجهه ڍمي ٿي وئي. ڏاڏي گاڏي ٻير جي وڻ وٽان مڙي، اندر هلڻ لڳي. ٻير هيٺان ڪيترائي اڇا مبل ڏٺا رکيا هئا، جن کي سنڌ جي سڀني ڳوٺن جون زالون اچي ٻارينديون هيون. اُن بعد ڏاڏي گاڏي ڪوهيءَ واري ٻڪوڙائيءَ جي دڪان وٽان پئي لنگهي جو مون منهنجي ڇني ڇڪيندي چيو، ”ياد اٿيئي صبح صبح جو باغ ۾ گهمڻ هلندا هئاسين.“ منهنجو سپنو ٽٽي پيو. خانواهڻ جي ڪوهيءَ وٽان موٽي مان ٽرين ۾ اچي ويٺس.

”ها“، مون کلي چيومانس، ”اهو باغ ته ڪيڏو نه وڏو هو. هڪ ڀيري ته منجهانس ٻاهر نڪرڻ جو رستو ئي نٿي لڌو، اُج ته ڏاڍي اچي لڳي.“

”پوءِ ڪٿي اسين پاڻي پيئڻ هليا هئاسين؟“ مون پڇيو.

”سدوريءَ جن جي گهر. هنجو گهر باغ جي ڀرسان هو نه.“

”ويچارن مکڻ ڪاڙهيو، لسي پياري. چيوسون ته رکو

ٻاٽي ڪپي نه ڏين ني نه."

"وچارا ڏاڍا غريب هئا،" مون چيو.

هريش ڏاڍي ڌيان سان اسان کي ٻڌي رهيو هو.

"۽ ڪلي،" ٻهي پڇيو، "انب، ڦاروان ۽ گلاب جا گل ياد اٿيئي؟"

"ها ها ياد اٿم، گلن سان جهول ڀري اچي گلقند ٺاهيندا هئاسين."

گلقند جي ڳالهه تان سڀني کي کل اچي وئي.

هريش انتظار مان پڇيو، "گلقند ڪئن ٺاهيندا هئا؟"

ٻهي پنهنجي کل روڪيندي چيو، "ڇا ڪندا هئاسين جو گل لڪائي ڪڏ ني ڪٽي ويندا هئاسين. اُتي ٻاسٽن جي هڪ وڏي پيٽي رکي هوندي هئي، اُن مان هڪ وڏو ڪٽورو ڪٽي، مدمهس گل، کنڊ ۽ ٿورو پاڻي وجهي پيٽيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيندا هئاسين. شام جو اهو اهڙو نه مٺو گلقند ٿيندو هو جو ڇا چئجي." ٻهي هريش جي ڪاڏي ڀٽيندي چيو.

هريش قدري گمبير ٿي ويو. شايد شين جا نالا ٻڌي ياد ڪيائين، ڏت، مڪڙ، انب، ڦاروان ۽ گلقند...

ٽرين تيز رفتار سان اڳتي وڌي رهي هئي. اسانجون يادگيريون اوترروئي تيزيءَ سان پٺيان موٽ کائي رهيون هيون. کن رکي مون چيو، "ٻاپي، هتي نه ڏاڏو ڏاڍو ڪڪ ٿيندو هوندو. جاءِ ايتري وڏي ٿوروئي هوندي! اُتي نه ڪيڏي وڏيءَ ڌرمسالا ۾ رهندو هو؟"

"پٽ." بابا اُباسي ڏيندي چيو، "بابا ڳوٺ جي پنچن جو مکي هو. اُها ڌرمسالا سڄي ڳوٺ جي ملڪيت هئي. بابا کي ڏني هٿائون نه آئي رهي سنڀال ڪري. سدائين شاديون مرادون ۽ ٻيا اهڙا ڪارج ٿيندا رهندا هئا. سو ماڻهو چاهيندا هئا ته بابو آئي وٽونئي رهي نه چڱو."

ٻاپيءَ چيو، "بابا کي آئي بادشاهي هئي. سڄو وقت ماڻهو چوڌاري راند ٻيا ڪندا هئا. شام جو پلنگ تاهي ڏيندا هئس؛ چلم تاهي ڏيندا هئس. پنهنجو پرائو ڪو به بار ڌرمسالا ۾ ويندو هو ته بابا سڀني کي پاڻي پائي ڏيندو هو."

"۽ پاڻي ڏئي پوءِ،" پڇي هريش کي پيٽ ۾ ڪتڪتائي ڪري چيو،

"هيئن ڪتڪتائي ڪري بابا چوندو هو گد گد گد گد......" هريش نه کل ۾ اوندو ٿي ٿيو.

ڪافي رات گذري چڪي هئي. مون گاڏيءَ جي دريءَ مان منهن ٻاهر ڪڍيو. ٻاٽ اونداهيءَ کي چيري هوا سوسائٽ پئي ڪيا. منهنجو منهن ولهه ٿي ويو. اندر ڪري ڏٺم ته گاڏيءَ ۾ سانت هئي. اسين به لنڊاڪڙا ٿي ويا هئاسين.

احمدآباد اسٽيشن ٿي لهي، اسين هريچن لاءِ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳاسين. اول ٻپيءَ ٿي هريچن کي ڏٺو، "اڄهو هريچن،" چئي وڃي وٺي آيس.

هريش منهنجي ڪن ۾ اچي پڇيو، ”هي اسان جو ڪير ٿئي؟“

”سؤٽ“ مون چيو.

هريش سيٺي سان قرب سان گڏيو. بابا کي ڀاڪر پائيندي چيائين، ”مس مس ٿا اسان غريبن وٽ اچو.“

بابا کيس زور سان ڇاتيءَ سان لڳائي چيو، ”ائين نه چئه.“

مون ڏٺو ته بابا جي اکين ۾ پاڻي تري آيو هو.

”پاڙا پڇي ٿا رکن، پٽ.“ ڀاڀيءَ ڀريل دل سان چيو، ”نه نه اسان ۽ توهان ڇا ورهايو.“

سامان کڻائي اچي ڪيپرنگر جي بس ۾ ويهاسين.

”هريش، ڀورن ٻڌاءِ ته گهر ۾ وڏو وڏو اڱڻ آهي؟“ مون پڇيو.

”هتي اڱڻ ڪٿان آيا.“ هن هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو.

”اڙي...“ مون ٻئي طرف نهاريندي چيو، ”اڱڻ ڪونهي ته ٻڪريون وري ڪٿان هونديون؟“

ٻئي مرڪي ڪٽي ماٺ ڪئي. مان سمجهان ٿي ته سندس اکين اڳيان ضرور اڱڻ ۾ ٻڌل آهي ٻڪريون ڦري ويئون هونديون، جن کي اڄ ڪاڪا ڏهندو ٿي پيو هو ته ٻيو لوٽي مان ئي ڪچو کير پيئندو ويندو هو. اسين اچي گهر پهتاسين. ڏاڏو، ٻئرڪ جي ورانڊي ۾ پيل هڪ کٽ تي جڻ سماڌيءَ ۾ ويٺو هو. ڏاڏي جي اکين جي جوت گهٽجي چڪي هئي. بابو جڏهن خانواهڻ

۾ ٻانهون ڦهلائي اچي ڳنڍيو هوس، ليڪن ڪري نه سگهيو.
پوءِ ڊوڙي وڃي ڏاڏي کي چنبڙيو، چيائين "بابا."

پڇاڙا ڏاڏي جي من مان ڪهڙي اُڇل آئي هو ليڪن مان ليہ وهي آهس ۽ سڪل چپن تي مشڪ ڊوڙي ويس. اساهي پيشاني چمي چيائين، "اچي ويا منهنجا پٽ."

ڏاڏي اکين سان نه ٿي ڏٺو پر آواز مان ضرور سڃاڻي ورتو هئائين.

هريش ساڻس ملي آهو نه منهن تي ناراضگي هئس. اچي چيائين، "نه ڀائي ڏٺائين نه گڏ گڏ کيائين."

موهن ڏاڏي جي برت سرير ڏانهن نهاريو ۽ دل پرجي آيس. انهن ٿي مان اندر گهڙيس.

چاچي ڪار جي ڊٻي ۾ ڪپڙا وجهي رهي هئي. هريش جي زال ليڙي پٽ کي ڪپڙا پهي پالا.

سڀني قرب سان مليا پر منهنجي دل نه ڀاپي. موهن چاهيو ٿي نه چاچي مرڪي، جئن مان سندس اها وارا به ڀڳل ڏند ڏسي سگهان.

هريش جي زال جي چپن تي، پٽ کي ڪپڙا پائيندي، ڪنهن ڀيڻ جي تڪ هيٺ ڪپندي هئي. ورندي اسان سان گڏجي اهڙي نه مستيءَ ۽ بيپرواهيءَ ۾ پرجي وڃڙ ڪپندي هئي جو ماڻي جو ڪم وسري ويندس ها ۽ چلهه تي چڙهيل دال کي ڙرو لڳي ويندو هو.

موهن سوچيو، "هدن سڀني جي چهرن تان خاواهڻ وارو جلوو ڪيڏانهن غائب ٿي ويو آهي؟"

اسين پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ وٺي رهياسين. هريش کي جو هر پڇڻ جو پت پنهنجو هم عمر دوست مليو، سو اُن سان راند ڪرڻ هليو ويو. جڏهن رلي پئي موٽيو تڏهن اسان ماني پئي کاڌي. ايندي ئي چيائين:

"ماني ڏيو."

چاچيءَ چيس، "پهري سان وڃي کاءُ."

"نه، مون کي ڌار کپي." هن ڪيٽو ڪيو.

چاچيءَ گلي لڳائي چيس، "ماٺ گهوري وڃانءِ، ڌار کپيئي ته ٿورو ترس ته پلا ٿالهي واندي ٿئي."

"اون اون" ڪري هريش چاچيءَ جي ٻانهن مان پاڻ ڇڏائي پٽ ۾ وڃي روئڻ لڳو.

مون اٿي پڇا ڪيومانس، "روئين ڇو ٿو؟"

"پوءِ پلا ماني ڇو نه ٿي ڏني؟" هن ڇپ ٻاهر ڪڍي چيو.

"پا اسان سان کاءُ يا ٿورو ترس. ٻي ٿالهي جا ڪانهي."

"پيٽيءَ مان ٿالهي ڇو نه ٿي ڪڍي ڏني؟" هن منهنجو هٿ پنهنجي مٿي تان هٽائي چيو.

"کهڙيءَ پيٽيءَ مان ٿالهي ڪڍي ڏيئي؟" مون بيزار ٿي چيس.

"جيڪا ڪنڊ تي رکي اٿس."

مون کي ۽ چاچيءَ کي کـل اچي وئي. چاچي اٿي ڏنهي پاسي واري گهر مان ٿالهي وٺي آئي ۽ ماني پائي ڏنائينس.

شام جو چاچي اسالکي ٻه ٽي گهر گهمائڻ وٺي هلي.

سدوريءَ جن جي گهر ويا هئاسين ته هنن اسانجي اڳيان چانهه ۽ پاپڙ آڻي رکيا. هريش سون اڳيان اچي، مونهن ڪوڙو ڪندي چيو،

"توهانکي مکڻ ۽ لسي ۽ اسانکي چانهه!"

مون سندس وات تي هٿ رکي چيو، "هاڻي ته بس ڪر."

ٻئي ڏينهن صبح جو اُٿندئي هريش چيو، "مونکي باغ ۾ وٺي هل نه."

مون چيو، "ڪهڙو باغ؟"

چيائين، "جتان توهين گل پٽي ايندا هئا ۽ گلقند ٺاهيندا هئا."

"اُهو هتي ڪونهي." مون کيس ٽاري ڇڏيو.

هريش کي منهنجي انڪار ڪين آنڙي. کٽ تان لهي، پٽ تي ويهي، ٽنگون ڦٽڪائي روئڻ لڳو. چاچيءَ پرچائڻ لاءِ ٽڪو ڏنس ته ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏيائين. بابا چيس، "هل ته بازار گهمائي اچانءِ" پر هن نه مڃيو.

هريش جي روئڻ ۾ اڃا به تيزي اچي ويئي. سڏڪا ڀريندي هو جنسي ساڻو ٿي ويو. گهگهي گلي سان ٻئي چيائين، "مونکي باغ ۾ وٺي هل. مان انب، ڦاروان ۽ گل پٽيندس."

پاپي سندس رودن ٻڌي اچي بيزار ٿي. مٿي ڏارو ٺڪ هڻندي چيائين، "ماريا هي خاڻواهڻ توروني آهي؟ هي احمدآباد آهي احمدآباد."

کرشن راهي

# مائٽي

هونئن جو هميشه شام جو، آفيس مان منهنجي اچڻ جي مهل، ستي دروازي جي چائنٺ تي بيٺل نظر ايندي آهي، سو اڄ کيس نه ڏسي، قدري خفي ٿيس ۽ دل ۾ چيم، ”ڪيڏانهن ساهيڙيءَ ڏانهن نه نه هلي وئي آهي؟“

پر دروازو کليل هو. گهر ۾ گهڙڻ سان ئي سڌو رنڌڻي طرف ڌوڪيندو ويس. اسٽوَ نه ٻرابر ٻري رهيو هو، پر اٽي جو نشان به ڪونه هو ۽ ستي اڃا ڀاڄي وڍي رهي هئي. ڪي قدر ڪاوڙجي پڇيم، ”ڇو، روٽي ڪوني موڪلائي ويو هو ڇا؟“

ستيءَ کي عجب لڳو ۽ چيائين، ”نه، روٽي ڪير موڪلائي ويندو! ڪهڙا مائٽ ويٺا اٿوَ هتي؟“

”منهنجا مائٽ ته ڪونهن؛ متان تنهنجو ئي ڪوئي مائٽ جاڳيو هجي، نه ته ڀلا روٽيءَ ۾ هيتري دير ڪرڻ جو مطلب؟“

”پر توهان ڪپڙا ته بدلايو، روٽي به آڻي رهي ۽ ڀاڄي وڍي اٿم، بس هاڻي دير ڪانهي. ٿورو وقت ٻاهر ويٺي هئس، تنهن ڪري ئي دير ٿي وئي آهي.“

غصو ڪرڻ فضول سمجهي، اندر اچي ڪپڙا بدلائڻ

لڳس. ڪپڙا بدلائي ويٺس مس تہ ستيءَ پليٽ ۾ ٻن ٽن مٺاين جا گولا کڻي آئي.

”ڇو، پاڙي ۾ ڪنهن جي شادي ٿي آهي ڇا؟“ مون پڇيو.

ستيءَ کان کل نڪري ويئي. چيائين، ”شادي ٿي نہ آهي، پر ٿيڻي آهي ۽ سا بہ پاڙي ۾ نہ، پر اسان وٽ.“

مٺائيءَ جو ٽڪر، جو وات ۾ وڌو هوم، سو اٽڪي رهجي ويو. وائڙو ٿي پڇيم، ”اسان وٽ، يعني؟“

ستيءَ پليٽ کڻي کٽ تي رکي ۽ چيائين، ”اشوڪ جي مائٽي مان پيئي هلايان نہ! هيءَ مٺائي انهيءَ تي موڪلي آهي.“

”اشوڪ ڪهڙو؟“

”اشوڪ منهنجي سونٽ جو پٽ.“

”سونٽيون وري ڪي ڏهہ ٻارهن اٿيئي ڇا؟ هڪڙي سونٽ هيئہ سڪيلڌي، جا بہ تازو گذاري ويئي.“

”ها، اها ئي، انهيءَ جو پٽ.“

”اڙي، پر انهيءَ جو پٽ تہ ٻوڙو آهي نہ؟“

”ها، ها، اهو ئي، پر هينئر نالو بدلائي اشوڪ رکيو اٿس.“

”واهہ ڀائي، هي نالو بدلائڻ بہ عجيب آهي. ٻوڙو بدلجي اشوڪ ٿي پيو.“ چوندو، مان مٺائيءَ جي پليٽ هٿ ۾ کڻي ستيءَ جي پٺيان رڌڻي ۾ آيس ۽ اچي ٻيل منجيءَ تي ويهي رهيس.

الهيءَ وچ ۾، ستيءَ ٿالهه ۾ اَنو وڌو هو ۽ انهيءَ ۾ پاڻي وجهندي چيائين، ”اڄڪلهه تہ اها رواجي ڳالهه ٿي پيئي آهي. اسانجي پاسي ۾ رهندڙ ڇهني پاڻن جي ذات الڳ الڳ آهي. ٻيءَ وهڪارو پاڻڪي وڃاڻي سڏائي ٿو. هڪ پٽ پاڻ کي ميرچنداڻي، ٻيو گدواڻي، ٽيون ملڪاڻي تہ چوٿون وري آڏواڻي سڏائي.“

”واهہ، واهہ، تہ بيماري الهيءَ حد تائين پهچي چڪي آهي جو ماڻهو پنهنجون ذاتيون بہ بدلائي ٿا ڇڏين.“

”بيو نہ تہ ڇا“ ستيءَ اَنو ڳوهيندي چيو.

خالي پليٽ پٽ تي رکندي چيم، ”پر پوهو؛ معاف ڪجانءِ اشوڪ. ها، اشوڪ کي ٽيهر شادي ڪرڻ جو خيال ڪيئن آيو؟ اڇا شادين مان دل نہ ڀرائي اٿس ڇا؟ اسان تہ هڪ ٿي.......“

ستيءَ وچ ۾ ڪانيندي چيو، ”ها، ها، چيو نہ، تہ هڪ ٿي ڪري ٿاسي ويا آهيون. پر ياد هجيو تہ ماڻهي لوهاڻن ماڻهن ڇوائي هئي، ٻاٻي ڪونہ اڇي لوهاڻن ٻيءَ کي هٿ جوڙيا هئا.“

مون ڏنو تہ ڳالهہ هٿن مان ٿي وڃي سو چيم، ”نہ، نہ، ستي! منهنجو مطلب اهو نہ هو. حقيقت ۾ شادي ڪرڻ سان جيڪو سک تہ مونکي ڏنو آهي، سو ٻارنهيءَ ڪان بہ شڙ کي نہ مليو هوندو. ڪيئن هاڻي نہ ٿيئن خوش؟“

ستيءَ کلي ڏنو، ۽ ٿلڪو لٽي تي وڌائين.

چوڻ لڳي، "جي مائٽن کي وس نه، اشوڪ رشمي ساڙهي مولکي ڏيندو ۽ گرم سوٽ توهانکي."

"هون، خير گرم سوٽ وٺڻ ۾ ته مولکي ڪوئي اعتراض ڪونهي، پر شاديءَ جي معاملي ۾ مان دور ٿي رهندس."

"ڇو؟" ستيءَ قلڪو اٿلايو.

"مائٽين جو لهڻ لاءِ ته اهڙو ماڻهو گهرجي، جو هڪ ڪيسي ۾ بندي ۽ پينسل، ۽ ٻئي ڪيسي ۾ تيل جي شيشي کڻي گهمي، ته جيئن بندي کي مائٽين جي ميدان ۾ آڻي سيخي ڏيءَ- پيٽرن جا لالا ۽ انڊريسون لکندو وڃي، ۽ ٽنگن کي ٿڪ کان بچائڻ لاءِ تيل سان مالش ڪندو اچي."

ستيءَ کان ٽهڪ نڪري ويو. چيائين، "ٻڌا مصمت ڪرڻ جي ته ساڻين سوٽ کان به هٿ ڌوئي ويهو."

"اهو ته ٺون ڀاڳيءَ سان ٿي چئين، پر مان صاڻڻ سان ڌوئي ڇڏيندس. سوٽ کان آسرو پاڻ سولو آهي پر اهڙي جنجل جي ڪم ۾ پاڻ اٽڪائڻ ڏکيو آهي. ڪٿي ڪچ هيٺ مٿي ٿي پوي ته اڳيئي عزت آهي گهٽي مرڳو اها به ڪم ٿي وڃي. سوڀ پرائي مائٽي، اڙي! رام رام!! اڃا پنهنجي هجي ته به ٺهيو."

"هون، پنهنجي! توهانکي وري پاڻهن ڪير ڏيندو؟ گهر ۾ رکيو ڇا اٿو؟ نه ڪرسي نهي، نه ميز ۽ نه ٿي پيو ڦهيندو ٺپڙ. ڏسڻ واري کي به چار اکيون آهن، الدا

ڪونه آهن جو سڀني گهرن ۾ ڪٿي ڏينهن اُڇلائيندا. اهڙيون
ڏينهن ڪنهنکي ڪوڙيون آهن ڇا؟..."

مون ستيءَ کي وچ ۾ ڪاٽي ڇڏيو، "تون نه وڃي
ٻولين ڏانگهه ۾. "پنهنجي" معنيٰ هروڀرو تنهنجي پنهنجي
چيم ڇا؟ مطلب هوم نه ڪنهن مٽ مائٽ جي هجي. پر
پيڻ انهيءَ ڳالهه کي. تون ٿي چئين نه اسانجو گهر سڀني
جو گهر آهي. پوءِ، معاف ڪجانءِ پلجي ويس، اشوڪ
جهڙا نه لکاپتيءَ جو پٽ آهي نه. بئنڪ ۾ وڪيل پيءُ
جي ملڪيت تي عيش ٿو ڪري، ويتر ماءُ به ويس
مري، پر هيئنر نه بس پاس بوڪ ۾ هوندس وڌ ۾ وڌ
هڪ ٻه هزار بيو ڇا؟"

"آهي ته اٿس نه؛ توهان وٽ نه پاس بوڪ ٿي
ڪولهي!"

ستيءَ ڪٽوري ۾ دال پائي ۽ ٿالهيءَ ۾ ڦلڪو وجهي
اڳيان رکيا. مان روٽي کائڻ لڳس.

"پر ماڻهو شادي ڪندا آهن اولاد لاءِ، اشوڪ کي
نه ٻه ٻار ٻه آهن! عمر ته چڙهيل اٿس؛ پوءِ به سمجهين
ٿي ته ماڻهو ساڻس مائٽي ڪندا؟"

"چوڻ، عمر ڪا ايڏي وڏي ٿورو ئي اٿس."

"عمر وڏي ڪانه اٿس! ڪپڙي تي ڪنڊي هلائي
هلائي، تو هيئنر ماڻهن جي عمر ۾ به ڪنڊي هلائڻ
شروع ڪري ڇڏي آهي. مون کان اٺ سال وڏو آهي.
منهنجي ٿي عمر ٣٢ ورهيه آهي نه..."

”پر ايترو لڳي ٿو روئي ٿو! اڇا جوان تو لڳي.
پيٽو به ڏٺيو آهي.“

”جوان نه هر آدمي پاڻ کي هر عمر ۾ سمجهندو آهي.
سوال آهي نه ڏسڻ وارا به ڪيئن جوان سمجهن ٿا يا نه؟“

انڪري ٿي نه چوان ٿي ته هت گهرايائس. توهان
خط لکجوس. اچ وسپت آهي، جئن آرتوار ٿي پهچي وڃي.“

ستيءَ پيو قلڪو ٿالهيءَ ۾ وڌو.

”خير، خط ته لکندوسانس پر مائٽي سچ پچ ڳولهي
انيئي، يا مفت ۾ وڃاري کي تماشو ته پڏائڻ نٿي چاهين؟“

”مائٽي! ماڻهو آهن جو ڪنيءَ مهيءَ والڪر، چون
ٿا ته اچ ڏينهن اڪيلايون، نه سياڻي پيو ڏيهن ٿئي.“

”ڪنواريون ڪيئن وڏيون ٿيون؟“

”ڪنواريون. اشوڪ سمجهو ٿا نه وڏوا سان پرڻبو؟
”پر ڪنواريون جڏهن ملنس ٿيون نه وڏوا چو پرڻجي؟“

”چئبو نه مائٽ انڌا ڇئبا جو ڏسي وانسي ڇاليهن
ورهين وارن سان پهنجون نوجوان ڏيئر ٿا انڪائين،
ويتر جنهن کي ٻه ٻار به آهن.“

”انڌا نه آهن پر لاچار آهن. جنکي جو چار چار ڏيئر
ساماڻيل هونديون سي ڇا ڪن؟ شڪر ڪريو جو توهان
کي ڏيءَ ڪانهي؛ پٽ اٿو.“

ستيءَ ٿيون قلڪو ٿالهيءَ ۾ وڌو.

”پاتي، منهنجي لاءِ نه ڏيءَ؛ پٽ ۾ ڪوئي فرق
ڪونهي.“

"۽ پرڻائڻ وقت؟"

"پاڻهي وڃي پنهنجي مرضيءَ سان پرڻبي، انهيءَ لاءِ تون ڇا مان ڳڻتي ڇو ڪريان؟ جيڪڏهن ڇوڪرو پنهنجيءَ مرضيءَ موجب زال ڳولهي سگهيتو، ته ڇوڪري به پنهنجي لاءِ وڻندڙ ڀتار ڳولهي سگهيتي ۽ کيس حق ملڻ به گهرجي."

ستيءَ ڪوئي جواب نه ڏنو.

مون پڇيو، "چڱو، هاڻ ڳالهه ٻڌاءِ سچي. مائٽي ڳولهي به ائين ئي پيا نه؟"

"ڳولهي اٿوَ تاراچند مچاريءَ جي ڌيءُ گوپي. ڇوڪري ڇا آهي، ڪني پاڻيءَ سان ڪٽي ڌوتي."

مون کان ٽهڪ نڪري ويو، "ڇو ڪني پاڻيءَ سان ڇو؟ سٺي پاڻيءَ سان ڇو نه؟"

"اُن هون، توهان نه سمجهو. منهنجو مطلب آهي ته ڇوڪري اهڙي ته سهڻي ۽ موهيندڙ آهي، جو جيڪڏهن ڪني پاڻيءَ سان ڪٽي نه ڌوتي، ته به جيڪر اهڙي ئي صاف ۽ اُجري ٿي نڪري."

"واهه! ڇا شاعري آهي! منوهر ماڻ، ڪڏهن ڪڏهن شاعري ڪرڻ ۾ تون مونکي به شهه ڏيئي ويندي آهين ۽ پاني، ڪمال مچيو!!"

منهنجي دماغ جو يادگيريءَ وارو پاسو اهڙو ته لسو ۽ ترڪڻو آهي، جو ڪا به رواجي چاهي غير رواجي ڳالهه اُتي مشڪل سان ٽڪندي آهي. خاص ڪري جيڪڏهن

ڪنهن ڪا ڳالهه هر هر ياد ڏياري ته اها پڪ ٿي پڪ
وسري ويندي. سنتيءَ جي هر هر ياد ڏيارڻ ڪانپوءِ به
اشوڪ کي روز خط لکڻ وسري ويچي. غنيمت اها هئي
جو سنتي خط بابت پڇيو ٿي ڪين ته لکيم يا نه. هن
ويچاريءَ سمجهو هوندو ته خط پهتو ۽ اشوڪ بس آيو ڪ
آيو. هوڏانهن ته موکي به اها ڳالهه وسري وئي هئي، پر
ڇنڇر ڏينهن شام جو گهر جي پرسان پهچڻ سان ٿي خيال
آيم، "سنتي پڇي ته پوءِ؟ هاڻي ته آرتوار سياڻي ٿي
اچي پيو آهي." دل ۾ هڪڙو ڀاو ٿاهي اندر گهڙيس.
پر ڏسان ته اشوڪ کٽ تي ويهي ٽنگون لوڏي، سنتيءَ
سان ڳالهه ٻولهه ڪري رهيو آهي. عجب ته لڳم، پر
خوف ۽ ڀير ته اصل ڳالهه جي قلعي کلي وئي هوندي
يا جاڻ کلي. پر ائين نه ٿيو، ويتر سنتيءَ چيو، "مون ته
چيو مانءِ ته اشوڪ جلد ٿي ايندو، رڳو خط موڪلڻ جي دير
آهي. هيڏانهن توهانجو خط ويو، هوڏانهن اشوڪ به
اچي لٿو."

اشوڪ کجهه چوڻ پئي چاهيو، پر موکي ڏسي
اڳتي وڌي آيو ۽ پيرين پوڻ لڳو. مون کيس جهليندي
چيو، "هان، هان، هي ڇا ٿا ڪريو. توهان ته موکان
وڏا آهيو."

اشوڪ کليو، "خير اهو ٻن ٽن سالن جو فرق ٿورو
ٿي ليکبو آهي."

"معاف ڪجو، انن سالن جو فرق ته ضرور ليکبو آهي."

"توهانجي عمر گهڻي آهي؟" مون سائنس گڏ ڪٽ تي وهندي چيو.

سنتيءَ وچ ۾ ئي جواب ڏنو، "ٿيندس اهائي ٽيهه پنجٽيهه ٻيو ڇا."

مون کان کل نڪري ويئي. سوچيم، سنتيءَ کي يا ته ڳالهه وسري ويئي آهي يا ته ڄاڻي واڻي وساري ڇڏي اٿس!

اشوڪ ڪنڌ ڌوڻي چيو، "ها، ها، بس دادي بلڪل سچ ٿي چوي."

مون کان ٽهڪ نڪري ويو. چيومانس، "ادا، دادي سچ ٿي چوي، جو داديءَ کي ڏنو اٿيئي رشمي ساڙهيءَ جو دلاسو، ته ڀا! توهانجي دادي، سچ جهڙي قيمتي چيز کي نهايت ڪفايت سان خرچ ڪندي آهي."

خير، ڇنڇر ۽ آرتوار بيئي ڏينهن ماڻهين جي ڀلي رهيا. اشوڪ ٻڌايو ته سندس ماسو ٤٥ ورهين ۾ پرڻيو هو. چيائين، "زال سا وڌوا اٿس، پر ڏسڻ ۾ ۽ شڪل شبيهه ۾، چاهي اٿڻ ويهڻ ۾ سٺي آهي."

"تون به خيال نه ڪر، لوڪي به اهڙيءَ ئي ڳالهين وٺي ڏيندس." سنتيءَ کيس دلداري ڏني.

اشوڪ ڇرڪ ڀري چيو، "وڌوا نه هجي!"

مون بني ٿپڙيندي چيومانس، "اڙي بابا! ڪير ٿو لوڪي وڌوا وٺي ڏي. ڪنواريون ماڻيون ئي ڪيتريون ئي ٿيون اچن، ته ڦلاونتيون ڪير قبوليندو؟ تون خيال

نه ڪر، ڇوڪري مون ڏٺي آهي. شڪل جي سٺي آهي؛ ڪنهن پاڻيءَ سان ڌوتڻ جهڙي آهي يا نه، اها خبر ڪانهيم، ۽ عمر به ڪا وڏي ڪانهيس، وڌ ۾ وڌ ١٨ ورهيه ٿيندس."

اشوڪ سٽيءَ کي چيو، "پر دادي، اها ڳالهه خيال ۾ رکجانءِ ته ڇوڪري پڙهيل ڳڙهيل ضرور هجي."

دل ۾ چيم، "هي وري نئون خيال ڪٿان آيس."

پڇيو ماس، "فقط پڙهيل ئي هجي ڪين مئٽرڪ يا بي.اي پاس ڪيل هجي؟"

سٽيءَ وچ ۾ ٽوڪيندي چيو، "ڇڏيو هاڻي اها مسخري، ويچارو مئٽرڪ پاس ٿورو ئي ٿو گهري."

اشوڪ ڏانهن نهاريم جنهن چيو، "مئٽرڪ پاس ڪيل هجي ته چڱو."

مان ڪٿ تان اُتي ڪڙو ٿيس. دل ۾ خيال ڪيم، "جوان جي شڪل نه ڏسو. سڪل نارنگيءَ جهڙو بوٿ، جنهن مان هڏيون اين ٿيون ڏسڻ ۾ اچن، جڻ ڪنهن الهڙ ڪاريگر مڙهئي ديڙ دواس ڪري ڪٺي ٺوڪايون آهن. وار کجور جي ٻهن وانگر ڊگها، ڪهڙا؛ اهڙيءَ تي ٻه شيخي اها ته ڇوڪري مئٽرڪ پاس ڪيل گهرجي."

خير، اهڙي نموني ٻيون به ڪيترئون ڳالهيون ٿيون، جن کي ٻڌي، مون گرم سوٽ ملڻ جي اميد ئي لاهي ڇڏي. آرتوار جو ڏينهن گذري ويو. سومر ڏينهن اچا گهر ۾ گهڙيس مس، ته سٽي اچي مڇري.

”واه! هي توهانجو نمونو آهي. اشوڪ نه بلڪل ڪاوڙجي هليو ويو آهي. توهان ته همت وٺي ٺهيل ٺڪيل مائٽي ڀڳاڙي ڇڏي.“

موهنکي عجب لڳو ته سنتيءَ کي کهڙي هوا لڳي وئي، پڇيومانس، ”اهو ڪيئن؟“

چوڻ لڳي، ”توهانکي اڄ ٽاراچند صبح جو پاڻجي وٺڻ مهل ڪڍيو هو نه؟“

”ها، ڪڍيو ته هو. توکي ڪنهن ٻڌايو؟“

”ڪنهن به ٻڌايو؛ توهان هنکي چيو ته ڇوڪري ۾ اصل افعال ڪونهي؛ پئسو به معمولي اٿس؛ ۽ نوڪري نه ڏيندو، ۽ نه ٻي وري ڪا شڪل شبيه.“

موهنکي ڪاوڙ وٺي وئي. چيم، ”کهڙي ڪافر ائين چيو آهي؟ موهنکان پڇيائين ته ڇوڪري کي سڃاڻو؟ مون چيومانس ڇوڪرو ڇا، ڇوڪري جي پوري خاندان کي سڃاڻان. بلڪل نامي گرامي خاندان آهي.

پوءِ پڇيائين ڇا ڪندو آهي، نوڪري ڪا ڏيندو؟

تنهن تي مون چيومانس پنهنجي مان هڪ ٻه ٽه. در اصل ڳالهه ڇا آهي ته هن وقت ٽائين، هنکي پنهنجي لائق ڪوئي ڏيندو ايا نظر ئي نه آيو آهي. رهيو نوڪري، سو نوڪري ملڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ مئٽرڪ پاس ضروري آهي، سو هي صاحب مئٽرڪ پاس ڪرڻ پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي خاندان لاءِ گهٽتائي سمجهندو آهي. يونيورسٽيءَ وارا خود انتظار ۾ آهن ته ڪهڙو ٽواهڙو سڀاڳو سال اچي

جنھن ۾ ھي جوان مئٽرڪ پاس ڪري ڪين پنھنجي ٻالي
چپائڻ جو موقعو ڏني. انھيءَ مان ئي توھان اندازو لڳائي
سگھو ٿا تہ ڇوڪرو پنھنجي اصولن جو پڪو آھي، ڏنھن
ڪري اھي اجايون ڳالھيون پاسيريون رکي، حال تہ آرام
سان ھوائون کائيندو آھي ۽ توھان جھڙن کي دعا ڪندو
آھي. وري پڇيائين تہ پئسو ڪيترو اٿس؟ جواب
ڏنومانس، پائي! مايا آھي ھٿن جي مر. جھڙيءَ طرح
ھٿن تي مٽي چڙھندي بلڪل آھستي آھي، پر لھي
ھڪ ئي مھٽي سان ويندي آھي، اھڙيءَ طرح پئسي کي
ڪھڙو بقاءُ؟ اڄ آھي تہ سڀاڻي ڪونھي. ۽ ھا، وڌي ڳالھ
تہ مون سندس پاس بوڪ بہ بنا عينڪ جي ڏٺو
آھي، جنھن ڪري چئي ٿو سگھان تہ ڪيترئون ٻڙئون
اٿس ۽ ڪيترا سچا الڳ. مون خيال ڪيو تہ ھاڻي جند
ڇٽي، سو ورتل واڳڻ ڳوٺڙيءَ ۾ وجھي ھلڻ لڳس. پر
ھن پيرمرد کان تہ پاڃي ونڻ وٺي ھٿي وسري. پڇيائين
تہ پلا عمر ڪيتري اٿس ۽ شڪل ڪيئن اٿس؟ دل ۾
آيو تہ چوانس پائي! مان پاڃي ونڻ آيو آھيان، مائٽيءَ
جي ڳالھ ٻولھ ڪرڻ ڪين آيو آھيان؛ پر خيال ڪيم تہ
متان نھيل نڪيل مائٽي بگڙي وڃي سو دل ڪوڙي
ڪري جواب ڏنومانس تہ ھاڻي ھڪڙي ڳالھ ڪريو،
جو ڪٿان ڪرسي ھٿ ڪري ڏيوم تہ ويھي چپلھ
سڌي ڪريان؛ پوءِ جيڪي سوال پڇڻا ھجوَ سي پڇو
خير، ھوٽل ۾ وڃي ويناسين. چانھ پيئڻ سان جڻ ايمان

ڏو ٻجي ٽازو ٿي ويو. سوال جو جواب ڏيندي چيومانس ته عمر ڪا خاص وڏي ڪانهيس. مون کان فقط اٺ سال وڏو آهي. ٻه مان اڃا هڪ ٻار جو پيءُ آهيان، هو خوشقسمتيءَ سان ٻن ٻارن جو پيءُ آهي. ٻه خيال ڪرڻ جي ضرورت ناهي؛ ٻئي پٽ اٿس ۽ پيءُ کان به اڳ ۾ ڪمائڻ شروع ڪندا. باقي ڳالهه رهي شڪل جي، سو آرسيءَ جي اڳيان هرڪو آدمي پاڻ کي ئي خوبصورت سمجهندو آهي؛ ڳالهه آهي ته ڏسڻ وارا به ڪيس سهڻو سمجهن ٿا يا نه، انهيءَ لاءِ بهتر آهي ته توهان پاڻ ڪيس ڏسو. چيائين، بس باقي ٻڌايوم ته سون ڪيترو اٿس ۽ هاڻي تون ٻڌاءِ ته ڇا چوانس؟"

ستيءَ چيو، "ها، ٻڌايو توهان ڇا چيس؟" ستيءَ جي آواز ۾ بيحد رڪاوٽ هئي. ڪروڌ جا سندس منهن مان آلا پئي لڪتا.

"چيومانس وري ڇا؟ ٻڌايومانس ته اهو سوال ذرا ڏنگو آهي. پاڻ چوڪرو ته چوي ٿو ته سچي ڊبلي سون جي آهي. هاڻي خبر خاوند کي ته اها ڊبلي ڪيتري وڏي آهي، ناس جي ڊبليءَ جيتري آهي، ٽاليپ جي ربن جي ڊبليءَ جيتري، يا پائوڊر جي ڊبليءَ جيتري آهي؛ چئو ته جاچ ڪري ٻڌايانو. بس پوءِ ته ڪنهن ڪڙي ۽ سڌو گهر اچي دم پٽيم. هاڻي تون ئي ٻڌاءِ ته مون ڇا ڪيو؟ ڪهڙي ڪل ٽيڙي مانس؟ ڇو؟"

ستيءَ موڙو ڏيئي ڪاوڙ ۾ چيو، "سڀڪجهه ته ڪيو ۽ ڇا نه ڪيو؟"

ستي هلي وئي رنڌڻي ۾. سمجهي ويس ته سندس غصو ائين نه لهندو، سو ٺارڻ جي خيال کان چيومانس، ”پاڻي مون ته اهڙي ڪا به ڳالهه ڪانه ڪئي، جنهن مان اشوڪ جي مانيءَ ۾ وگهن پوي. باقي اڳلا جي مانئي ڪرڻ ٿي نه چاهيندا، ته هڪ نه ٻيو بهانو ڏيئي ٽاري ڇڏيندا.“

ستيءَ رنڌڻي مان ئي جواب ڏنو، ”مون کي سڀ خبر آهي. سڄو ڪم اوهان ٻاڻوان ٻول ڪيو آهي. ته وهان شروع ۾ ئي خوش نه هئا ته اها مانئي ٿـئي. ڪهڙي سون جهڙي مانئي هٿن مان نڪري وئي.“

”ٻه مانئين جي ڪهڙي ڪمي؟ تو نه چيو پئي ته سوين مانئيون آهن؛ هڪ نه ته ٻي سهين، ٻي نه ته ٽين سهين....“

ستيءَ وچ ۾ ئي ڪٽي چيو، ”ها، مانئيون رلن ٿيون نه، جو هڪ نه ته ٻي سهين، نه نه ٽين سهين. مشڪل سان ته مانئي هٿ آئي هئي.“

”ائين! پوءِ ته مون کي پهريائين ٻڌائي ڇڏين ها ته فقط هڪڙي مانئي آهي، ته گرم سومت جي صدقي، مان ٽاراچند سان جيڪر ائين ڪلهي حال نه اوريان ها.“

”هاڻي بس ڪريو. مفت ۾ ريشمي ساڙهـي وڃائي ڇڏيو.“ ستيءَ خفي ٿي چيو.

”ڇا مهنجو گرم سومت؟ پر خير، ڇوڪريءَ جي جان ته بچي وئي.“ پويان اکر بلڪل آهستي چيم جئن ستيءَ جي ڪنن تائين نه پهچن.

# پاپي

وچولي ڪٽنب جي گهر جو گاڏو جيئن هلندو آهي ٺيڪ پريما جو به هلي رهيو هو. ڏهن سالن جي گرهست جي لمبي سفر ۾ هن ٿڪاوٽ نه ضرور محسوس ڪئي هئي پر نراس ڪڏهن نه ٿي هئي. دل کي اهوئي ڏڍ ڏيندي هئي ته آخر جيون سدائين ٻالپڻ جي سهاوڻي سمي وانگر ٿوروئي رهي سگهندو. جيون ته ذميوارين جو کيل آهي. ڪڏهن ڌُپ ڪڏهن ڇانو. اڄ صاف نيلو گگن، ڪل خوشي ۽ آنند آهي؛ ته سڀاڻي ڌنڌلو آسمان، سياري جون سرد هوائون، آنڌي طوفان، دک ۽ ڪليش. زندگي اهڙي جو نه نالو آهي. جو ڪجهه به اچي جهولي پائي جهلڻو آهي ۽ سر اوُچو رکڻو آهي.

دريءَ کان ٻاهر دور تائين نظر ڦيرائي پريما سوچي رهي هئي. پئسو نه آهي ته ڇا ٿيو. جيون ۾ ڇا صرف پئسو اهميت ٿو رکي. ٻيون به ڪي املهه چيزون آهن جي بي بها آهن. مون وٽ پيار آهي، شانتي آهي، سهڪار آهي، اهي ئي پدارٿ نه صرف ڀاڳيوانن وٽ ٿيندا آهن. شهرت ۽ مان مرتبو، رنگين ويس وڳا، قيمتي زيور ڪوٺيون ته ڇا اهو درڀاڳيہ آهي! پر اڄ هن

فيلسوفيءَ ۾ هن جي دل کي شانتي نه ڏني. هن جي دل جي اندرئين تهه مان سُتل آگ اڄ جاڳي آئي. ڇا ڇاپڻ ۾ صرف روئي ڪرڻ لکيل آهي. زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن ڳالهه جو شوق پورو نه ٿيڻو آهي؟ هن ڏهن سالن ۾ ڪو نئون زيور نه پائي سگهي آهيان. اڄ اٽو ڪٿو، دال ڪپهه، موديءَ جو بل چڪائڻو آهي. بينا کي اسڪول جون ڪاپيون کپن. نرمل وڏو ٿيو آهي. مئٽرڪ ۾ پڙهي ٿو. هن کي ڪپڙا سبائي ڏيڻا آهن. دنيا چوندي پاڇاڻي آهيان اڌهن ڏيان ٿي ڏيڻاس. پر مان به ڪٿان پورت ڪريان! شريمان کي نه ڪجهه پتو ڪونهي، مردو نرڳي وڃي يا سرڳ. اونڌي ڪنڌ لکڻ ۾ پورو آهي. ٻه سوَ رپيا آڻي چوي هاڻ تون ڄاڻ تنهنجو ڪم. ٻه سوَ ۽ بمبئيءَ جي جيوت!

پريما جو من بيحد اداس هو. نراشا جنهن کي هن ڪڏهن به پنهنجو دامن پڪڙڻ نه ڏنو هو اها اڄ چئني طرفن کان اندڪار مثل گهيرو ڪري رهي هئس. پتيءَ جي دل ۾ اٿندڙ طوفان کان بي خبر چندر ڪنڌ هيٺ ڪري ڪجهه لکڻ ۾ مشغول هو.

پريما جڪ ڪاٽي رهي هئي، سڀ ڪاغذ جيڪر ردي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽا ڪريانس. اهي بي معنيٰ ڪهاڻيون ۽ ردي افسانا. جن مان نه هوند نه شڪر. آفيس کان ايڪڙ جون ميٽنگون ۽ دعوتون. گهر ۽ ٻار نه ياد ئي

ڪونهيس. هن لاءِ ته صرف ٻه حقيقتون آهن. آفيس ۽ ڪتاب ....

"آرتوار ڏينهن چوديوارين ۾ ساهه ٿو منجهي." چندر جي ڪرسيءَ پٺيان اچي پرڀا آهستي چيو:

"اڄ جيڪر چوپاٽيءَ تان ٿورو گهمي اچون. من ڏاڍو گهٻرائجي رهيو آهي. توهانکي جي ڪتابن سان شادي ڪرڻي هئي ته زال کي گهر ۾ ڇا لاءِ آندو. توهان جهڙن ٻڍهي شخص کي گهر گرهستيءَ جي مهاڄار ۾ ڦاسڻ جي ڪا ضرورت نه هئي."

هڪ ڪن لاءِ چندر جي ٽهڪ سان ڪمرو گونجي اٿيو.

"اڄ ڇا جي ڳالهه ورڪا ڪري رهي آهين. برهمچاري رهان ها ته هڙو سوادي ڀوڄن ڪٿان ملي ها. خبر اٿيئي، شاديءَ کان اڳ مون مٿان ڪهڙي گذري آهي. ٻيڙو نرمل ۽ مان.... ڪنهن طرح ماني ٽڪي کائيندا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن ته بکئي پيٽ سمهي پوندا هئاسين. ڪڏهن لوڻ وجهڻ وسري ويندو هو ته ڪڏهن ماني جلي ويندي هئي. اُف اهي ڏينهن ياد نه نه ڏيار."

"نرمل ته صرف ٻڌڻ ڇهن سالن جو هوندو. هو ڇا توهانکي روٽي ڪرائڻ ۾ مدد ڪندو هو؟"

"ها، ها، ڪٽي پائي ڏيندو هو. هيڪي ڪنهن طرح ولڙائي رکندو هوس متان امڙ جي يادگيري ستائيس. ڪهڙا نه ڀيانڪ ڏينهن هئا. اصل گهر کائڻ ايندو هو. امين ته لڏيڙي وندا ٻٽجي ويئي. واقعا ڪٿي اسان

ٻچي کي پاليائين، مگر آسون اميدون اڌ ۾ رهجي ويس. جيون کي ڳنڍيون ڏيئي ڪيستائين ٿو هلائي سگهجي. ڳنڍ ٽٽي پيئي ته قصو ئي سماپت. اميءَ جو ٽڪو مالدو ٻڌن ڏيوي جواٻدارين کان فارغ ٿي وڃي پرم آنند کي پهتو.“

”انهن ڏينهن ۾ ڇا نرمل کي توهان ئي پاليندا هئو؟“

”انهيءَ جو خيال هو ته هن نه شادي ڪرڻي پيئي. نوڪري به ملي ويئي پر آفيس وڃان ته ڪٿي وهاريانس. پاويهن ورهين جو هوس جو توکي گهر ۾ آندم. تنهنجو چاچو چاچي به ٻار لاءِ آتا هئا. پاڙي ۾ مفت ۾ آسائي ملندي ڏسي راضي ٿي ويا. پرما! جيون جي هنن ڏهن سالن ۾ پنهنجو ٻار تنهنجي ڪلهن تي اڇلي ٻيفڪر ٿي ويو آهيان. ڄاڻان ٿو توکي ڏاڍي تڪليف ڏني آهي پر ڇا ڪجي؟“

”نه، نه، ائين نه چئو. مان نه سمجهان ته توهان ڄاڻي واڻي تڪليف ڏني هوندي. ڪڏهن ڪهڙو ٻه مشڪل ڳالهايو هوندو. مان ته گهڻن کان ڀاڳيوان آهيان. ها، صرف هڪ شڪايت آهي: هي واندڪائيءَ ۾ سڄو وقت لکڻ پڙهڻ، موڪل جي ڏينهن ته ان کان فرصت وٺو. توهان اهو وساري ٿا ڇڏيو ته گهر ۾ ٻه ڪي جيءَ آهن جن سان ڳالهه ٻولهه ڪري هنن جي دل وندرائجي.“

”چري، توهان لاءِ مٿو ماري ڪري رهيو آهيان. سالن کان ڪتاب لکي رهيو آهيان. دل آهي اهو

شاهڪار رچيان جو دنيا حيرت ۾ پوي. هاڻ نه ليڪن جو به قدر ٿي رهيو آهي. سرڪار طرفان ڪيئي انعام آڇيا ٿا وڃن، من پاڻ پرائي."

"خالي پلاءَ ڪائڻ مان ڪهڙو فائدو. نيڪڙي هوندي مزور ۽ گيهه جي دلي واري ڳالهه، نه ضرور پڌي هوندؤ. ڪٿي اهڙو نه حال ٿئي."

"پلي تنولي ڪر. اڄ تنهنجو وارو آهي. منهنجو به وارو ايندو. هولئن به گهر جي ٻير کي ڪير ڪونه پڇندو آهي. دنيا جي اهائي ريت آهي."

"چڱو، ڪڏهن ڇونه موٽو انعام مليو نه، ڇا وٺي ڏيندا؟"

چندر، اکيون ٽمڪائيندي چيو، "اهو منهنجي دل جو راز آهي، دل خوش ڪندو سان ءِ ٻر جي تقدير ڦري."

جون جو مهنو شروع ٿيو هو. ٻمبئي جي ماڻهن کي مس وڃي گهٽ ۽ ٻت کان آرام مليو هو. آسمان جا ڪارا ڪڪر به دل لڀائيندڙ محسوس ٿي رهيا هئا. سنهي سنهي پولد چوماسي جو پيغام ڏيئي جهٽ واڌائي وراڻي رهي هئي. بهار جي اچڻ سان جيئن چوطرف هيڪار ۽ ڇهل پهل هوندي آهي ٺيڪ ٻمبئي واسين لاءِ برسات جو پهريون وسڪارو آهي. وڻ، ٽڻ ۽ بوٽا به ٺئين جيون پائي هريا ڀريا ٿي خوشيءَ ۾ جهومي رهيا هئا. پريما چندر جو انتظار ڪري رهي هئي. "اڃان ڇو دير ڪئي اٿائين؟ اڄ جي پاس ٿيڻ جي خبر نه آفيس ۾ پڌي هوندائين.

اڄ ضرور زندگيءَ جو ڪجهه ٻيو هلڪو سمجهندو هوندو، سوچيندو هوندو، ننڍڙو ٻاءُ مٽرڪ جي حد ٽپي جيون سنگرام ۾ پارٽ ادا ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو آهي. چڱو ٿيو، هاڻي اسان جا ٻه ڏينهن ڦرندا."

"ڪهڙن خوش خيالن ۾ آهين." چندر اندر داخل ٿيندي پڇيو. هن جي ٻهڪندڙ چهري کي ڏسندي پرما جو هردو خوشيءَ مان ڀر ٿي ويو.

"اڄ واس ڪوليو ته جيون ڪارايائو. نرمل سيڪنڊ ڪلاس ۾ آيو آهي."

"تون ٻه اوري اڄ ته مٺائي کارايانءِ." هٿ ۾ پڙي کي ڪڙڪائيندي چندر چيو، "ٻي خوشخبري آهي. هي ڏس، شام جي اخبار."

مٽرڪ ۾ پاس ٿيلن جي نمبرن سان ڪالم ڪارا ٿيل هئا پر اخبار جي هڪ ڪنڊ ۾ ڇپيل هو. "سنڌي ليکڪ جي قدرشناسي. ٻارن جي ڪتابن جي چٽاڀيٽيءَ ۾ شري چندر آسوائيءَ کي پنج سو رپيا انعام. هڪ آفيس ۾ ڪم ڪندڙ جي انوکي ڪاميابي."

پرما ائين محسوس ڪيو ڄڻ ته اڄ جو سورج صرف هن جي جيون ڪناري لئي ٿي چمڪي رهيو هو. چندر کي چيڪ مليو ته رڳ رڳ ۾ آنند جي لهر ڇانئجي وئي. ڏهه سال هٿ ۾ پگهارون وٺندي هن ڪڏهن اهڙي خوشي محسوس نه ڪئي هئي. هي چيڪ هن جي آتم وشواس جو ڦل هو. سالن جي درد وشواس جو نتيجو.

چيڪ مٽائي چنڊر گهر ڏانهن رخ رکيو. سوچيائين منهنجي ڪاميابيءَ پٺيان هڪ ٻاريءَ جو ليکو آهي. گهر ۾ ڪيئن ٿي پورت ڪري، گهٽ وڏائيءَ بابت وس پڄنديءَ منهنجي ڪن ڳالهين ڪڏهن به شڪايت نه آڻي. گهرو شانتي ۽ سني واڙو مذهب ۾ ڪم ڪري سگهيو آهيان، نه ته ڪيترن دوستن جي گهرن ۾ ڪلڪل ۽ ٻائيتال مچيو پيو آهي. هنن ٻنهن لئي منهنجو ڪو به انڪار ڪونهي. پريما ڪي ڏينهن چوندس، هل ته مهابليشور يا ماٿيران مان گهمي اچون." ٻه هفتا ڪري موڪل وٺندس. ليڪن اسين به انسان آهيون. اُمنگ ۽ احساس دل ۾ دٻيا پيا آهن. ڪڏهيون ڪندي پيدا ٿو ته اچي وارد ٿئي.

پريما سندس خيال ٻڌي اچي ٿڪن ۾ پيٺي.

"لڪشميءَ ڪي ساليءَ رکڻ ته شايد ليکڪن جي شان وٽان نه آهي، پر توهان جهڙن ڪنجي ماڻهن کي ته پٺ ورائي ڏسڻ گهرجي. بس، سڀ پئسا پون ڏڪڻا ڪري وري اهڙي جا اهڙا. ڪو دوراندیشيءَ جو ويچار ڪريو ته مان به مڃان ته ليکڪ مهاشيه زمين تي به رهي جاڻن."

"توهان استريون ته آڪاس ۾ پرواز ڪندڙ ڪي ونئي زمين تي آڻي ڦٽو ڪريو. چڱو، منهنجي رٿ ٻڌي تون به داد ڏيندينءَ ته مان ڪو گهٽ دوراندیش نه آهيان. ڪجهه زيور ٺا ڪٽي وٺون. ڪيترن ڏينهن کان جوهري بزار وٽان لنگهندي ڪنگڻن جي جوڙي ڏسندو رهيو

آهيان، واهه جي جرئت اٿن. تنهنجن ڳرن ڪرائين ۾ ڏاڍا سنڌر لڳندا. باقي پئسن مان ڪٽي پنهنجي لاءِ ساڙهي ۽ ٻارن لاءِ ڪجهه وٺج. مان نرمل کي چئي ٿو ڇڏيان. جوهري هزار ڏئي اٿس. صبح جو توکي گرڌاريلعل جي دڪان تي وٺي ويندو."

ٻئي ڏينهن بيبا کي اسڪول ۾ موڪلي پرملا جلد ڪپڙا بدلايا ۽ نرمل جو پتو لڌائين. "ڏسان هو وري ڪهڙو هار سينگار ڪري رهيو آهي. اڄڪلهه جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون برابر آهن، پورو ڪلاڪ سنبرڻ ۾ گهرجين."

"اڙي، اڃا ڪتابن ۾ منهن وجهي ويٺو آهين. باپڙي، ٻهي ٻائن کي جڏهن سر تي سوار آهي. گهر ۾ ڇا هڪ ليکڪ ڪافي نه آهي جو هاڻي تون به ٿو شامل ٿئين. توهان ٻئي مونکي چريو ڪري ڇڏيندا."

"پاپي، شرمان چندر آسواڻي، ليکڪ، ڪوي ۽ ڪلپنا ڪندڙ نه هن گهر ۾ هڪ آهي. مان نه سائنس ۽ حسابن جو شيدائي آهيان. ڏس هي ڪتاب جو ڪاليج جي پهرين سال ۾ پاڙهيندا آهن. صرف ڪا ڪچي پڪي نوڪري ملي پوي نه پڙهائي چالو رکان. فرسٽ ڪلاس ٿورين مارڪن تان وڃايو اٿم نه اسڪالرشپ جي آس ۾ ويندي رهي."

"چڱو، چڱو اهي قصا پوءِ ڪبا. هاڻي تيار ٿو ٿيندين يا اڃان وقت وڃائيندين؟"

"منٽ ۾ ٿو تيار ٿيان. توهان وانگر ڪلاڪ ٿوروئي

گهرجي. دادا پئي چيو ته جوهري بزار ۾ هلڻو آهي. ڪو خاص ڪم آهي پاپي؟“

”خاص ته ڪونهي؛ تنهنجي دادا کي ڪڏهن ڪڏهن دماغي پور اهڙا پوندا آهن جو ڪيا بات. پونواري ڪرڻي ٿي پوي. پيو ته ٻڌ نمو! تنهنجا دوست ڪاليج جي في ڪڏهن ٿا ڀرڻ وڃن؟“

”پاڙي مان ته سڀ اڄ ٿا وڃن. ڪاليج ۾ اينٽري ته رش آهي جو هڪ ٻن ڏينهن ۾ داخلا به بند ٿي ويندي.“

”تون به وڃي گهمي ڇو نه ٿو اچين؟ ڪيئن ڙي نمو! توکي به پاڙهجي ته جيڪر ڏاڍو خوش ٿين؟“

”پاپي اجائي تنولي نه ڪر. پئسا ڪٿان آسمان مان ڪري پوندا. ڪجهه ڏينهن اڳ دادا ٻڌايو ته پاس بوڪ ۾ صرف ٢٥ رپيا پيا آهن. هيترا خرچ آهن. دادا جي پگهار مان ڪاري ڪوڏي به نٿي بچي.“

”پئسن جو بندوبست مان ڪندس. ڪٿان به اچن ان سان تنهنجو مطلب. ڏس هي پنج سؤ. هنن پئسن ۾ هيئر تنهنجي دادا جو به حق ڪونهي. جلد وڃي دوستن کي چئي اچ ته مان به ٿو هلان.“

”پر پاپي، هي ته دادا جو انعام....“

”دادا هن جو انعام هن کان وڌيڪ سڄايو ڪيئن ٿي سگهندو! هي به سؤ رپيا في ۽ پاس جا وٺ. شام جو ٽڪي ڪپڙا وٺي ڏيندس. باقي پئسا ٻي ٽرم لاءِ رکي

ئي ڇڏيان. هڪ سال گذري وڃي ته آئينده ڪو بندوبست ٿي پوندو.“

”بابي، سال ۾ ڇا نه ٿو ڪري سگهجي. نوڪري نه ملي ته ٽيوشن ڏيندس، ڪجهه ڪندس. صرف انجنير ٿيڻ ڏي. پهرين ڪمائي پنهنجي هٿ سان رکندس، انعام آهي. پهريان توکي سوان چوڙا ٺهرائي ڏيندس، ڏس هي ڪهڙا نه گسي ويا اٿيئي.“

”هل شيطان، ڇا زالن کي صرف زيور پيارا ٿيندا آهن! پٽ پاڳل آهيو. پيما، تون ۽ توهان جا دادا خوش آباد هجو، توهان ئي منهنجا ڳهڻا آهيو. چاندي ۽ سون جا زيور مان ڇا ڪنديس.“

پريما ڪنجون ڪڙڪائيندي رانڌي ڏانهن وڌڻ لڳي. نرمل جي اکين ۾ آسون ٿري آيا پر پي ڇڏيائين. هيئر هو بار ٿو روئي هو جو روئي. هو ته ڪاليج ۾ وڃي رهيو هو. نرمل جي دل ۾ آيو ته هڪوار ماءُ جي پيرن تي ڪري سندس چرن رج کڻي مستڪ تي لڳائي، پر پريما اُن کان اڳ اتان کسڪي وئي.

ڪرشن کٽواڻي

# ٽٽل زنجيرون

سڪي،

مون رنو، خوب رنو. ايترو رنم جو منهنجا لڙڪ ئي سڪي ويا. صرف ڳلن تي هڪ جلن رهجي وئي. اوچتو منهنجي من ۾ چڻنگ جاڳي ۽ مان اٿي در کولي ٻاهر هلي آيس. ٻاهرين ڪمري ۾ ويهي مون پنهنجي پوري طاقت لڳائي چيو، "مونکي منظور نه آهي، مونکي منظور نه آهي هيءُ ناتو."

منهنجي هرهڪ عضوي محسوس ڪيو ڄڻ ڏريون دروازا سڀ لڏي رهيا آهن. اتي ويٺل سڀ وات ڦاڙي مونڏانهن نهاري رهيا هئا.

منهنجون ٽنگون ست ساري لــ سگهيون ۽ مــان ڊڪندي اندرين ڪمري ۾ پهتيس، کٽ تي پاڻ اڇلائي ڇڏيم. مون آئي سڏڪا ڀريندي ٻڌو ته سڄي گهر ۾ ڪولاهل مچي ويو هو. آيل مهمان اٿي کڙا ٿيا. منهنجو بابا آڏيون ٽيڙيون ڪرڻ لڳو، پر منهنجا لفظ ڄڻ تير هئا، جن ڪڏ ٽيل فوج ۾ ناڪوڙو وجهي ڇڏيو هو.

هو ڇا جو ڇا ٻڪڻ لڳا. بابا جون مٺيون ميــڙون

ڪنهن به ڪم نه آيو. نيٺ هو ٻڙ ٻڙائيندا گهر کان ٻاهر نڪري ويا.

طوفان ٿمجي ويو. گهر ۾ به مدت اڳ جو گوڙ شور هو، اهو گهٻراهٽ پوريءَ سانت ۾ گم ٿي ويو.

بابا ڪمري جي ٻهڙي وٽ اچي چيو، ”ڇوري، تنهنکان ته جمڻ وقت مري وڃين ها. قرض کڻي اسان توکي انلاءِ پاڙهيو ته هڪ ڏينهن اسانجي عزت مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏين ۽ پنهنجي به ٻيڙي ٻوڙي ڇڏين. هاڻي ڪهڙو خانداني ڇوڪرو تنهنجو هٿ پڪڙي سماج اڳيان اوچي ڳاٽ ڀي سگهندو.“

منهنجو هنياءُ ڦاٽڻ لڳو. بابا غصي ۾ ڇا جو ڇا چوندو ويو ۽ مان وهاڻي ۾ منهن لڪائي روئندي رهيس.... روئندي رهيس.

سکي، مون رنو، خوب رنو، توکي اڃا شايد آزمودو نه مليو هجي ته اسان عورتن جو هن سماج ۾ ڪهڙو مان آهي. اسين رانديڪا آهيون، رانديڪا جن کي انسان کلائيندو آهي پنهنجي وندر لاءِ، جن کي ٽاريندا آهن پنهنجي وندر لاءِ.

سکي، ڇا توکي ٻڌائڻو پوندو ته ان ڏينهن اسانجي گهر ڪهڙو تماشو ٿيو؟ ٻمبئيءَ مان ڪٿين زالون ۽ مرد ڇنڊجي ڏکجي آيا هئا هن ڪئمپ ۾ ڇوڪري پسند ڪرڻ ۽ منهنجي بابا سان ڏيتيءَ ليتيءَ جو سودو ڪرڻ. الهن

۽ اهو انسان به هو جنهنکي منهنجن مائٽن منهنجو جيون ساٿي بڻائڻ لاءِ چونڊيو هو.

صبح کان تياريون ٿيون هيون. اسانجي اونداهي وانڍڻي ۾ جتي ڪڏهين هڪ ولهي يي هڪ پاڇيءَ کان وڌيڪ ڪا شيءِ ڪانه نهي آهي، اُتي اُن ڏينهن قسمين قسمين مال نهي رهيا هئا. سڪن ۽ لـازن ميون سان ڀليٽون ڀريون رکيون هيون. بسڪيٽن جا پئڪيٽ کلـيا رکيا هئا.

۽ مونکي پسند ڪرڻ بعد هنن بابا کان پڇيو، ”توهان هن ڌيءُ کي ڏاجي ۾ گهڻو ڏيندا؟“

منهنجي بابا جو آواز اُن وقت لرزڻ لڳو هو. هـو ٻيوسيءَ ۾ مٽي مان ٺوهي لاهي غريبيءَ جا رنڱا رنڻ لڳو.

گهوٽيتن نفرت مان چيو هو، ”اهي رونا ته سڀ ڪنوار ڀيءُ رندا آهن. توهن سڌي ڳالهه ڪر. گهوٽ ٻيءِ. اي پاس ڪيل آهي ۽ پوٽا به سوَ پگهار اٿس.“

ٽن هزارن کان سودو شروع ٿي پنجن هزارن تائين پهتو هو. باقي ان ڳالهه تي بحث ٿيڻو هو ته ويا گهڻا، لاڳ گهڻا ۽ منائي ۽ باڙ گهڻا ڏيڻا هئا. مان اندر ڪمري ۾ ويٺي سڀ ٻڌي رهي هيس. مونکي پنهنجي ابا ٽي گهر جي بوري بروز هٽيءِ. مونکي احساس هو ته بـابا هيٺين ماڻهن جي ويٺي عزت جو سوال جاٽي سڀ مڃي ته وٺو هو پر سياٽي کان گهر ۾ گهڙي ۽ ڪلڪل شروع ٿي ويندي. بابا ۽ امي گونگـا ٻوڙها ڳاڙ پيندا. صرف

هڪ رستو هو. بابا پنهنجي آفيس جي پراويڊنٽ فنڊ مان ۽ انشورنس مان قرض وٺي پورائو ڪري سگهيو ٿي. ليڪن انهن منهنجن ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن جو ايندڙ اونداهو ٿي ويندو ۽ سندن معصوم ٻوس اکيون مونڏي نهاري چونديون، "تو هڪڙيءَ ڪي لاڻ لاءِ اسين سڀ ٻڏي رهيا آهيون." ۽ ان وقت خبر نه آهي ڪٿان مون ۾ طاقت آئي هئي ۽ مون ٻڪ ڀانئي، ها جهڙي ٻڪ ڀانئي، ڇاڪاڻ ته مونکي ٻپ هو نه منهنجي همت مونکي ڌوڪو نه ڏني، مون ٻڪ ڀانئي ٻاهرئين ڪمري ۾ پهچي چيو هو، "مونکي قبول نه آهي، مونکي هيءَ لاڳو قبول نه آهي."

سڪي، مون ان بعد به رنو، خوب رنو. منهنجي ماءُ پيءُ ڪوله سوچيو ته مون ڇا سوچي هيءُ قدم کنيو هو. هو سوچڻ لڳا. سندن عزت جي پڳڙيءَ کي رنگ لڳو هو. هو مونکي اها ڪلنڪڻي سمجهڻ لڳا، جنهنکي ڪوبه سنهن پرش پتني ڪري نه اپنائيندو.

۽ پٺي ڏينهن مان پنهنجي اڳين ماسترياڻيءَ وٽ ويس. ۽ گهڻيل گلي سان ڪيس وينتي ڪيم، "مونکي ڪا نوڪري وٺي ڏيو."

سڪي، مونکي نوڪري ملي آهي، سوا سؤ رپيا مهنو. ان مان پنجويهه رپيه پاڻ وٽ رکي مان سو رپيا آٽي امي‌ءَ کي هٿ ۾ ڏيندي آهيان. هوءَ ڪن پل خوش نظر

ايندي آهي، پر وري هڪ ڪارڻ سندس منهن لئي چالڻجي ويندي آهي.

تنهنجي پيڻ ...

سکي،

توکان هڪ سوال پڇان؟ اسان کي اٻلائون ڪنهن نالو ڏنو؟ اها ڪهڙي ڀوڙان ماءُ هئي جنهن ڌيءُ جي جمندي گونگا ڳوڙها ڳاڙيا هئا؟ ۽ اهو ڀوڙو ڪهڙو مرد هو، جنهن عورت کي ونشاليءَ ۾ وٺي وڃي چيو ته تون مردن لاءِ عيش عشرت جو سامان آهين؟

مان سوچيان ويٺي ڇا اهو زمانو اچا دور آهي جڏهن عورت مرد جي سامهون ٻهي چوندي، ”اسان کي توهانجون مهربانيون نه پنهنجا حق کپن. اسين توهانجي پئسن تي کوڙ ٿيون پلجون پر پنهنجي پورهئي ڪري زنده آهيون.“

سکي، اهڙائي مونکي خيال آيا هئا، جڏهن مون ٻڌو ته جنهن ڇوڪري کي مون ناپسند ڪيو هو، تنهن ۽ هنجي مائٽن هلائڻ شروع ڪيو ته مان بدچلن آهيان ۽ منهنجو ڪن لوفر ڇوڪرن سان رستو آهي. سڄي پاڙي ۾ اهي افواهه ڦهليل آهن ۽ منهنجي ساهيڙين جون مائرون مونکي ڏسي لڪ کي موڙينديون آهن.

مان رڙان يا کلان؟ پر مان روئي به نٿي سگهان ۽ کلي به نٿي سگهان. جنهن جنهن کان اڳکهجندڙ رسمن جي کري عورت ۾ ڪا هيٺاني گهر ڪري ويئي

آهي اڪري جڏهن مان اڪيلي ٿيان ته روئي ڏيان. پر مان جڏهن پڻ جي منهن تي پنهنجي لاءِ نفرت ڏسندي آهيان ته منهنجي اندر ۾ آگ ٻرڪي اٿندي آهي. دل ٿيندي اٿم رانڌڻي مان آڻي رک ڪڍي وجهي پنهنجي پيرن کي چوان، "هان، مليو هن سان منهن. پائوڊر ۽ ڪريم کان هيءَ رک بهتر اٿوَ. گهٽ ۾ گهٽ مرد توهانجي سونهن تي پيلجي پنهنجي پٽن جي پسريءَ تي توهان کي ناچ ته نه نچائيندو."

ان ڏينهن هڪ عجيب واقعو ٿي گذريو. اهو ساڳيو ڇوڪرو جنهن کي مون ٺڪرايو هو ۽ جنهن مون ٻاهر هلايو ته مان بدچلن آهيان، مون کي رستي تي گڏجي ويو. هو شايد آفيس مان موٽي رهيو هو ۽ مان آفيس مان نڪتي هئس.

ڪيترن ڏينهن جي اندر ۾ ٻرڪيل باهه جاڳي اٿي. مون سندس سامهون وڃي چيو، "تون سڃاڻين ٿو مون کي؟"

هن جي منهن جو رنگ لهي ويو. مون ٻيو سوال ڪيو، "۽ توکي ڪنهن ٻڌايو ته مان بدچلن آهيان؟"

هن جو منهن ورن ٿي رهيو هو. ڏوهه جو منهن بلڪل ظاهر هو. پر شايد سڀ ڏوهي ڪائر پڻ ٿيندا آهن. هن پاڻ سنڀالي کلڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، "ڪنهن نه چيو، توکي ڪنهن ٻڌايو؟"

مون غصي ۾ ٻرڪندي چيو، "۽ ٽن ماڻهن کي

چوندو وتين ته مان بدچلن آهيان، منهنجو ڪن لوفرن سان رستو آهي."

مون ڏٺو، هو چڙ ڪندي رهيو هو. هن ڪوڙ ڳالهائي ڇڏيو، "ڪنهن چيو، مون ته ڪنهن کي ڪونه چيو."

سندس سمورو ڪوڙ پڌري منهنجو هٿ پاڻمرادو مٿي کڄي ويو ۽ سندس ليکٽاءِ کي پڪڙي کيس ڌونڌاڙيندي چيم، "خبردار جي وري اهڙي ڪوڙ ڳالهايو اٿئي."

بيٺي بيٺي ماڻهن جو ميڙاڪو مڙي ويو هو، جنهنجي مونکي پنهنجي غصي ۾ خبر ڪانه پيئي هئي. هن ميڙ ۾ منهنجي آفيس ۾ ڪي ڪم ڪندڙ به هئا. مون هنکي ڇڏي ڏنو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري منهن لٽڪائيندي اسٽيشن ڏي پڳس.

ٻئي ڏينهن جڏهن مان آفيس وڃڻ لاءِ تياري ڪري رهي هئس جو بابا ڪمري ۾ اچي چيو، "بس، هاڻي آفيس ۾ وڃڻ جو ضرور ڪونهي. گهڻا ڏينهن تن مانيون ڪيءِ."

مون عجب ۾ بابا ڏانهن نهاريو. هو غصي ۾ ڇڻي رهيو هو، "هڪ دفعو اسان کي ڪلڙ هاب ڪيئه نه پيت ڪول پرئه. هاڻي وچ رستي تي ڀي تماشو رچايو اٿيئي. تنهنجو عقل ڪيڏانهن گم ٿي ويو آهي جو زال ذات ٿي ڪري مردن سان ٿي ٻرڇڙين؟ ڪهڙيءَ اُپسوڻ

ڪهڙيءَ ٿو جنم ورتو هو جو اسان کي ٻاهر نڪرڻ جهڙو ڪو نه ڪيو اٿيئي.“

مون چيو، ”پر بابا...“

بابا ڪاوڙ ۾ مونکي ڪپيندي چيو، ”بابا، بابا جي سڪي زبان بند رک. نه ته اها زبان ڪٽائي ڇڏيندوسانءِ.“

مان بت بڻجي ڪيترو وقت بابا ڏانهن نهاريندي رهيس ۽ پوءِ آهستي وڃڻ لاءِ ٻاهر نڪرڻ لڳيس. بابا چيو، ”هاڻي آفيس وڃڻ جو ضرور ڪونهي. استعفا لکي ڏي ته مان ڏيئي ايندس.“

پر مان ڪيس ٻڌو اڻٻڌو ڪري آفيس هلي آيس. سڄو وقت لوڪل ٽرين ۾ اندر ئي اندر لڙڪ پيئندي رهيس. پر منهنجا پير به آفيس ڏانهن گهلبا ٿي رهيا.

سکي، ڪهڙيون آهن هن سماج جون پگل ٽٽل زنجيرون جن ۾ اسانجا مت مانٽ ٻڌا پيا آهن؟ آنو آنو خرچڻ لاءِ بابا به ٻه دفعا سوچيندو آهي ۽ اما جڏهن کان مان سانير ۾ آئي آهيان تڏهن کان چنتا ۾ ئي ڳرندي رهي آهي. ۽ اڄ بابا ڪوڙو شان رکڻ لاءِ مونکي چئي رهيو هو، ”استعفا لکي ڏي ته مان ڏيئي ايندس.“ ۽ مان هر هر روئي پيئي پاڻکان پڇان، ”عورت لاءِ عزت ڀري زندگي ڪهڙي آهي؟“

پيار ۽ مان،
تنهنجي ڀيڻ......

گوبند پنجابي

# مڪائيءَ جو سنگ

سمنڊ جي ڪناري تي بيٺو هوس. ساڄي پاسي ٿورو پرڀرو هڪ ملباري سائيڪل گاڏيءَ تي مڪائيءَ جا سنگ سيڪي رهيو هو. سنگ ڏسي ناني ياد اچي وئي. بلوچستان جي قلات ضلعي جو هڪ ننڍو ڳوٺ- ٻاڪاڻي، جنهن ۾ هئا فقط چار دڪان، تن مان هڪ هو منهنجي ماميءَ مکيچوس جو. مامو مکيچوس هو، ناني درياءَ دل هئي. اونهاري شروع ٿيڻ کان اڳ ئي هوءَ پنهنجي گهر ٻاهران هڪ ٻاري ۾ مڪائي ۽ ٻين ۾ ڀاڄيون ٽماٽا پوکي ڇڏيندي هئي. کيس پڪ هوندي هئي تہ جون- جولاءِ ٽوٽي سندس ٽيءَ ۽ ڏوهٽا اچي مڪائي جا ڪلمڪ پٽا کائيندا. هر اونهاري ۾ اسان ڏي چٺي لکائيندي هئي، "اچو ٿوهانکي مڪائي ٿي ياد ڪري." تازي ڀٽيل مڪائي اڱرن تي سيڪي کائڻ ۾ جو سواد آهي سو بمبئيءَ جي ٻاهران آيل هفتن جي پاروٿي مڪائيءَ ۾ ڪٿي آهي؟ پر منڊ سارو هر ڪنهن شيءِ تي دل ٿئي ٿي.

کيسي ۾ هٿ وڌم، پائي ڪين هئي. مڪائي نہ سهين، مڪائي جي سڳنڌ سنگهندو جيئن ئي گاڏي جي پاسي کان هلڻ لڳس تيئن ئي آواز آيو "او ماسٽر- ماسٽر."

مان حيران ٿي ويس. ڪارو ڪارو بيحد ڪارو ملباري مولڪي چئي رهيو هو، "ماسٽر پتا نهين ڪائيدگا؟"

سوچڻ لڳس، ڪٿي ڏٺو اٿمانس.... ڪٿي؟ ڪٿي؟ پر دماغ جواب ڏيئي ڇڏيو.

"نهين پهچانتا ماسٽر.... هم تمهاري ساٿ مدراس کي گاڙي مين هوتا...."

"اڙي.... تم وهي هو... تمهارا ٽانگ ڪيسا هي؟..."

مون جهڪي هن جي ٽنگ کي هٿ لائي ڏٺو....

مدراس کان گاڏي هلي ان وقت صبح جا اٺ ٿيا هئا. ڪتاب کڻي پڙهڻ ويٺس. سامهون واري سيٽ تان ٽهه ٽهه جا آواز آيا. خبر نه آهي هو ڇو ٿي کليا. زال مڙس هئا. ٻئي جوان. پر ٻنهي ۾ وڏو فرق هو. مڙس ڪارو جهڙو تئو. زال بلڪل اڇي اٽڙ، ڄڻ سفيد ملائيءَ جي ٺهيل هئي. بلڪل سڊول بدن، سندر چهرو، سفيد گلاب جهڙي ڇهري ٿي سيبائتو نڪ ۽ نڪ ۾ چمڪندڙ هيري جڙيل ڦلي، بلڪل نڪ جي ڇهب ٿي. مولڪي مدراسين جي فقط اهائي ڳالهه نه وڻندي آهي. مرد به هر طرح خوبصورت هو. فقط رنگ ڪارو هوس. ڪاري رنگ ۾ هڪ پنهنجي سندرتا هوندي آهي. خبر نه آهي انهن جو پاڻ ۾ سنبنڌ ڪيئن ٿيو هوندو؟

مرد جڏهن کليو ٿي ته سندس کٻي اک بلڪل بوٽجي ٿي ويئي. هن به ٿي گهمرا مون ڏانهن نهاري کليو. مان سندس مطلب سمجهي نه سگهيس. مون هن ڏانهن

سوالي نگاهه اُڇلي پر هو پاڻ ۾ ئي مست هئا. مون وري پڙهڻ لاءِ ڪتاب کنيو. وري هو ٽهه ٽهه ڪري کلڻ لڳا....

مون سوچيو، شايد هو منهنجي ڳنجي ٽيڙ تي کلندا هجن. پر اهو سبب ٿي نٿي سگهيو، جو مرد جو مٿو به گنجو ٿيڻ شروع ٿي ويو هو. ڪجهه به هجي مون کي هنن جا ٽهڪ وڻيا پئي. مونکان رهيو نه ٿيو. ڪائنس سوال ڪيم، "اوهين مدراسي آهيو؟"

"نه اسين مليالي آهيون،" مرد مرڪي جواب ڏنو.

"تڏهن توهان ڪيرل مان پيا اچو."

"ها، اسين ڪننالور کان بمبئي وڃي رهيا آهيون."

"معاف ڪجو، اوهين مون تي ته نه ٿا کلو. ڪا اوڻائي هجيم ته چئي ڏيو."

"نه نه... اهڙي ڳالهه نه آهي. اوهين ڪيڏانهن ٿا وڃو؟"

"مان به بمبئي ٿو وڃان..."

"بمبئي!..." ڇوڪريءَ واتسان رڙ نڪري وئي.

"خبر نه آهي بمبئي ڪيئن هوندي؟ اسين پهريون دفعو ٿا وڃون."

"اوهان اڳي ڪڏهن بمبئي نه ڏٺي آهي؟"

"نه، هميشه به مجبوري ٿا وڃون،" مرد چيو.

""ڇو؟"

"اچي اڇوتا آهيون. هيءَ برهمڻي آهي! مان ڪنهن به ذات جو ناهيان! دنيا کي اهو منظور نه آهي. هاڻي

پنهنجي دنيا جي پهچ کان دور هليا آهيون."

"ڏاڍو چڱو.... ڏاڍو چڱو...."

"اهو ڪيئن؟ ڏاڍو چڱو. توهانکي اها ڳالهه وڻي ٿي؟"

"منهنجو ذات پات ۾ وشواس ڪونهي. منش ذات هڪڙي آهي."

"لنبي مسافريءَ ۾ توهان سان سامان نه اٿرو ڪونهي."

"سامان اٿم، ٻنگ بسترو. مدراس ۾ هر هڪ وڏي شهر ۾ وڃي آرڊر ڪيا اٿم. هينئر واپس وڃندي سڌو پيو وڃان...."

الي زال هلڪي چيخ ڪئي. "اهو.... هو ڏس،" هن منهنجي سيٽ هيٺان اشارو ڪيو.

مون ڏٺو، "ڇا آهي.... اڙي ها...." ٽڙي جو نهاريان ته ڏسان ته منهنجي ٻنگ پٺيان هڪ ڇوڪر سمهيو پيو آهي.

"ٻاهر نڪري اچ،" آئر صاحب رعب سان پڪاريو.

ٽڙ ٽڙ ڪنبندو ڇوڪر ٻاهر نڪري آيو.

"سالا چوريءَ ڪرڻ لاءِ هيٺ سمهيو پيو آهين؟"

"نه.... نه سائين...."

"نه نه ڇا؟... لڏهن هيٺ ڇو پيو آهين؟"

"بنا ٽڪيٽ هوندو...." ڇوڪر اهڙو ڪچي جهڙي پت.

"مان بمبئيءَ وڃڻ ٿو چاهيان... پئسا ڪونه اٿم.... توهان ڀلائي ڪريو نه منهنجي ماءُ، ڀاءُ پيءُ سڀ ٻڏي ويندا."

"سڀ ڪوڙ، سالا رات جو چوري ڪري وڃن ٿا... اڃا ٿو پڪڙيانءِ، گاڏي ڀي نه ٽي ٽيءَ کي ٿو سڏيان."

"نه... نه صاحب ائين نه ڪجو.... مان مري ويندس. منهنجي ماءُ مري ويندي، سڀ مري ويندا. توهان عليالي آهيو. توهان کي خبر آهي ڳوٺن ۾ ڪهڙي حالت آهي، مون وٽ پئسا ڪونهن نه ته مان به پڙهيل آهيان. بنا ٽڪيٽ جيڪر ريل ۾ نه چڙهان ها. مولڪي ڀڳا ٿو." هن جي ڪاري چهري جون به وڏيون اکيون، ڪڏهن آئر ڏانهن ته ڪڏهن سندس زال ڏانهن ۽ ڪڏهن مون ڏانهن التجا ڪري رهيون هيون.

"آئر صاحب هن کي رهڻ ڏيو،" مون عرض ڪيو.

"چوري ڪندو ته تون ذميوار آهين؟"

"مان سڄي رات پهرو ڏيندس."

"اڙي تنهنجو نالو ڇا آهي؟" آئر چوڪر کان سوال ڪيو.

"رامن....سائين."

"چڱو وڃي هيٺ سمهه...چوري لاءِ ڪجانءِ. توکي روٽي اسين ڏينداسين."

صبح ٿيو. گاڏي هلندي رهي. ڪيئي اسٽيشنون ڇڏيندي، گاڏي هلندي رهي. مدراس جي حد پوري ٿي ته آندرا ديس شروع ٿيو، ان وچ ۾ ڪنهن اسٽيشن تي ٽي ٽي چڙهي آيو. ان وقت بنا ٽڪيٽ وارو چوڪر دريءَ کان ٻاهر، ريل هيٺان لنگهندڙ وشال

ڪرشنا نديءَ ڏانهن نهاري رهيو هو. ۽ آخر رڙ ڪئي،
”ٻچ چورا، ٽي ٽي آيو اٿيئي.“

چوڪر ٻنهيان نهاريو. واقعي ٽي ٽي اڳتي وڌندو ٿي آيو. ڦريائين شايد ڪيس خيال آيو، سيٽ هيٺان وڃي سمهي، پر ٻڪ ڪري نہ سگهيو. ننڍو ننڍڙو گاڏيءَ جي وچان ٻئي گاڏي ڏانهن وڃڻ لڳو. جنتا ايڪسپريس ۾ وچ وچ مان ٻئي جڙا هڪ کان ٻئي گاڏي ۾ ويا ٿي ٽپندا. آخر چوڪري کي ٻي واهہ نظر نہ آئي تہ گاڏي جو دروازو کولي ريل جي فٽ بورڊ تان وري واپس اچڻ لڳو. گاڏي بلڪل تيز هلي رهي هئي. هينئر هو ٽي ٽي جي هٿ کان ٻاهر هو. ٽي ٽي چپ ڪري دريءَ ٻاهران نهارڻ لڳو. آخر ويندو ڪيڏانهن؟ اسٽيشن اچي نہ اجهو ٿو پڪڙيانس. ٽي ٽي اسٽيشن جو انتظار ڪرڻ لڳو. پر چوڪري کي ايترو تہ ڊپ لڳو جو اچا بہ سمجهائين ٿئي تہ ٽي ٽي ڪيس آئي ٻـــ اچي پڪڙيندو. گاڏيءَ هيٺان ڪرشنا ندي پار ٿي وئي. گاڏيءَ جي رفتار گهٽي، ڪا اسٽيشن ويجهي هئي. ٽي ٽي بہ سنڀري اٿي رهيو. اجهو ٿي گاڏي بيهي ۽ اجهو ٿو پڪڙيانس. دريءَ کان ســـي ٻاهر ڪڍي بيٺو. آخر ۽ مان پڻ دريءَ کان نهاري رهيا هئاسين. چوڪرو سخت هراسيل حالت ۾ فٽ بورڊ تي پير رکي ٽي ٽيءَ ڏانهن نهاري رهيو هو. جئن ئي گاڏيءَ ڪجهہ رفتار گهٽائي تئن ئي چوڪرو ڏرڪي ڏانهن نهارڻ لڳو. شايد اندازو لڳائڻ لڳو، ڪرندس تہ

ڪيترا ڏک لڳندا.

مون زور سان واڪو ڪيو، "اڙي نہ ڏجانءِ ٽپو..."

آئر بہ رڙ ڪئي. پر ڇوڪر ڪنهن جي بہ نہ ٻڌي. ڏڙام وڃي ڏرڪيءَ تي ڪريو.

آئر ڊوڙي وڃي زنجير ڇڪي. گاڏي بيهي وئي. سوين ماڻهو هيٺ لهي آيا. ڇڱو پڙ ڪيوسين....

ڇوڪر ڏرڪيءَ تي مورڇا ٿيو پيو هو. هن کي ريل ۾ کڻي آياسين. ٽي ٽيءَ جي ڇهري تي ايترو پگهر اچي ويو جو لانون ڪري ٿي وهيو. اهڙو تہ گهٻرائجي ويو جو کيس رومال ڪڍي پگهر اگهڻ ٿي وسري ويو. ٿوري دير کان پوءِ ڇوڪر سجاڳ ٿيو. پر سندس ٽنگ ڀڃي پيئي هئي.

"مولڪي بچايو...." بس ڇوڪر فقط ٻہ اکر ڳالهايا.

"تون هاڻي بچي ويو آهين،" مون چيو.

"ٽي ٽي جو ڪڙو آهي .... هيءَ ٻي اسٽيشن تي .... پوليس وٺي ايندو."

"نہ نہ... مان پوليس ڪونہ وٺي ايندس،" ٽي ٽيءَ ورائيو.

"تنهن تون پوءِ اڃا ڇو بيٺو آهين؟" آئر پڇيو.

ٽي ٽي چپ ڪري هليو ويو. پر ٽي ٽيءَ جي من ۾ پڇتاءُ هو. ڇوڪر جي ٽنگ سڌي ڪري اسان هنن. کيس ڏاڍو سور پئي ٿيو. ڪجهہ وقت کانپوءِ هن کي ننڊ اچي وئي.

"زندگي ڪيتري نه سستي آهي؟ ۽ مسافري ڪيڏي نه مهانگي!" مون چيو.

"زندگي هڪ گسڪي مان پيدا ٿئي ٿي. زندگيءَ جو ڪو ملهه نه آهي."

آءُ سگريٽ دڪانيءَ ڇڪڻ لڳو. "هر زندگيءَ جي راهه ۾ ڪنڊا ئي ڪنڊا آهن."

"اسان کي انهن ڪنڊن کي هٽائڻو آهي." ان حور پريءَ چيو، جا آءُ سان گڏ پنهنجو نئون سنسار وسائڻ هلي هئي.

موٽڪي ويسرن والگر نهاريندو ڏسي ڇوڪر کلي پيو. هن جا سفيد ڏند سندس ڪاريءَ چمڙيءَ تي ائين وچانجي ويا جڻ ڪو مڪانيءَ جو سهڻو سنگ هو.

"وٺ ماستر هيءُ مڪاني ڪاٺ.... ويچار ڇڏي ڏي." مون ڏڪندڙ هٿن سان مڪاني ورتي.... "مون وٽ پئسا نه ڪونهن."

"پرواهه نه آهي."

"تنهنجا ماءُ، ڀاءُ پيءُ ڪٿي آهن؟"

"سڀ زنده آهن. زندگيءَ جي گاڏي هلي پيئي. هر مهني ٽيهه رپيا گهر موڪليندو آهيان."

منهنجي اکين ۾ خوشيءَ جا آنسو چمڪي آيا، هن ڇوڪري جي خود پاوريءَ تي.... خيالن جي پرلتا تي خوشي پئي ٿيم.

مڪانيءَ جي سنگ مان ڇڪ پريم ۽ اهنسا وڌي ويس.

گڏو ساماڻي

# پرايءَ

ٻاڻوءَ ۽ شيل ٻاڌايم لکيو: انهين شهر ۾ بدلي ٿي آهي، اچي گهمي وڃ.

۽ ڪاليج بند ٿيندي ئي مان اسي پهچي ويس. سفر جي ٿڪاوٽ ڪارڻ ان رات ذرا جلدي سمهي پيس. ليڪن اڌ رات ٽپاٽا ڪهڙي آواز مونکي جاڳائي ڇڏيو. هلڪي برسات پئي پيئي. مٿي ڇت تي برسات جون بوندون ٽپ ٽپ ڪري هلڪو شور مچائي رات جي انڌيري ۾ جڻ هڪ اسپاوڪتا پيري رهيون هيون ۽ پوءِ ان بوند بوند جي ٽپ ٽپ جي وچ ۾ ڪڏهن جي سڏڪن جو آواز روڪجي، روڪجي ان ٽپ ٽپ جي وچ ۾ پيل اٽڪي وڇوڙي کي پڙڻ لڳو. رات جي خاموشيءَ ڪانسواءِ اهي ٻئي آواز الڳ ٿي پڌرا ۾ اچڻ سو ممڪن نه آهي.

ٽپ ٽپ .... پوءِ هلڪا هلڪا سڏڪا .... وري ٽپ ٽپ .... وري سڏڪا، ڪجهه روڪيل، ڪجهه اجهيل، جڻ سياري جي سمنڊ ۾ اميدون ننڍيون لهرون جهڪو ڏبيل آواز ڪنديون، روڪجي روڪجي، الجهي الجهي، ڪناري ڏانهن وڌن ...

هن مڪان ۾ لڳو لڳ مڪان جي وچ ۾ هڪ دري هئي. آواز اتان ئي پئي آيو. چپ چاپ اٿي دريءَ وٽ پهتس. لڳم، ڄڻ دريءَ جي بلڪل پرسان ئي، جهڪي آواز ۾ سڏڪا ڀري پيو روئي- ڪا استري...

من جي ڪتوهل کي دٻائي واپس اچي ليٽي پيس. ان رات مان ڇا سمهي سگهيو هوس!

ٻي رات.

شايد ٻه ٿيا هئا. اڃا سمهيو ڪونه هوس. ڪتاب وٺي پڙهيم ... جو دريءَ جي هن طرف کان ٽالڙن جو آواز فضا ۾ گونجي اٿيو- جهيڻو، مڌر. ٽالڙا هڪ سلسلي سان جهڻ جهڻ ڪري وڄڻ لڳا ۽ انهن سان ئي سر ملائي گونجي اٿيو گيتا جو هڪ سلوڪ: يدا يدا هي ڌرمسيہ گلانير ڀولي ....

هيءَ ڳلو!

ڪرشن جي ٻنسريءَ جي سموري مڌرتا ڇا ان ڳلي ۾ ئي ڀرجي ويئي هئي؟ ڪرشن جي ٻنسري ٻڌي جمنا جي ڌارا ۾، موجن ۾ ٻه ڇا اهڙي ئي لئه پئدا ٿي وهندي هئي؟

ڌيري، ڌيمي جهڻ جهڻ جي ان ٽال تي گونجندو رهيو اهو شلوڪ بار بار، ايڪ بار....

رات وارو من ۾ دٻيل ڪتوهل وري چنچل ٿي اٿيو. ليڪن دريءَ وٽ پهچي به دري کولڻ جي اڇا نه ٿي. کولڻ سان هن سنگيت جو سلسلو ٽٽي پوي نه .... نه ...

"ٻڌو نه."

مان آرام ڪرسيءَ تي ليٽيو پيو هوس. هن جي سڏڪن جو آواز ٻڌو هوم، هن جي ڳالهائڻ جو آواز ٻڌو هوم، ليڪن هن جو هيءُ سڏو آواز ڪهڙو هو؟ نهايت شانت، نهايت گنڀير....

ڪنڌ ورائي نهاريم. هوءَ دريءَ وٽ بيٺي هئي ليڪن هن جو منهن نظر نٿي آيو. هن طرف اونداهو هو. نظر پئي آئي صرف هڪ روپ ريکا ...

"چئو."

"پنهنجي نوڪر کي موڪلي ڊاڪٽر سڏائي سگهندا؟"

"ڊاڪٽر؟" پڇي ويٺس جو ڪجهه چنتا ۾ پئجي، "توهين ٺيڪ نه آهيو ڇا؟"

ڪن پل لاءِ جواب نه مليو. پوءِ اڃا به، وڌيڪ شانت آواز ۾ هن چيو، "شيلا ڪسي چئو، هن جي طبعيت ذرا خراب ٿي وئي آهي. مهرباني ڪري جلدي نوڪر موڪلي ڊاڪٽر گهرائي ڏئي."

"ڇا توهان جو پتي...؟"

ڳالهه پوري ٿيڻ کان اڳ ئي هن چيو، "ڏسو، مهرباني ڪري ذرا جلدي...."

ان جي ٻيءَ رات جو مان روز جيان دريءَ جي هن پاسي سمهيو پيو هوس. دريءَ جي هن پاسي کان هوءَ شايد سمهڻ لاءِ اندرين ڪمري مان اچي رهي هئي. هن جي قدمن جو آواز ڌيري ڌيري ويجهو ٿيندو ويو.

سانڍ نئي هٿ ۾ جي هلڪي روشني ۾ ولڙهي ايندي ٿي وئي. همت ۾ شايد لالٽين کڻي پئي آئي.

اوچتو ڄڻ ڪو ٽُنل ٻرڻ وڃي ٿي ٽڪن ڪنگهڻ جو هڪ پيانڪ آواز اندرئين ڪمري مان هڪ ئي وقت ايڪ ٻراڏا ڪري ڦهلجي ويو. قدمن جي آهٽ روڪجي وئي. روشني ٿمجي وئي .... صرف پل ٻه لاءِ. پوءِ روشني ۽ قدمن جو آواز ٽڪرا ٽڪرا دور هليا ويا.

خاموشي ... انڌڪار ....

مان ساهه روڪي ليٽيو پيو هوس. ڪنهن ٻولي ٽيڻ جي شنڪا کان مان اٿيئي جمي ويس.

ڪالهه رات ڊاڪٽر جڏهن واپس ٿي ويو، تڏهن مون هڪڙي پنهنجي گهر جي دروازي وٽ روڪي پڇيو هو، "ڊاڪٽر...."

ڊاڪٽر چيو هو، "..."

شايد اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ هوءِ اچي منهن طرف ليٽي. ٽئي ھن دفعي ھن ڪاله آلدي ھئي.

پڇيم ... چيو، سو ٿو ڄاڻان - "ڊاڪٽر جي ضرورت هجي نه ..."

"نه" هڪڙي هيٺڙو لب اچي وئي آهي. "مهرباني."

"ڊاڪٽر چيو ٿي نه ... ليڪن انهن ٿيو ڪنهن؟"

ڪا مهل ڪوبه جواب ڪونه آيو. لڳم، پنهنجي انسٽ ويدنا کي دٻائي، پنهنجي آواز کي سڀاويڪ بڻائڻ ۾ هڪڙي کجهه وقت لڳي ويو. پوءِ شانت آواز ۾ جواب

آيو، "اَڄ پرنال پيٽ تي ڪارخاني جي گهٽ پوسات ۽ دونهين ۾ ڪم ڪرڻ سان انهن تيڪ چا اڇرج جي ڳالهه آهي؟"

اڇرج جي ڳالهه نه آهي مڃان ٿو. ليڪن اها ڳالهه انهن سپاويڪ سانتيڪي لهولي چوڻ ۾ اڇرج نه آهي، سو ڪيئن مڃان؟

چيم، "ليڪن انهن ڪم نه هلندو. ڊاڪٽر چيو ٿي، ڪيڏانهن ٻاهر وڃي هوا بدلائڻ نهايت ضروري آهي."

جواب ڪونه آيو. من وياڪل ٿي رهيو هو. چيم، "وڃو ڇو نٿا؟"

اوچتو وري اهوئي کنگهڻ جو آواز آيو. ساهه مٿجهڻ ٿي ڪجهه ٿيندو، پوءِ وري اڇا ـــ وڏيڪ زور سان ڦهلجڻ لڳو. مون ليٽڻي ٿي محسوس ڪيو، هوءَ اٿي ڪڙي ڪڙي اندر هلي وئي.

ڪلاڪ کن گذريو هوندو. شايد جهونو اچي ويو هوم. دريءَ وٽان آواز آيو، "ٻڌو ٿا؟"

چڙڪ پري جاڳي آئيس.

"ڊاڪٽر..."

مان اٿي کڙو ٿيس.

ٻيءَ کن ۾ ٿي هن چيو، "نهيو، هيٺئر رهڻ ڏيو. شايد هو وري سمهي پيو آهي. اگر وري تڪليف ٿيس نه ڏنو ويندو."

چيم، "ڏسو، پوءِ الله نه ڪرسو. مان پڇڻ مٿن ۾ ڊاڪٽر

کي وٺي ايندس. مونکي ڏري ۾ تڪليف ڪانه ٿيندي."

اوندهه ۾ هنجو منهن ڏسي نٿي سگهيس، ليڪن پوءِ ۾ محسوس ڪيم، هوءَ پنهنجن ڳوڙهن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. ڪارڻ، هن جڏهن ڳالهايو، تڏهن هنجو آواز هميشه جيان شانت نه هو؛ جڻ ڪجهه روڄ پڙجي ويو هو هنجي گلي ۾. چيائين، "رهڻ ڏيو. وات مان خون ايندو ڏسي مان ڊڄي وئي هئس. ليڪن اها ڪا نئين ڳالهه نه آهي. اڄ شايد ٿورو وڌيڪ هو."

مان دريءَ جي پرسان اچي ويٺس. انڌڪار ۾ اسـ ڏٺم، هنجي اکين ۾ ڳوڙها چمڪي رهيا هئا. چيم، "مان ڌاريو ٿي سهين، ليڪن تڪليف ۾ ڪنهن ڌاريءَ کان ۽ سهايتا وٺڻ ۾ سنڪوچ نه ڪريو. سنڪوچ ٿيوَ نه مونکي پنهنجو متر سمجهو. ڊاڪٽر کي سڏي اچان نه؟" اُڌهن هوءَ ٽٽي پيئي. جهرجهر ڪندا آنسو هنجي اکين مان وهي هليا. رات جي ان خاموشيءَ کي هنجا وهندا پريل سڏڪا پنهنجي وياڪل آواز سان ٽوڙڻ لڳا، جڻ سيلاب اچي ويو، جلمٽي ٽي وئي. انهيءَ روڏن وچـ‍ـ ۾ اٽڪي اٽڪي، اٽڪي کهڙي ٽٽل آواز ۾ هوءَ چئي اٿي، "توهين ننڍا ڄاڻو. توهين هوا بدلائڻ جي ڳالهه ڪري رهيا هئا، ليڪن مان ڊاڪٽر جي في ڀري سگهڻ لاءِ بـ سمرٿ نه آهيان."

پوءِ جڻ اندر ۾ اُٿندڙ طوفان سبب هوءَ ڀـ‍هي نـ سگهي؛ ڪنڌ ٽي واهي رهي. روڏن جـو آواز آهستي

آهستي جهٽڪو ٿيندو ويو. آخر ۾ صرف ٻه ٽي سڏڪا هوا جي هلڪن جهونڪن جيان منهنجن ڪنن ٽائين پهتا. ان بعد هڪدم گهري خاموشي.

مان دريءَ وٽ ئي بيٺو رهيس، اوائڪ، اشانت!

سوچيان ٿو، سنسار ۾ قدم قدم تي جيڪو دک، جيڪا پيڙا پري پئي آهي، انسان ان کان ايترو اڻڄاڻ ڇو آهي؟ سک جو هڪ ئي پل دک جي سڄي ڄڱ کي ڀلائڻ لاءِ ڪافي ڇو آهي؟ لڳي ٿو، جن دک جي سڄي پرلڇيه پالي آهي، سي ئي شايد سک جو سچو ملهه به جاڻي سگهيا آهن. ڪن- پدگر سک جي ڳالهه نٿو ڪريان- ڳالهه ڪريان ٿو ان سک جي، جو آنند آهي، امر آهي، انمول آهي.

دريءَ جي هن پاسي واري مڪان ۾ عرليوءَ جي جيڪا چاپا پل پل ۾ گهري ٿيندي ٿي وڃي، اکين سان ان سروناسي ليلا کي ڏسندي به جيون لاءِ لسرادر جو ڪوئي جهٽڪو نشان، ڪا هلڪي ريکا به مان ڪڏهن ان گهر ۾ ڏسي نه سگهيو هوس.

ان رات جي ئي ڳالهه آهي. دريءَ جي هن پاسي هوءَ پنهنجي بيحد مڌر گلي سان گيتا جا شلوڪ ڳائي رهي آهي.

مون پڇيو، "ڏريسي گرنٿ توهان شايد تمام گهڻا پڙهيا آهن؟"

هن چيو، "منهنجي ٻڌي ئي ڪيتري آهي جو مان گرنٿ پڙهي سگهان؟" ذرا ترسي وري چيائين، "اچرج

پري ھڏي نہ آھي ھن جي. ڪير وشواس ٿي نہ ڪندو تہ ھڪ وڏو ودوان جنھنکي ڪيترا گرنٿ برزبان ياد آھن سو صرف بک ۽ بيروزگاريءَ سبب لاچار ٿي، ڦقڙ ڪمزور ھوندي بہ ڪارخانن ۾ مزوري ڪندي، ھڪ ڏينھن بنا پوري دوا درمل جي..."

ھن ڳالھہ پوري ڪانہ ڪئي. ضرورت بہ ڪانہ ھئي. پروفيسر آھيان، گھڻيئي ودوان منھنجا متر آھن. ليڪن ڪنھن جو گيان ايترو وشال ھجي، جو گرنٿن جا گرنٿ برزبان ياد رکي، اھڙا ودوان ھن ديس ۾ گھڻا؟ شايد نھايت اچرج لڳم، شايد تمام گھري چوٽ پھتم. چئي نٿو سگھان ڇا ٿيو. ليڪن ساھ جڻ صفا رڪجي ويم.

وري ھتان ھن وري چوڻ شروع ڪيو، "وشواس نٿو اچيو نہ؟ رھڻ ڏيو. وشواس ڪرڻ لاءِ منھنجي بہ اِچا نٿي ٿئي. ڪرڻ سان ان پرليءَ ڏينھن اھو وشواس ٿي منھنجي دک جون سيمائون ٽوڙي ڇڏيندو."

من پڇي آيو ھو. چيم، "ھا، نہ ڪريو وشواس. توھانکي گيتا جا شلوڪ ڳائيندو ٻڌو اٿم. توھين نہ ڄاڻو ٿا تہ ھن جيون ۾ بہ وشواس لاءِ آھي. ھيءُ جيون بہ مٿيا آھي، اسار آھي."

تڏھن اوندہ ۾ بہ ڏٺم تہ ھنجا ٻئي ھٿ دريءَ جي چوکٽ ڏانھن کڄي آيا. ھن جي ڪرائن ۾ پيل شيشي جي چوڙين ھڪ جھنڪار ڪري ان نرجيو اڌڪار کي جڻ سجيت ڪري ڇڏيو. ان جھنڪار سان گڏوگڏ ھن ھڪ

عجيب سوال پڇيو، ”توهان جيون ۾ ڪڏهن هڪ پل لاءِ ٿي اُهو دک جي گهڙي ويدنا محسوس ڪئي آهي، ٻڌايو؟“

دک؟ ويدنا؟

هوءَ چوندي هلي، ”دک جي سڄي پرڪيه جن پاتي آهي، تن جيون جو اهڙو نرادر ڪڏهن ڪونه ڪيو آهي. پنهنجي سک جي ڏينهن ۾ جڏهن جيون کي اَسار نه سمجهيو هوم، تڏهن اڄ دک جي ڪارڻ جيون اَسار سمجهي، مان اُنجو نرادر نه ڪنديس.“

هندا هٿ آهستي آهستي هيٺ ٿي ويا. ٻانهن ٿي مٿي چڙهي آيل چوڙيون ڍري ڍري، هڪ هڪ ٿي، جهن جهن ڪري هيٺ ٿي ويون. منهنجو من ڀرجي آيو هو. ڪجهه به چئي نه سگهيس. من ئي من ۾ هنکي نمسڪار ڪيم. هن ڄاتو يا نه، سو چئي نٿو سگهان، ليڪن هن طرف کان وري ڪوئي آواز نه آيو.

”مترّ“

هن شايد مونکي پڪاريو.

اهو مترتا جو ناتو مون ئي ان ڏينهن هن سان جوڙيو هو. ان ئي ناتي سان مان سندس پتيءَ سان به ملي آيو هوس. هوءَ پاڻ انوقت گهر ۾ ڪانه هئي. سندس پتيءَ وٽان معلوم ٿيو ته صبح جو سوير ئي هوءَ ڪنهنکي ٽيوشن ڏيڻ ويندي آهي. ان بعد سرڪاري اسپتال مان دوا وٺڻ ويندي آهي. موٽي اچي گهر جو ڪم ڪار....

بس، رات جو ئي هن کي ڪجهه وقت ملندو آهي، سو به.... ڪير ڄاڻي، ڪيڏي مهل ڪيتري تڪليف ٿئي شروع ٿئي. ڪڏهن نه رات جو سمهڻ به ممڪن ڪونه بڻبو آهي.

هن جو ڇهن سالن جو هڪ پٽ به هو... ڪمار. ڏوراهين ڪنهن ٻئي وقت رهندو هو. "هن کي ڏسڻ جي ڏاڍي اڇا ٿيندي آهي." هن جي پتيءَ چيو هو، "ليڪن هن تڪليف ڪارڻ هن کي هتي گهرائي نٿو سگهجي. هن بيماريءَ کان دور رکڻ لاءِ ئي ٻئي وقت موڪليو ويو." پر هن جي ڳالهائڻ ۾ ڪا به شڪايت نه هئي. هن جو ڳالهائڻ بلڪل سهج سڀاويڪ هو. ڄڻ پتي پتنيءَ جو گلو هڪ ئي هو- شانت، جهڪو ۽ مڌر.

اچانڪ هن جي سيرانديءَ ڏانهن نظر پوندي ئي مان اول ته پنهنجين اکين تي وشواس ئي نه ڪري سگهيس. اتي رکيو هو شيلفيءَ جو ڪوتا-سنگره. جنهن جي جيون مرتيوءَ جي ڇايا ۾ گذري رهي هئي سو، جيون ۾ جيڪا سندرتا آهي، جيڪو سنگيت آهي، جيڪا مڌرتا آهي، ان کي ڪوتا پڙهي سگهي ٿو؟ اکين سان ڏسندي به وشواس نٿي آيو. تڏهين ئي ياد آئي هئي، هن جي پتيءَ جي چيل ڳالهه. دک جي جن سچي پراپتي پاتي آهي، تن ڪڏهن به جيون جو نرادر نه ڪيو آهي.

تڏهن سوچيو هوم، جنهن ڏينهن اهڙو انسان صرف نرڌن هئڻ سبب ٻيا پوري دوا درمل ملڻ جي اکيون

ٻرليءَ.

پوري چوندو، ڇا تنهن ڏينهن به ٻرليءَ نه ايندي؟

”مٿو“

مان بستري تان اٿي دريءَ وٽ پهتس.

”ڇا ڪري رهيا آهيو؟“

”اٿين ئي ليٽيو پيو هوس.“

”سڀ ٺيڪ آهيو؟“

”نه“

هن هلڪو کلي ڏنو. چيائين، ”هاءِ ڀاڄ! توهان کي سڀ ٺيڪ آهي ۽ مونکي اهڙي سڌ پيئي اچي جو انکي ڦلاڻي لاءِ چانهه پيئڻ جو ويچار ڪري رهي آهيان. توهين چانهه پيئندا؟“

”نه رهڻ ڏيو. اجائي تڪليف نه ڪريو.“

”پوءِ، تڪليف نه ٿي ته پيئندا! پر هي ته روز جي ڳالهه آهي. هي ڏسو سڄو ٿرماس ڀري رکندي آهيان.“ چئي هن هڪ پيالو ڀري ڏنو.

چانهه جو ڍڪ پيئندي مان دنگ رهجي ويس. هن ناريءَ جي هر ڳالهه، هر ڪم ۾، ڇا پورڻتا ڀريل آهي؟

کلي چيم، ”شيلا ڀاڀيءَ ڪي توهين هڪوار اچي چانهه ڪاڙهڻ نه سيکاري وڃو. سچ، زندگيءَ ۾ اهڙي چانهه نه پيتي اٿم.“

هن وري به کلي چيو، ”چانهه جي هڪ پيالي پيئڻ سان ئي ايتري ساراهه! مونکي سڪول جي زماني ۾ رڌڻ پچائڻ جي ڇنا ٻيٽيءَ ۾ جيڪي سرٽيفڪيٽ ۽ انعام مليا

سي نه توهان اچا ڏنائي ڪونه آهن. اهي ڏسو نه..."

اچانڪ هن جو گلو ٻرجي آيو. ڳالهه پوري ڪرڻ کانسواءِ ئي چيائين، "خير... رهڻ ڏيو اهي ڳالهيون."

ذرا عجب لڳم. پڇيم، "چو، ڇا ٿيو؟"

"ان رڌڻ پچائڻ ٻنهي منهنجي سک جو ڪيڏو احساس لکل آهي، سو توهين نٿا ڄاڻو." هن جو آواز وري سپاٽ سطح تي لهي آيو هو.

مون چيو، "توهان مونکي مٿر چٽي پڪاريو آهي، سڀيئي سان چاهه ڀيڻاري آهي، ڇا پنهنجي سک جو احساس به ٻڌائي نٿا سگهو؟"

تڏهن ئي هن ان احساس کي ڇيڙيو هو. چيائين، "ان ڪاڏي جي سهاري ئي اسان جو سمبنڌ جڙيو هو. شروعات ٿي هئي هڪ ايڪسڪرشن تي. اسين ڪيترا ئي مترَ ۽ سهيليون ڪنهن ايڪسڪرشن تي ويا هئاسين. هرڪو پنهنجي پنهنجي ماني ڪٽي آيو هو. هيءَ ڪنهن ولسنيءَ ۾ ڪائيندو هو، الڪري اترو سويل هن جي ماني جو بندوبست ٿي نه سگهيو هو. اسين سڀ سمنڊ ۾ سنان ڪرڻ هليا وياسين. هو ڪونه هليو، سامان جي سنڀال ڪرڻ ويهي رهيو. سنان ڪري موٽياسين تڏهن هن ٻڌايان ئي چيو، "ڪرشن، تون سچ پچ ڀاڳوان آهين. ڀاڄي اترو سنو رڌي سگهي ٿي، مونکي اهو معلوم ڪونه هو."

ڪرشن شايد هن جي ڳالهه نه سمجهي. چيائين، "ڀاڄي

اچانڪ اهي ڪامپليمينٽس (COMPLIMENTS) ڇالاءِ؟"

ليڪن هو پنهنجيءَ ئي ڌن ۾ چوندو رهيو، "تون موڪلي شادي ڪرڻ لاءِ چوندو آهين نه؟ مان تيار آهيان، اگر موڪلي ته اهڙي ڇوڪري ملي وڃي جيڪا منهنجي ڀڄيءَ جهڙو رڌي سگهي."

ڪرشن اچانڪ ڳالهه سمجهي رڙ ڪري چيو، "ستياناس! ڇا تو منهنجو سڄو ٽفن باڪس چٽي ڇڏيو؟

سيٺي کان کل نڪري ويئي. تڏهن مون هٺڪي چيو، "تون صرف ڇوڪريءَ جي سٺي رڌڻ جو گڻ ڏسي شادي ڪري سگهندين؟ روپ رنگ، ڏيتي ليتي وغيره ڪجهه به نه ڏسندين؟"

هن کلي چيو، "ڏس، هيءَ اسانجو پڪايل ديس آهي. هتي رلي، لڪشمي، سرسوتي، سيٺي کي وساري صرف انپورڻا جي ئي پوڄا ڪرڻ گهرجي."

اچانڪ پنيان ڪرشن واڪو ڪري چيو، "لڪ-ڪروڙا هن نه منهنجو ئي ٽفن باڪس چٽي ڇڏيو آهي. ٿئنڪ گڊنيس، مان نه بچي ويس."

ڪرشن ۽ منهنجو ٽفن باڪس بلڪل هڪجهڙا هئا. غلطي شايد انڪري ٿي هئي. ڪرشن وري زور سان چيو، "ڪيئن ڀائي، انپورڻا اگر رليءَ جهڙي سندر به هجي ته ڇا ڪجي؟"

ٻه چار ڄڻا هڪ ئي وقت چئي اٿيا "شادي".

ماڻهوءَ جي ان مٺڙي سمرتيءَ جي ڳالهه چوندي چوندي

ڪروٽا جو گلو سنگيتمين ٽٽجي ويو. "ها، شادي ٿي وئي. مان ماءِ وٽ رهندي هئس. منهنجو پيو ڪير ڪول هو. ماءُ مونکي اڪلائڻ لاءِ تمام آتو هو؛ شادي ٿي وئي. الوقت هيءُ ڪنهن اخبار جو سب ايڊيٽر هو. اهي منهنجي سک جا ڏينهن ڪهڙا هئا؟ هر آرتوار تي مان جڏهن پوريون ترندي هئس تڏهن هو سامهون اچي ويهندو هو. مان چوندي هئس، "اچ شرط رکون."

"ڪهڙي؟"

"جيسين منهنجي پوري ڦٽندي رهي تيسين تون ڏسندو رهه، تسون ڪير ٿو هارائي."

هو کلي چوندو هو، "تون جا پوريون ترين ٿي انهن ۾ اهڙي هوشيار آهين جو تنهنجي هر ڪا پوري ڦٽندي رهندي؟"

"رک شرط."

اچانڪ هوءَ روڪجي وئي.

مون چيس "چوندا هلو ته٠٠٠ ٻڌڻ ۾ ڏاڍو مزو ٿو اچي."

"نه، وڌيڪ ڪجهه ڪونهي."

"جيڪي به آهي، ٻڌاءِ."

"چڱو ٻڌو. اخبار جي مالڪ سان اخبار جي ليٽيءَ لي سهمت نه ٿيڻ سبب هن کي نوڪريءَ کان جواب مليو. ٽيوشن رستي وغيره جو ٿيو لڳل ڪول هو. ڪٿي به نوڪري نه ملي. نوڪريءَ لاءِ پنڪ هن کي پهچايو گهٽ پوسامت ۽ ڌونهين پرئل ڪارخانن ۾. بس، پوءِ جو اتهاس اهوئي آهي."

باهر برسات چالو ٿي ويئي هئي. ڇت تي ٻوندون ڪرڻ جو آواز ٿي رهيو هو. ان شور ۾ هڪڙو آواز لڳاتار جهڪو لڳي رهيو هو. مان دريءَ وٽ ئي بيٺو هوس. هڪوار من ۾ آيم ته تيلي ٻاري ڏسان ته هڪڙي اکين مان ته جهڙ جهڙ برسات وسي رهي آهي يا... ٻنهي الوقت اندرئين ڪمري مان ڪڻگهڻ جو اهو ئي ٽٽل آواز، بادلن جي گجگوڙ سان ٽڪرائجي ڦهلجي ويو. هوءَ مون ڏانهن نهاري انڌڪار ۾ اندر هلي ويئي.

منهنجي من ۾ هاهاڪار مچي ويو. هڪڙي سٺي رڌڻ پچائڻ لاءِ مليل انعام ۽ سرٽيفڪيٽ اڄ به آهن... هيءَ اپورٽا رڳيءَ جهڙي سندر به آهي، هڪڙي هرڪا ٻوڙي ڦنبندي به آهي... ليڪن اڄ هن وٽ ئي رڌڻ لاءِ ٻه رو ڪونهي، کائڻ لاءِ ڪافي ڪونهي.

ته ٻرانيءَ کهڙي ٿيندي آهي؟ ڪروڙا ڇو ڳائيندي آهي گيتا جو اهو شلوڪ: ٻدا ٻدا هي ڌرمسيه گلانير ڀوتي...! ڪوڙ آهي، ڪوڙ آهي....!

مون چيو، ”هڪ ڳالهه پڇان؟“

”پڇو.“

”اُن ڏينهن توهان چيو هو، توهين جيون جو نراڌر ڪڏهن ڪري نه سگهندا. اگر ڪنهن ڏينهن ٻرانيءَ مچي وڃي، ڇا توهين تڏهين به جيون کي نرمول نه سمجهندا؟“

هن پڇيو، ”توهان ٻرانيءَ ڏٺي آهي؟“

”نه، ليڪن ٻڌي اٿم. گهڻو وقت ٿيو نه هردوار ويو

هوس. اُتي ”ماياڪنڊ“ آهي. پڻ، اُتي رشي مارڪنڊيه برليءَ جو درشن ڏٺو هو. توهان ڀاڳوت پڙهيو هوندو؟“

”ها پڙهيو اٿم. ليڪن مارڪنڊيه ڇا صرف جل مٿي تي ڏٺي هئي؟ هن اهو به نه ڏٺو هو ته ان برليءَ جي ڪالبڌ مان اُن تباهيءَ جي ليلا مان هڪ بالڪ بنا ڪنهن ڏپ جي مشڪرائيندو هڪ پن تي ليٽيو ترندو پئي ويو.“

مون چيو، ”ليڪن اهو بالڪ نه خود ڀڳوان هو. اُن کي ڏپ ڇو ٿيندو؟“

هوءَ ڪن پل ساڪت رهي. پوءِ چيائين، ”هڪ ڏينهن مونکي به توهان جيان شنڪا ٿي هئي؛ ان وقت سواميءَ کان پڇيو هوم. هن چيو هو ته ڪجهه ناس نٿو ٿئي، صرف بدلجي ٿو. اها برليءَ نه هئي، پڪ جو بدلجڻ هو. نه ته ڀڳوان ٻيو ڪو روپ نه ڌاري بالڪ جو روپ ڇو ورتو؟ بالڪ پڪ بدلجڻ جو نشان آهي. پرتيڪ آهي، امر، جيون.“

جيون!

۽ اهائي جيون کي نوڙيندڙ ڪنگهه...

هنجي ڳالهه پوري ٿي نه سگهي.

ليڪن چئن رالين کانپوءِ برليءَ جي رات به اچي پهتي.

اڃا صبح ڪونه ٿيو هو. ڪنهن قسم جا آواز ٻڌي مان جاڳي پيس. لڳم، جڻ سيني ۾ ئي اهي آواز ٻڌا هئم.

برسات جي ٽپ ٽپ ... پوءِ سڏڪا...

ڪالڙن جو آواز، سلوڪن جو پاٺ ....

اوچنگارون ....

... دک جي جنهن سڀني پرلين پاتي آهي، سو جيون جو ڪڏهن برابر ڪري نه سگهندو...

انپورنا رليءَ جهڙي سندر به هجي نه ...

رک شرط منهنجي هرڪا پوري ڪندلدي...

مگر، جيون ...

آواز ٻڌڻ جهڪا، پوءِ زور سان، وڌيڪ زور سان، اڃا به زور سان ...

جاڳي ڏٺم ٻاهر سخت برسات پئجي رهي هئي، جڻ جلمئي ٿي رهي هئي. پوءِ ٻڌم، گيتا جا سلوڪ دريءَ جي هن طرف کان گونجندا، برسات جي شور ۾ غائب ٿي رهيا هئا.... ٻه چار پل مس گذريا، پوءِ جڻ سرشٽيءَ جي سڀني آوازن کي جهڪو ڪري، هڪ الست وڌندا پرلو رودن سڄي سرشٽيءَ ۾ ڦهلجي ويو.

آهستي اٿنل آنسون پنهنجي اروڪ ڌارا سان منهنجي هردي ۾ سيلاب آڻڻ لڳا.

پرليءَ ... جل مئي ...

هاءِ هيءَ رودن ڪهڙو هو! مرليو لاد کان به وڌيڪ دکمي. اهي جڻ پنهنجي هڪ الڳ ڀاشا هئي. جنهن سيلاب ايندو ڏٺو آهي، اهو ئي ڄاڻي ٿو ته اهو سيلاب جڏهن پنهنجي لک ۾ وڻ ٽڻ، گهر ماڻهو، جانور سڀ وهائيندو ويندو آهي تڏهن جيڪو هاهاڪار مچندو آهي، ڪجهه اهڙي ئي هئي ان رودن جي ڀاشا.

جلمئي ... پرليءَ

مان مارڪنڊيه نه آهيان، ليڪن، هن ۾ ڇا اهڙو نئي درشيه ڏٺو هوندو؟

وشواس نٿو ٿئي.

جلمٿي ... ٻرليءَ...

مارڪنڊيه اهو ڪونه ڏٺو هو ته هڪ وڏي ودوان ٻيا ٻوري علاج جي، چپ چاپ اکيون ڪيئن ٻوري ڇڏيون ...

مارڪنڊيه اهو ڪونه ڏٺو هو ته اپورٽا جو هڪ ٻوڄاري، ڪيئن اپورٽا کي پاڻي ۾ ٻک وگهي شانت ٿي ويو ...

مارڪنڊيه اهو ڪونه ڏٺو هو ته گهڻت ٻوسامت ۽ دولهين سان ٻريل ڪارخانا ڪيئن ٿيندا آهن ۽ انهن ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ... ٻسيدو پاڻيءَ جيان وهائيندڙ، تازي ۽ صاف هوا خاطر ڪيئن اسمرڻ آهن ...

مارڪنڊيه ...

جلمٿي ... ٻرليءَ ....

تڏهن مون ان جلمٿيءَ ۾ ڏٺو ڪروٽا جو لڳڙو ڪمار... چپ چاپ مشڪرائيندو، لڙيه ترلدو ٿي ويو...

۽ ڪروٽا چيو هو: ٻالڪ ٻگ جي ٻدلجڻ جي نشاني آهي، ٻرتيڪ آهي.

هن چيو هو: ٻرليءَ ڪال ٿيندي آهي، صرف ٻگ ٻدلجندو آهي.

ڪروٽا ڳائيندي آهي.

يدا يدا هي ڌرمسيه گلانير ڀوتي ڀارت
اڀيتٿانم ڌرمسيه، تدا آتمانم سرجاميهم
پرتراڻاي چ سادونام وناشاي چ دشڪرتام
ڌرم سنستاپنا آرٿاي سمڀوامي يگي يگي.

(او ڀارت، جڏهن جڏهن ڌرم (RIGHTEOUSNESS) جو پتن ٿئي ٿو ۽ اڌرم (UNRIGHTEOUSNESS) ڦهلجي ٿو، تڏهن مان خود (هن سنسار ۾) وياپڪ ٿيان ٿو، پڻيه-آتمائن (THE GOOD) جي رکيا لاءِ، پاپين کي ناس ڪرڻ لاءِ، ڌرم کي استاپن ڪرڻ لاءِ، مان يگ يگ ۾ جنم وٺان ٿو....)

گوبند مالهي

# اها به ڪا آڪاڻي آهي؟

موهن مون کي پنهنجي گهر ملڻ ۽ پاڻ وٽ رات رهڻ جي صلاح ڪئي ۽ مان فورا رضامند ٿي ويس.

ڪو زمانو هو جو اسان ٻنهي جو اُٿڻ، ويهڻ، کائڻ پيئڻ، گهمڻ ڦرڻ، ۽ لکڻ پڙهڻ گڏ ٿيندو هو. هو نه صرف عمر ۾ مون سرکو هو پر منهنجو پاڙيسري پڻ هو. ٻاراڻي کان وٺي ميٽرڪ تائين ساٿ ڏنو هوسين.

ميٽرڪ پاس ڪرڻ بعد مان وڃي، ڪراچيءَ ۾ ڪاليج جي دنيا ۾ داخل ٿيس. هن جو پيءُ مڇيءَ ماڻيءَ وارو ضرور هو پر هن ۾ ڪاليج جي ڳاٽي پگهي خرچ ڀرڻ جي وسعت ڪانه هئي.

موهن ڪجهه وقت بيروزگار رهڻ بعد پي. ڊبليو. ڊي جو ملازم بڻجي ويو. اسان هڪوار هڪ ٻئي کان جدا ٿياسين ته نه ملندڙ الڳ راهن تي وڌندا وياسين. سالن بعد اسان هڪ ٻئي سان گڏ ملياسين ته نه سنڌ ۾، بلڪ احمدآباد جي گانڌي چوڪ ۾. اسانجي ان لمبي وڇوڙي جي عرصي ۾ دنيا لچاٽا ڪيتريون ڪروٽون بدليون هيون. هو ڊپارٽمينٽل امتحان پاس ڪري روڊس ڊويزن جو هيڊ ڪلارڪ بڻجي ويو هو ۽ مان ... مان ساهتيه ۽

سماج شيوا جي چڪر ۾ ڦاسي نه گهر جو رهيو هوس نه گهاٽ جو.

هنجو گهر مٺي اگر ۾ هو. هن بس ۾ منهنجي پرسان ويهندي پڇيو، "تو شادي ڪئي آهي؟"

مون کلي چيو، "مان پاڻ کي زندگيءَ ۾ اڃا ٿانئيڪو نٿو سمجهان. ڪنهن پرائي جاءِ کي روهه ۾ رلائڻ مون کي پسند ڪونهي."

هو وسميءَ ۾ پنهنجي وڏڪ ڪجهه چوي ٿي چوي لنهن اڳ. مون کانئس سوال ڪيو، "تو نه ضرور شادي ڪئي هوندي؟"

هن جي چهري تي عجب جي ڀاوَ جي جڳهه لسي خوشيءَ جي جهلڪ وري آئي. هن ٽڙندي چيو، "مون کي هڪ ڌيءُ به آهي، خود ريکا به پنجن ڇهن سالن جي اچي ٿي آهي."

ڳالهه ختم ڪرڻ بعد به هو مرڪي رهيو هو.

"مان لوڪي شاديءَ لي اچڻ جي ليمڪ ڏيان ها پر الڏيلاڻ جي سمي ۾ اها سمڪ رکڻ ته ڪير ڪٿي آهي، ذرا ڪنن هو." پوءِ هن ڪي قدر گنڀير ٿي چيو، "تون اچين ٿو روئي ها."

مون متعجب ٿي پڇيو، "يعني؟"

"لوڪي اڪڻ ۽ لئون ڪرڻ کان فرصت ڪٿي ٿي رهي؟"

هن کليو ۽ مون مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

اسان هنجي گهر جي وراندي ۾ داخل ٿيڻ لئي هئاسين ته ريکا اچي ٻنهيءَ کي چنبڙي. چيائين، ”دادا، تو پاڪستان مان گانيون آنديون؟“

موهن مونڏانهن منهن وراڻي چيو، ”اسانجي پاڙيسريءَ ڪالهه هڪ گانءِ ورتي آهي. ريکا چوي، مونکي ٻــ گانءِ کپي. مون ٽارڻ لاءِ چيومانس، اسان جـون گايون پاڪستان ۾ آهن. چـوڻ لڳي، پاڪستان مـان گانيون وٺي اچ.“

مونکي کل اچي وئي.

ريکا وري پنهنجو سوال دهرايو، ”تو پاڪستان مان گايون آنديون؟“

پيءُ هيٺ ويهي ڌيءَ جون ٻانهون پنهنجي ڳلي جي چوڌاري ورائيندي چيو، ”سڀاڻي ضرور آڻيندس. اڄ تون پنهنجي چاچي سان مل، نمستي نه ڪرينس، پٽ!“

ريـڪـا پنهنجون نازڪ ٻانهون موهن جـي ڳلي مان آزاد ڪرائي پنهنجا ڪومل هٿ مونڏانهن جوڙي چيو، ”چاچا، نمستي!“

منهنجا هٿ ازخود هنجي هٿن ڏانهن وڌيا مون هن کي گود ۾ کڻي ورتو ۽ ٻاکر ۾ ڀڪوڙيومانس، ”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

هن چيو، ”ريکا.... ممي مونکي ريکا راڻي ڪري سڏ ڪندي آهي.“

مون بي اختيار هنجو ساڄو هٿ پنهنجي ڳلي ٻنيان

ورائي ڇڏيو ۽ ڇڪي چاٻيءَ سان لاٿومانس.

موهن کلي چيو، ”ليکڪ مهاشيہ، شادي بنڌڻ سهڻين، پر ان کي ڀڃڻ ۾ برڪتون آهن.“

مون ۾ هن کي رد ڪري ڏيڻ جو ساهس نه هو. چپ چاپ نهايت نرمائيءَ سان ريکا کي پٽ تان لاهي ڇڏيم. هوءَ ڊوڙندي گهر جي اندرين حصي ۾ گهڙي وئي. مان ٽڪ ٽڪ ان طرف ڏسندو رهيس.

موهن منهنجي من جي اوستا ڀانپي ڳالهه بدلائيندي چيو، ”بابو سائين چوندو هو، جڏهن مکڻ هو تڏهن ڏند ڪونه هئا، جڏهن ڏند آهن تڏهن مکڻ ڪونهي.“

مان اڃا به دروازي ڏانهن ٽڪي رهيو هوس. پر موهن جڏهن مون کي اندر هلڻ لاءِ چيو تڏهن مون خشڪ آواز ۾ وراڻيو، ”مان هت ئي ٿو ويهان.“ ائين چئي مان وراندي ۾ رکيل واڻ جي کٽ ڏانهن وڌيس. مان کٽ تائين پهتس ته هن کان اڳ گونگهٽ سان هڪ ناري فراسي هٿ ۾ جهلي کٽ تائين پهچي وئي.

موهن هن کان فراسي وٺي چيو، ”منهن ڇو ڍڪيو اٿيئي؟ هيءُ منهنجو دوست آهي، پاڻ کان وڏو.“

ناريءَ ڪو جواب نه ڏنو، نه وري گهونگهٽ مٿي ڪيائين. چپ چاپ موهن کي فراسي وڇائڻ ۾ مدد ڪندي رهي. فراسي وڇائجي رهي ته مون ڏانهن گهوري نهاريندڙ ريکا کان وهاڻو وٺي کٽ جي مٿي کان رکيائين ۽ پوءِ... اندر هلي وئي.

رڪا کي ڏسندي ئي مان ٻرڪي ويو هوس ته موهن جي ڙال سڀول ۽ سڻن روشن واري هوندي. ناريءَ جي هٿن ۽ پيرن کي ڏسي سمجهيم ته هوءَ گوري به هئي.

مان ڪمت ئي ويٺس ته موهن ڪپڙا بدلائڻ لاءِ اندر هليو ويو. رڪا آهستي آهستي ٻهندي هٽڪندي مون ڏانهن وڌي آئي. منهنجي پرسان ٻهڃي پڇيائين، "مان پنهنجي گڏي ڏيکاريان ءَ؟"

مون چيو، "ها، ها، ڪٿي اچ."

رڪا جڏهن واپس آئي تڏهن هنجي هٿن ۾ گڏي نه، پر متائيءَ جي پليٽ هئي. پنيان گهونگهٽ سان ماٽس ٽپائي ڪٿي آئي. موهن ٽوال منهنجي طرف وڌايو. مان هٿ منهن ڌوئي وري ڪمت لئي ويٺس ته رڪا پنهنجي گڏي هٿ ۾ جهلي تڏندي لمندي مولوت آئي. مون ڪانئس گڏي وٺي چيو، "ڏاڍي سٺي آهي."

رڪا پڇيو، "مونکان به سٺي آهي؟" مان ڪن پل لاءِ لاجواب ٿي ويس.

مون متائيءَ جي هڪ چڪي هن ڏانهن وڌائي چيو، "تون انکان وڌيڪ سٺي آهين."

رڪا چڪي نه ورتي پنيان سرڪندي وئي.

موهن چيس، "وٺيمس پت، هيءَ تنهنجو چاچو آهي نه؟"

رڪا مونکان چڪي وٺي گڏي مولوت ٿي ڇڏي گهر اندر هلي وئي.

جڏهن هوءَ وري ٻاهر آئي تڏهن پري کان ئي پڇندي

آئي، ”تون مونکي آڪاٽي ٻڌائيندين؟“

مون هنجو هٿ جهلي هنکي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي چيو، ”مونکي آڪاٽي اچي ئي ڪانه.“

”ممي چوي ٿي نه توکي الاهي آڪاٽيون اينديون آهن.“

مون عجب مان پڇيو، ”تنهنجي ممي کي ڪيئن خبر پيئي؟“

جواب موهن ڏنو، ”منهنجي شريمتي ڪتابن پڙهڻ جي شوقين آهي. مون تنهنجون ايتريون ڪهاڻيون ڪونه پڙهيون هونديون جيتريون هن پڙهيون آهن.“ !

مون کلي پڇيو، ”پوءِ به مونکان منهن ٿي پڇڪي؟“

موهن چيو، ”چوي ٿي ٻئي دفعي ضرور کوليندس، ڪانئس سندس ڪهاڻين بابت ڪي سوال به پڇندس.“

منهنجي زبان مان بي اختيار نڪري ويو، ”اڄ ڇو ڪين ٿي پڇي؟“

ريکا منهنجو هٿ پڪڙي پڇيو، ”آڪاٽي ٻڌائيندين؟“

”ضرور.“

”پوءِ ٻڌاءِ نه؟“

”سمهڻ وقت ٻڌائيندوسان.“

”سمهڻ وقت نه ممي مونکي آڪاٽي ٻڌائيندي آهي. تون هينئر ٻڌاءِ.“

”اڄ تون ممي عيوض مونکان آڪاٽي ٻڌ.“

”پوءِ مان توسان سمهان.“

مان ڪڪو وڪو ٿي ويس. موهن چيو، ”هيءَ روز ماءُ کان آڪاڻي ٻڌندي آهي ۽ پوءِ ماءُ جي پرسان ٿي ڍيري ٿي پئجي رهندي آهي.“

مون ڪلي رڪا جي وارن ۾ هٿ ڦيريندي چيو، ”تون مون سان سمهج.“

رڪي رڪي رڪا موکي آڪاڻي ٻڌائڻ جو انجام ياد ڏياريندي رهي.

رڪا جي ماءُ روٽي کائڻ وقت وري مونجهي اڳيان آئي پر هيڪاري وڏيڪ گهڙ لڳهت سان. موکي هنجو گهولگهت ڪٽڪي هڪ طرف رهيو هو ۽ ان پر چپيل هڪ سندر ناري.... ۽.... هڪ شرڏالو پاڻ سان مڪاميل ٿيڻ جي آترو پلا پئي طرف وڌي رهي هئي. پر زبان پر اندري قوت پيدا ڪانه ٿي جو مان هن سان چپ چوري سگهان.

کاڌي کائي رهڻ بعد موهن چيو، ”هت روٽيءَ مٿان پان کائڻ جي عادت نه ضرور پرائي هوندءِ؟“

مون مختصر جواب ڏنو، ”اڃا نه.“

”پاڻکي نه عادت آهي، پان نه کائجي نه کاڌو هضم نه ٿئي.“ ائين چئي هو والدي کان هيٺ لهڻ لڳو.

مون پڇيو، ”ڪيڏانهن؟“

هن اٿر ڏنو، ”هل نه پان ٻه هلي کائون ۽ ٻه چار پير ٻه پرلون.“

رڪا وچي پاسيءَ جي ڏسڻي آگر پڪڙي. چيائين، ”دادا، مان ٻ هلنديس.“

مون ورندي واري ڪٽ ڏانھن وڌندي چيو، ”توھان وڃو، مان وڃڻو آھيان. رات جي ڪاڌي بعد مونکي گھمڻ جي عادت ڪانھي.“

رڪا ٻچي کي ڇڪيندي چيو، ”تو لاءِ پان آڻيون؟“

”ضرور.“ مان ڪٽ تي ويھي رھيس.

ھن جي وڃڻ بعد منھنجي دل شرڌالو ٻانڪ جي جي مکڙي ڏسڻ ۽ ھن سان ٻہ اکر ٻولڻ لاءِ ڪڇي بيٺي. مان ڪٽ تان اٿي گھر جي اندرئين حصي ڏانھن وڌيس. اچانڪ... پٺيان آواز آيو ”منو پان ڪاٿيندين يا سادو؟“

مون ڇرڪي پٺيان ڏٺو، رڪا اڌ واٽ تان ڊوڙندي سھڪندي آئي ھئي.

مون ٿڙڪڻ ۾ جواب ڏنو، ”منو... منو پان آڻجو.“

رڪا ڊوڙندي ھلي وئي. مون منجھان گھر اندر گھڙڻ جي ھمت موڪلائي وئي.

مان ورندي اڳيان سرن جي ٿلھي تي اچ وڃ ڪندو رھيس...

رڪا جي ماءُ ھڪ دفعو وڌيڪ منھنجي سامھون آئي، ھٿ ۾ کير جو گلاس کڻي. ھنجو گھونگھٽ بدستور قائم ھو.

مون ھنجي ھٿن مان کير جو گلاس نہ وٺي چيو، ”مان کير نہ پيئندو آھيان.“

ھوءَ منھن ورائي پويان پير ڪرڻ لڳي.

مون ڪلي چيو، ”پاڻي، اوھانکي منھنجي کھڙي

ڪهاڻي پسند آهي؟

"پاپي" لفظ تي هوءَ ٻهڪي رهي پر وڏيڪ لفظ ٻڌي هوءَ جواب ڏيڻ ڌاران لڪڙي لڪڙي اندر هلي وئي.

سمهڻ جو وقت ٿيو ته رکا منهنجي هنڌ تي هلي آئي. مان اڄ پاسيرو ليٽيو پيو هوس. منهنجي چيلهه تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، "چاچا، آکاڻي ٻڌاءِ."

"پوءِ تون مون سان سمهندين؟"

"ها. مان ممي کان پڇي آئي آهيان."

مان سڌو ٿي ليٽيس ته هوءَ ٿولهيون منهنجي ڇاتيءَ تي رکي منهن پنهنجن هٿن ۾ رکي منهنجو چهرو تڪڻ لڳي.

مون چيو، "هڪ هو راجا ..."

"پوءِ؟"

"ڪاٺيندو هو ڪاڄا، وڃي ويٺو اڪ تي..."

هن اڌ ۾ ڪٽي چيو، "اوهون. اها آکاڻي مون گهڻا ڀيرا ٻڌي آهي."

مون ٿورو سوچ ويچار ڪري چيو، "هڪڙو هو راجا، هن کي اولاد ٿيندو ئي ڪونه هو."

"اها آکاڻي ممي مونکي ٻڌائي آهي."

مان وري سوچ ويچار ۾ پئجي ويس. هن مونکي ڌونڌاڙي چيو، "چاچا، آکاڻي ٻڌاءِ نه؟"

مون ڳلو صاف ڪندي چيو: "هڪ هو راجا، هن کي ست ڌيئر هونديون هيون."

هن خفي ٿي چيو، ”اها آکاڻي به ٻڌل آئم.“

مون هار مڃيندي چيو، ”مونکي ٻي ڪا آکاڻي ڪانه ايندي آهي.“

”ممي ٿي چوي، تون آکاڻي ٺاهيندو آهين.“

”مونکي راجائن جون آکاڻيون ڪونه اينديون آهن.“

يڪايڪ هن چيو، ”مان آکاڻي ٻڌايانءِ؟“

”ٻڌاءِ.“

”اها آکاڻي اڄ ممي مونکي ٻڌائي آهي.“

”ٻڌاءِ نه، ڀلا.“

”پاڪستان ۾ هڪ ڳوٺ ۾ هڪ ڇوڪري رهندي هئي. چاچا، پاڪستان پري پري آهي نه؟“

”ها. تون آکاڻي ٻڌاءِ.“

”اتي هڪ ڇوڪرو آيو، هن جا ان ڳوٺ ۾ ناناڻا هئا.“ ٿوري دير ترسي هن وري چيو، ”هو ٻئي راند ڪندا هئا... اڏڻ ڏاڏڻ راند ڪندا هئا. اڏڻ ڏاڏڻ راند ڇا ٿيندي آهي؟“

”تو پنهنجي ممي ءَ کان ڪونه پڇيو؟“

”هن چيو چاچهن کان پڇج.“

”جيئن تون گڏين راند ڪندي آهين نه، تئين اڳ ڳوٺن ۾ ڇوڪرا ڇوڪرين گڏا گڏيون ٺپا هئا.“

”ڇوڪرا ڇوڪرين گڏا گڏيون ٺپا هئا! پوءِ ڇا ٿيندو هو؟“

”تون پنهنجي آکاڻي ٻڌاءِ.“

هن ڪن پل ترسي چيو، ”ڇوڪرو ڇوڪريءَ جو گهوٽ بڻبو هو. ڇوڪري ڇوڪريءَ کي چيو وڏي هوندي مان توسان شادي ڪندس. شادي ڇا ٿيندي آهي چاچا؟“

”پنهنجي ممي کان پڇي اچ.“

”ممي نٿي ٻڌائي.“

”تون اول آکاڻي ٻڌاءِ ته پوءِ ٻڌائيندو سانءِ.“

”ڇوڪرو جڏهن اتي ايندو هو تڏهن ڇوڪريءَ کي ائين چوندو هو.“

موهن کان بي اختيار نڪري ويو، ”پوءِ ڇا ٿيو؟“

”هو ڪاليج ۾ ويو. ڪاليج ڇا ٿيندو آهي؟“

مون اتاولو ٿي پڇيو، ”تون آکاڻي ٻڌاءِ.“

”ڇوڪري ڇوڪريءَ کي وساري ڇڏيو.“

”پوءِ؟“

”ڇوڪري آس لڳائي ويٺي. آس ڇا ٿيندو آهي؟“

منهنجي منهن تي ٻيهر وري آيو. مون ٻيهر اکيندي چيو، ”پوءِ ليڪن ڇا ٿيو؟“

هن پانءِ ته حافظي تي زور ڏيندي چيو، ”ڇوڪرو وري نه آيو؛ ڇوڪري مائٽن ٻئي هنڌ پرڻائي ڇڏي.“

مان سراپجي ويس. منهنجي زبان مان ڪجهه نه نڪتو.

هن شرارتي لهجي ۾ چيو، ”آکاڻي ختم ٿي. هاڻي آنو ڏي.“

مون کلڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، اها ٻيءَ ڪا آکاڻي آهي؟“

”مون ٻه مهيني کي ائين چيو، مهيني پهريون دفعو آڪاڻي ٻڌائي آهي جڏهن ٻه ڇوڪري ڇوڪريءَ جي شادي نه ٿي. مون مهيني کان پڇيو، ڇوڪري جو ڇا ٿيو؟“

مون گهٽيل آواز ۾ پڇيو، ”ڇا چيائين؟“

”چيائين، ڇوڪرو اڳي گهڻو ڪير پيئندو هو، هاڻ اصل نه پيئندو آهي.“

مان بي اختيار اٿي ويٺس منهنجي حالت ان آدميءَ جهڙي ٿي وئي هئي جنهن کي نانگ ڪکيو هجي؛ زهر هن جي رڳ رڳ ۾ ڦهلجي هجي سيني لڳن کي ڪڙهائي رهيو هجي.

اوڏي مهل موهن ٻاهر نڪتو.

مونکي پريشان ڏسي چيائين، ”رڪا توکي ڪافي هلاڪ ڪيو تو ڏسجي.“

مون رومال سان منهن اگهندي چيو، ”ڳالهڙي ڇونڪ ڏاڍهن بس هلندي هوندي؟“

هن واچ ڏسي چيو، ”ساڍا ڏهه وڄي ويا آهن. ٻند ٿي وئي هوندي. پر ته ڇو؟“

مان ڪمت تان اٿي ڪڙو ٿيس. چيم، ”ٽئڪسي ملندي؟ مونکي ڪنهن سان ضرور گڏجڻو آهي.“

موهن گنڀير ٿي چيو، ”تون هت رات رهڻ جو انجام ڪري آيو آهين.“

”صبوح جو هو پڙودي هليو ويندو.“ مان ڪمت تان اٿي ڪڙو ٿيس.

ريکا روئڻهارڪي آواز ۾ چيو، ”چاچا، تون وڃين ٿو؟ مون سان ڪونه سمهندين؟“

موهن چيو، ليڪن ٿيڙا ۾ مصيبت آهي.“

مون ريکا کي چيو، تون مون سان هلندينءَ؟“

مون ٻي ڏڪ چيو، ”ممي هلندي ته مان ۾ هلنديس.“

منهنجو منهن خراب ٿي ويو.

موهن چيو ”مان ڪپڙا بدلائي اچان ٿو. سٽيشن روڊ تي شايد ڪا ٽئڪسي ملي وڃي.

موهن اندر هليو ويو.

موهن ريکا کي هنج ۾ کڻي چيو، ”ممي کي ڇڏج ته ڇوڪري ڇوڪري سان شادي ڪري دکي ٿئي ها. هاڻ هوءَ ڪافي سکي آهي.“

ورانڊي جي در جي اوٽ مان زنانو آواز آيو. گويا ڪا پاٽسان ڳالهائيندي چئي رهي هئي، ”استريءَ جي سک جي ڪنجي آپ مردن کان نياري آهي.“

مون وٽ ڪو جواب ڪونه هو.

موهن ڪپڙا بدلائي منهنجي صدري ۾ کڻي آيو.

مان صدري پائيندي ورانڊي کان هيٺ لٿس.

موهن کلندي چيو، ”صبوح جو هن سان گڏجي لـ سگهندين؟“

”نه“ چئي مان اٿي وڌس. موهن پٺيان چوندو آيو، ”ننڍي هوندي واري ضد جي عادت اڃا تو ۾ موجود آهي.

پٺيان ريکا جو آواز آيو، ”چاچا، ٽاٽا! وري ڪڏهن ايندين؟“

مون مڙهي وراڻڻ کانسواءِ هٿ جي اشاري سان هن سان الوداع ڪئي.

لوڪناٿ جيٽلي

# گام جي عزت

انهن ڏينهن جي فضا گمڀير هئي. جت ات ڪل خوشي ۽ رونق هوندي هئي اُت انهن ڏينهن موت واري مردني ڇانيل ٿي ڏٺي. ڳوٺ جا جملي پنچ ۽ وڻجارا ويٺا هئا. پر سڀني جا ڪنڌ هيٺ ۽ شڪل مان پريشاني پئي ٽپڪين.

سامهون گديلي تي طولن کي ٽيڪ ڏئي ٽي اوپرا ويٺا هئا ٻيڊ ٽيا، قد ڏڱڪي، منهن گورا، طولن تي آئين ليٽيا پيا هئا پاڻ ۾ ته پڪون ڪريون آهن. هون ۾ ته ملوڪڙا پئي لڳا پر نظرن ۾ ڪا تقاضا پڙال پئي لڳن. سوالي نگاهن سان پنچن ۽ وڻجارن ڏي گهوري رهيا هئا.

ڪن پل جي چپيءَ کان پوءِ خاموش فضا ۾ ولولو وجهندي هڪ جٽي پٽڪيو، چي، ”مالو ڪون بڌي ڪندي؟ يا روڪڙ ڪيو يا روڪڙا جواب ڏيو. ڏيساور ۾ به مدان ڪٽمت ڪين رکندو!“

هن جي جهٽڪ وڏيڪ مونجهارو پيدا ڪري ڇڏيو.

مايوس چهرن تي مردني ڇانئجي وئي. نگاهون زمين ۾ کپي ويون. فضا پريشان ٿي وئي.

پلاوٽن جي پر ۾ هڪ سڪر مڙس ويٺو هو. سر تي

صفيد پڳڙي، ڳچيءَ ۾ پوچڙ. اڄرو پهراڻ، تهان اڄري ڇڙي، شهپر ملوڪ، پر چهرو جهوريءَ جهڄيل! مڙس ڪنهن اونهيءَ نيءَ ۾ هو. پلاوٽي جي جهٽڪ پڌي هن کان چرڪ نڪري ويو. ڳاٽ اوچو ڪيائين، پهرئين پل منهن ملول، ٻيءَ پل مرڪ مڙي آيس، چهرو چمڪي آئيس. سومان جون ريکائون منهن تي جهلڪڻ لڳس. هن وشواس ڀريءَ لوع ۾ آکيو، "ٿا، پڌي کنڌي کين لکندا. دمڙي چڪتو ٿيندي."

"مالو جهڙي ربيع ۾ ٿي، تهڙي خريف ۾ به ٿيندي!" هن پلاوٽي ڀپ لوڏيندي آکيو. "ڏوڪڙ روڪڙا ڪڍي ڏيري کيو. هاڻ هندي پالدي کين هلندي. سڀان جو سورج اڀري، تهان اڳ ليکو چڪتو ڪرڻو پوندو!"

"انيين ٿي ٿيندو." مکيءَ وراڻيو. "ليکو ڦلا پو. جملي حساب گهڻو آهي؟"

"وٽڪن کان ڪٽي پڇو، سڀهون وينا آهن. هرهڪ کان پڇو ته سندس ڪٽت ڪيتري آهي، پوءِ ڪٽي جملو ڏيو."

سڀني کان پڇيو ويو. ڪنهن ڏاڍهن ست سؤ، ڪنهن ڏاڍهن هزار، ڪنهن ڏاڍهن ٻارهن سؤ لکيا. مڙيئي جملي رپيا ١٥ هزار. "١٥ هزار...!" مکيءَ کان هلڪي چيخ نڪري ويئي. ليڪن ٻيءَ گهڙي پاڻ سنڀالي وراڻائين ۽ چيائين، "پائي پائي وياج سميت ڏيو. انهيءَ ۾ ڪو به مين ميک ڪو نه ٿيندو."

پنڇيچ ۽ واڻيا عجب ۾ ته مکي آخر روڪڙا ١٥ هزار

آڻيندو ڪٿان! هنن ٿي چاهيو ته مکي ڪنهن اوپري اڳيان وڃي هٿ ٽنگي ۽ مهر ڪٽي ۽ اوپرو به ڪو به هوئي ڪير؟ البت آرڙجن وارو سيٺ گنگارام ڪوڏبر هو. هن وقت روڪڙ مٿو، پر وياج ڳاڻي پڳو! ڏهه ڏيندو ته پندرهن جو سون وٺندو. گهر ڳهڻو گروي رکائيندو. پر انهيءَ موذيءَ اڳيان مکي هٿ ٽنگي؟ نه نه، پنچن کي اها صلاح ڪين آئڙي. جو موذي ڪوڏين جا به ڪندا ليکا رکي انهيءَ اڳيان مکي هٿ ٽنگي! هرگز نه.

پنچن پاڻ ۾ سس پس ڪئي ۽ هڪڙو واڻيو اٿي آکيو، ”ضائفن جا ڳهڻا ڏينداسين. ليڪن مکيءَ کي ڪنهن وقت مور وڃڻ نه ڏينداسين.“ هڪ پنچ اٿي چيو، ”سائين اسين گهر وارين جا ڳهڻا ڪٽي ٿا اچون ۽ اچي هلاوڻن آڏو رکون. روڪڙ بدلي سون وٺن.“

مکي ٿهمر سان وراڻيو، ”رام ڀلي ڪندو! الڪو ڪين ڪريو، ٻي ڪنهن کي وڃي ٻڌن سان آرامي ٿيو. سڀاڻي صبح جو سڀني ٻجي پنچائت وري ٿيندي. ڪوڏي ڪوڙي آنءُ چڪائي ڏيندس.“

پنچ ۽ واپاري اٿي ڪڙا ٿيا. ليڪن سڀني پير هلڻ جي ڪين ڪن. هنڪي خبر هئي ته مکي صاحب وٽ ايترا روڪڙا رپيا ڪو نه آهن، پوءِ هو صبح تائين ڪيئن رقم پيدا ڪندو! ڏاڍو ششدر هئا. ايتري ۾ ڀلاوڻا به اٿي هليا. ٿورو اڳيرو وڌيا ته ٻاشومل به هنن جي پٺيان اٿي هليو. ٻاشومل به ڳوٺ جو هڪ پنچ هو. هنڪي

ٻلاوٽن جي پٺيان ويندو ڏسي هڪ پٺاڻ چيو، "هونءَ ٻيءَ ڪٿي جيان پيچ لوڏيندو لوڙ لوڙ ڪندو ٿو وڃي؛ ٻيهودو، اڙو! سمجهي ٿو ته اسين ڪيس سڃاڻون ٿي ڪين ٿا. الو پٽو سڃاڻونس. هليو آهي شهر جي پڳ لاهڻ. ڪٿان سمان نه ڪيونس ته ڏسجو وڃنا."

مکيءَ جي اوطاق خالي ٿي وئي. پٺاڻ ۽ واپاري هڪ هڪ ڪري پنهنجن گهرن ڏانهن راهي ٿيا. مکي هيڪلو رهجي ويو ۽ ڪجهه سوچيندو رهيو.

قمبر گام لاڙڪاڻي ضلعي ۾، لاڙڪاڻي کان پوءِ ٻيو نمبر واپار جي منڊي هو. ويهن پنجويهن ڳوٺن جي پسگردائي هئس. واپار مٿو هلندو هو. صبح جو ڳوٺن کان واڻيا گڏهه ۽ گهوڙا ڏيکانيندا ايندا ۽ گهرڦل وست، اناج وغيره وٺي پنهنجن ڳوٺن ڏانهن اسهندا. شهر ۾ سوين اٺ، جون بيل گاڏيون اينديون. اناج منڊيءَ ۾ خوب چهل پهل متل رهندي. نانوائن جي دڪانن تي وڌٽين جي ٺڪ ٺڪ پيئي پوندي. گهوڙا ڪٿا ڪين پڄندا. ڪن ۾ ڏسون نه ڪوڙيا خالي ٿي ويندن. جهٽ ڏاڙهيون ننگي پيا بازار ۾ گهمندا ۽ سودا پادا وٺندا. هتي هتي جتي ڪٿي، ڏاڙهيون ڏاڙهيون ئي ڏسڻ ۾ اينديون. بس ڏاڙهين جي جڻ جهرمر لڳي ويندي.

قمبر جون بازارون، پلين بلين، ڏسڻ وٽان هيون!

هتان جا واپاري وري مال وٺندا سکر يا شڪارپور مان. واڻڪي وهنوار موجب مال ڪٽ تي وٺندا.

فصل لهڻ کان پوءِ پلاوڻن جي معرفت سيٺين کي رقم پهچائي ڏيندا. ليڪن ڪم نصيبيءَ سان ان سال ربيع جو فصل ڪين ٿيو. انهيءَ ڪري ڏيساور کي روڪڙ پهچائي ڪين سگهيا. پر تنهن هوندي به پيو پيرو ڏيساور کان مال ڪٺي آيا. واڻيا ڪاريهت وارا هئا. پيڙهين کان سيٺين سان ڪندا پائندا هئا. ليڪن لڙت تي قمبر جا پنج اٺ شاهه واپاري اُن جي سٽي ۾ ڳاڻي پڳو گهاٽو پائي ويٺا ۽ ڏيوالپڻيءَ ۾ وڃڻ تي اچي پهتا.

هوڏانهن خريف جي فصل کي به پارو سٽي ويو. واڻيا اچي منجهيا. انهيءَ حالت جو فائدو وٺي باشي مل پلاوڻن ۽ سيٺين کي پڙڪايو ته، "گوٺ قمبر جا واڻيا ڏيوالي ۾ ويا، فصل چٽ ٿي ويو، اوهانجي اوڌر ٻڏي!"

باشومل به هو ته شهر جو رڄ مڙس پر ڪنهن ڳالهه کان مکيءَ سان اڻبڻت ٿي پيئي هئس. ٻاهران ڏيکاري ڪين ڏني هئائين، پر اندر ئي اندر ۾ پئي ڪڙهيو ۽ مکيءَ کي ليکو لاهڻ لاءِ گهاٽ پئي گهڙيائين ۽ هي موقعو وٺي ممڻ مچائي ڏنائين.

مکيءَ رات جو نوين ٻجي پنهنجي گهوڙي سنبرائي. اڳيان پنهنجي مشڪي گهوڙي تي پنهنجي ڪمدار کي ڪي آڻاٽيائين. ڪمدار هوا سان شرطون پچائيندو گهوڙو اڏائيندو هليو. مکي پٺيان گهوڙيءَ تي ڊڙڪيءَ سان پي آيو. مکي نواب غيبي خان ڏانهن اُسهيو هو.

نواب غيبي خان سنڌ جي نڪ نوابن مان هڪ هو. مٿون مال جو ڌڻي. غيبي ڏيري کان وٺي جهل تائين سڄي زمين سندس هئي. زمين جو ڪو ڪاٿو ڪين هو. مڙيئي ملڪ ميلن ۾! زمين جي سالياني اُپت به ڪيترن لکن ۾ هئي!

غيبي ڏيري جو ڳوٺ کير ٿر جبل جي ترائيءَ ۾ هو. ڳوٺ سو ننڍو هو پر ڏسڻ وٽان هو. نواب ڳوٺ جو ڏيل ئي ڦيرائي ڇڏيو هو. ڪٿي جاءِ ته ڳوٺ ۾ ڏسبي ڪين! مڙيئي مڪان پڪ سرا. بازار خاصي. ڪير چوي ته هي ڳوٺ آهي! سهڻو پڪ سرو ننڍو شهر پئي لڳو. نواب ڪروڙن جو خاوند هو، ڪيس خود خبر ڪين ته وٽس ڪيتري ملڪيت ۽ زر زيور آهي. نواب جي زيورن جو حساب ڪندا هئا ته تولن ۾ ڪين پر مڻن ۾. تارازيون ڪٺي توريندا هئا. لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي جي ڪل بئنڪن ۾ نواب جا مٿون پيسا رکيل هئا.

نواب پاڻ ته ڪروڙن جو خاوند پر سندس ڳوٺ جا واڻيا به آسودا. هر هڪ وٽ ڪين هوندي ته اڌ لک جي املاڪ هوندي هئي. ميڻان به مڙيئي خوش. واڻيا آسودا ٿيا نواب مان. نواب جو هڪ اصول هو. هو سودو پادو سمورو هڪ ئي واڻئي کان پورو سال وٺندو هو. بس سال ۾ واڻيو آسودو ٿي ويندو. ٻئي سال وري نواب سودو وٺندو ٻئي واڻئي کان ته اهو واڻيو به تونگر! ائين سال بسال پنهنجي ڳوٺ جي هر هڪ واڻئي کان

واري ڦيري ۾ سوڌو وڌندو ھو. اھڙيءَ ڪري ڳوٺ جا ڪل واڻيا سڙيا ھئا.

نواب جي شان جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي. چيون ٿا تہ جڏھن سر گرھام سنڌ جو گورنر ٿي آيو ھو تہ غيبي خان سان سندس ڪوٺيءَ تي ملڻ ويو ھو. ڳالهه ٿا ڪن تہ نواب ڪوٺي جي در کان وٺي پنھنجي خاص اوطاق، جنھنکي دربار ٿي چئجي، اوستائين رستي تي چانديءَ جا رپيا وڇائي ڇڏيا ھئا. اھي رپيا پوءِ دٻري جي ڪمين ڪاسبين، ڏنارن ميھارن ۽ جتن اوٺين ۾ ورھائي ڇڏيائين! ليڊي گرھام لاءِ ڪراچيءَ مان خاص ھيرن جو جڙاءُ چندن ھار ڏھين ھزارين وارو گھرائي سوغات ڪري ڏنو ھئائين ۽ سر گرھام کي ھڪ ديسي لنمچو جنھنجو سمورو منيو ھيرن سان جڙيل ھو، اھو سوکڙيءَ طور ڏنو ھئائين ۽ موٽ ۾ سر گرھام سندس سموري زمين جي پيل معاف ڪئي ھئي. اھڙو ھو نواب غيبي خان!

سو مکيءَ جو ڪمدار جو پيش قدميءَ ٿي ھو سو رات جو ساڍي ٻارھين بجي، گهوڙو ڀڄائيندو اچي نواب جي ڪوٺي وٽ پهتو. ٻاھر پهرو بيٺل ھو. ڪمدار پهري وارن کي مکيءَ جي اچڻ جي سڌ ستائي. پهري وارا وسورا ٿي ويا تہ مکي صاحب ڪاڻ آڌيءَ رات جو ڪهي آيو آھي، سو جهٽ ڪوٺي اندر خبر ڪيائون.

نواب جو ديوان، جو نواب وٽ آڌي مانجهي وڃي ٿي سگهيو، سو مکيءَ جي اچڻ جو ٻڌي ننڊ ڇڏي اٿيو

۽ نواب جي خاص مڪان ۾ اطلاع ڪيائين. ٻانهين اندر خبر ڏني آخر نواب کي سڏ مليو؛ نواب جو مڪيءَ جو پنڌ ته سبحان الله! جتي نه ليکيس. پيري اگهاڙو، پڳ بغل ۾، لوڙ ڪنڌو ڪوٽ کان ٻاهر آيو. پٺيان ديوان ۽ نواب جي ڪوٽ اندر رهندڙ مڙئي واٽيا وڪال، وڏيرا، ڪمدار ۽ خاصڪيلي. نواب ڏسو ته خوشيءَ ۾ پيو ڪيرو ٿئي. چي، "سبحان الله، ول رب دا فضل ويکو. ٻاون ڳوٺان دا مڪي، پيدل چل آيا سي، ٻلين ٻلين! اڄ ڪٿون مينهن اٿاسي."

نواب وکون کڻندو ڳوٺ جي ٻاهران اچي پهتو ته پريان مڪيءَ جي گهوڙي ۽ دڙڪي سان پئي آئي. نواب اڳيان وڌي مڪيءَ جي آجيان ڪئي. پاڻ گهوڙيءَ جو لغام پڪڙيائين. مڪي هيٺ لٿو ته نواب ذرا اڳيان جهڪي پري پاکر وجهي ڪنڌ ورائي مڪيءَ جي ڏائي ڪلهي تي آندائين ۽ وري ساڄي تي. ائين ڪيئي پيرا ڪنڌ ڦير تي. مڪيءَ به ائين ڪنڌ پئي ڦيرايو.

نواب آکيو، "خدا دي مهر، اڄ ساڏي تقدير کل ڳئي سي! صاحب تسان بندي تي مهر ڪيتيسي! ٻلي آئي جي آئي ساڏا نور نندا!"

مڪي، نواب ۽ ٻيا سڀ ملي اچي ڪوٽ ۾ پهتا خاص اوطاق ۾ اچي ويٺا. خوش خيرعافيت پڇڻ شروع ٿي. مڪي صاحب چيو، "نواب صاحب، خوش آهيو، چاڪ، پڙ ۽ ٻـار ٻچا، مائون، دائون، ڦرنڪر پور پڳـا ...."

نواب جواب ورائيندو ويو، "رب دا فضل، الله در دعا، مالڪ دي مهر. ٻانڍي ٻندي، غلام..."

مکي صاحب ٻيهر آکيو، "خير صلاح، ٺاڙي، جوڙ ٺاري، ٻال ٻچي، مهمان ڳاليان."

"خدا خير ڪري. مکي صاحب! ساڏا نصيب کل ڳياسي جو تسان ٻنب ٻندي تي نوازش ڪيتي سي. هڻ تسين ڪيو لڌي ڪي؟"

مکيءَ وراڻيو، "نه سائين مهل ڪاڻڻ جي نه آهي، مون کي سج اُڀري کان اڳ واپس ورڻو آهي. ڪنهن ضروري ڪاج ٻئي آيو آهيان."

"ڀل آوئين، جي آوئين. حڪم ڪرو مکي صاحب."

مکيءَ نواب کي ٻيرانتي ڳالهه ٻڌائي. بس دير ڪهڙي هئي. نواب ديوان کي حڪم ڪيو. ڏهين جون خورضيئون پرچڻ لڳيون جي گهوڙن تي لڏيون ويون. پر نواب کو مکيءَ کي ڇڏي جا! جي، ٻوٽار! اٻونن ڪيونهن جل جاسين. نه ڪڇ ڪيتاسي، نه ڪڇ پيتاسي!" خير، نواب مکيءَ کي ٺازو ڏذل ڪير چانديءَ جي ڪٽوري ۾ پيارڻو ۽ مکيءَ کان انجام وراڻين ته وري ڪڇ ڏينهن ۾ وٽس اچي داعوت وٺندو.

مکي خير سان اُڻي ٻجي رات جو غيبي ڏيري مان واپس گهوڙيءَ تي ونڊو ۽ ٻيهر ڪي جو اچي اوطاق پيرو ٽيو. ڏهين جون خورضيئون اوطاق جي هڪ ڪنڊ ۾ ٿهو ڪري لهرائي چادرن سان ڍڪائي ڇڏيائين.

ست لڳائي ڪين ته پنهنجي ۽ واٽيا اچي ڪٺا ٿيا ويچارا وڏيرا گم ۾، اُجهاميل وساميل! رات پر ننڊ ڪين آئي هُين. شهر ۽ مڪيءَ جي عزت جو سوال هو. شهر جي هڪ واريءَ مُدي تي سيٺين ڪي رقم نه پهچائي ته شهر جي ڏيساور ۾ ڪاريٽ کجي ويندي. واٽيا ڪنڌو ڪٽي ڪين سگهندا، هنجي پاڙي هلائي ڪين سگهندا. واپار ليست ٿي ويندو، ڏنڊا پلا ٿي ويندا، شهر جي عزت ڏار ويندي ته مالي حالت ڏار بگڙندي. وڏو مسئلو هو!

سڀ پنهنج ۽ واٽيا نام ڏ پائيندا اچي اوطاق تي ڪٺا ٿيا. سڀ وسورا ته آخر ٿيندو ڇا! هنن کي ڪل ته ڪين هُئي ته رات اونداهيءَ ڪاپا ٿي پلٽ ٿي وئي آهي.

خير مڪي آيو، سڀني کلي ڪيڪار ڪيو، پر منهن مرجهايل، مکن تي مرڪ ڪين. مڪيءَ جو چهرو به گنڀير ۽ سانت هو. سومان جون پڪائون منهن لئي جهلڪي رهيون هُيس، ڳالهه اوچو هوس، اکين ۾ سنتوش جي چمڪ هُيس. واٽين جي پيٽ ۾ البت ساهه پيو پر رالون رات لاٽو کٽان آيو هوندو؟ ڏمڙيءَ ڪوڏيءَ ڪين چڪائي سگهبو؟ هو سمجهي نئي سگهيا. دل ۾ ڌڪ هيئي ۾ هيبت هُئن.

خير، سڀ جاءِ بجاءِ ٿي ويٺا. مڪي به پنهنجي مقرر جاءِ تي اچي ويٺو. پلاوٽا طول ٿيڪي ويٺا. اوطاق ۾

چپ چپات لڳي پيئي هئي، ڪک ته ڪرڻو نه آواز ته ٿيو. پنهنج ۾ وڃارا جڻ ساهه گهٽيو وينا هئا. پلوٽا ڍ ڍ تي هٿ ڦيري رهيا هئا. ٻاشيمل جي منهن تي شيطاني جهلڪون پئي بکيون. نظر بچائي پلاوٽن کي اک پئي پڳيئين.

آخر هڪ پلاوٽي وات ڦاڙي آکيو، ته ”مکي صاحب پوءِ ڇا ٿا چئو؟“

”سائين جيڪا آگيا ڪيو.“

”آگيا وري ڪهڙي آ، ڏوڪڙ ڪڍو!“

”بابا ڏوڪڙ جهجها. هن پل حاضر.“

”هن پل حاضر! مکي صاحب مڪر ڇڏي مرادون پوريون ڪين ٿين، اسان کي ڏوڪڙ گهرجن ۽ نه دلاسا.“

مکي اٿيو، اٿي هليو اوطاق جي پٺين ڪنڊ ڏانهن. پلاوٽي مکيءَ کي هٿ کان جهليندي چيو،

”نه نه، مالو اٿين وڃڻ ڪين ڏينداسون، پاڻ ۾ اٿين ڪنڌ ڪڍائي ويندا. اها ڳالهه پٺيءَ ڪين ٿيندي.“

مکيءَ ٿهمر سان وراڻيو، ”ذرا صبر رکو، رپيا کوڙ.“

”صبر ٻير وري ڇاجو، قول کي پاڙي ڏيو!“

مکيءَ وراڻيو، ”ها ضرور، ذرا هٿ ڇڏيو ته توهان کي پيسا ڏيان.“

پلاوٽي هٿ ڇڏيو. مکي اوطاق جي پٺين ڪنڊ ۾ ويو. پلاوٽا ڪنڌ ڦيرائي پٺيان نهارڻ لڳا. پنهنج ۾ واپاري اڪنڌ اٿي ڏسڻ لڳا. سيٺ جو دم جڻ نه نڪرڻ ۾ رکيل

هو. ڪنهن ساهه به ڪين ٿي ڪنيو.

اُتري ۾ مکيءَ ٻنهي ٻانهن سان چادر ڪڍي ۽ هي چا...! سڀن کان ڇرڪ نڪري ويو، اکيون ڦاٽي ويون! نظرن تي اعتبار ڪونه ٿي آين. ٻلاوٽا اکيون مهٽي رهين ڏي پيا ڏسن. رهيا ڏسي پيا اکيون مهٽن. وري ٿي رهين ڏي ڏٺئون، وري ٿي اکيون مهٽيئون.

مکيءَ وراڻيو، ”قلدار حاضر آهن، تڪي ٽوڪي ڪٽو.“ ٻلاوٽن ۽ ٻاشي مل جون واڇون ٻڏال ٿي ويون. ٻنهين جي منهن تي مرڪ ڦري آئي. چپ ٽڙي پين، فخر کان ڳاٽ اوچا ٿي وين. ٻلاوٽا ڪڪا وڪا ٿي ويا. ڪن ۾ قلدار کڙڪڻ لڳا ۽ پورا پرجڻ لڳا.

شهر ۾ ڏسو ته ٿئين جان اچي وئي! سڀن جا چهرا ٽڙي پيا. خوشيون مچي ويون. ڇولڪ لي سيسا ٿاڦل وراهجڻ لڳي. ڳُڙ ميدي، اناج ميدي، ٻاجي مارڪيٽ ۽ ٻجاج بزار ۾ طاهرين جون ديڳيون اٻرڪڻ لڳيون. سڄي ڳوٺ ملي طاهريءَ مان وارا ڪيا، آئي وئي، پنهنجي پرائي، جت جاموت، ويندي شهر جي ڪتن به کاڌو ۽ اوڳاريو. گام جي عزت مراد ٿي وئي. مکيءَ جي پگڙيءَ جي پٽيچ رهجي آئي.

ايڪراج السياڻي

# سونا

منهنجي گهر جي سامهون گدامڙيءَ جو هڪ وڏو وڻ آهي. گدامڙيءَ جي ننڍڙن ننڍڙن پنن ۾ چوماسي جي برسات جا تازگي ۽ نئين زندگي ڀري ڇڏي آهي ان کي ڏسڻ مان من ني نه ڍاپندو آهي. ان وڻ جي پٺ ۾ وري هڪ عجيب سنگم آهي. قدرت جي نظارن جو، قدرت سان انسان جي ڀيٽ ۽ انس فتح جو، غير رواجي سنگم. اهڙيءَ سهڻي وڻ جي پٺيان ڏسڻ ۾ ايندڙن آهن ريل جون ۽ بجليءَ جون تارون، ٽاٽي جي اُسر ۾ اوچا پهاڙ ۽ انهن تي لهرائيندڙ ٻڳها ناريل جا وڻ.

هوءَ ان گدامڙيءَ جي وڻ هيٺان، جنهنجي پن پن مان تازگي، سونهن ۽ نئين زندگي پئي ٽپڪي، ويٺي هئي. هنجي سر ۾ ڪائي چستي نه هئي، هنجي من ۾ ڪوئي اُمنگ نه هو. بي انساهه، اڻ جيو هوءَ ويٺي هئي. جنءَ ڪمند کي پيڙي رس ڪڍبي آهي، تيئن جڻ ڪنهن هن مان جيوت ڪڍي ڇڏي هئي. اڇا پيڙڪو هو. پنهنجي مهل کان اڳ اڇي الي ويهي رهي هئي.

هن پنهنجي ساڙهيءَ جي پلوءَ مان هڪ پن جي بيڙي ۽ ماچيس ڪڍيا، بيڙي دکائي ڇڪڻ لڳي ۽

ٻيڙيءَ جي ڊونهي مان جو ننڍڙو ڪڪر ٿي اُٿيو اُن ۾ هوءَ گهور ڪري نهاري رهي هئي. خبر نه آهي هن جي من جي قرنن ان ڪڪرن جي پردي تي ڪهڙا ڪهڙا جيوت جا چٽ ٿي چٽيا، ڪهڙا ڪهڙا هن سپنا ٿي لڌا، ڪهڙا انسنا ٿي پَسنا! هوءَ بيجان اُٿي ويٺي رهي ۽ ٻيڙيون ساڙيندي رهي. هيٺ ته سج ٻه ڪني ڪئي هئي ۽ ان جا ٻهريان سونهري ڪرڻا هنجي منهن تي پئي پيا. سندس ٻيلي ڇهري تي لالي ڇانئجي وئي. پنهنجيءَ ٻيڙيءَ جو نونو ڦٽي ڪندي هنڪان بي اختيار "اُف" نڪري وئي ۽ هوءَ چئي وئي "نه، هي سڀ سَنو نه ٿيندو. هيءَ بيڪار زندگي آهي."

سولا پنهنجو ٻهارو ۽ ڊٻو سنڀاليو ۽ اُٿي کڙي ٿي. هوءَ اسانجي گهر جي جمعدارڻ هئي. هئي سا ننگياٺي پر ڇـا جمال هوس! سندس هـر ادا ۾ سونهن هئي، سندس هر الڪ ۾ جادو هو. ڪم وقت جڏهن ساڙهي گوڏن کان مٿي چڪي ٻڌي ايندي هئي ۽ چولي ڪشي ٻڌل هوندي هيس تڏهن سندرتا پنهنجي لاءِ لوڻي اکيون پاڻ ٻلي نه سگهنديون هيون. سندس جوڀن ڪپڙن ۾ نه سمائبو هو.

سولا اسانجي ايوان ۾ آئي ۽ اچي چيائين "ٻابو، صفائيءَ لاءِ پاڻي ڏيو" مان ٻاهر نڪتس. هنجو ملول ۽ پيلو چهرو ڏسي سمجهي ويس. هـونءَ جو سندس چپن لـــي هڪ هلڪي مشڪ پيئي لڳندي هئي، سندس

اکين مان چڻڳون ۽ شرارت ڀريئي ٽپندي هئي سا غائب هئي. چپ ٿي سڪي ويا هئس.

”ڇو سونا، اڄ ڇا ٿيو آهي؟“ مون پڇيو.

هن ڪنڌ لوڏيندي چيو، ”ڪجهه نه بابو“ هوءَ ڄڻ ته شوڪارو ڀري رهي هئي.

مون دل ۾ چيو ڪجهه نه ضرور ٿيو آهي. منهنجي نظر سندس ٻنهين ٻانهن تي پيئي.

”اڙي سونا، تنهنجا چانديءَ جا ڪنگڻ ڪٿي؟“ مون پڇيو.

”بابو!“ هن دک ڀريءَ آواز سان ڄڻ ته دانهن ڪئي. هوءَ پاڻ روڪي نه سگهي. سڏڪا ڀري روئڻ ۾ اچي چڪي. هنجي دک سان ڀريل من جا بند ٽٽي پيا.

مون همدرديءَ وچان چيو، ”سونا ڇا آهي؟ ڪهڙي تڪليف اٿيئي؟ ڪجهه ته ٻڌاءِ.“

سونا ڀت کي ٽيڪ ڏيئي زمين تي ويهي رهي هئي ۽ ڦٿڪي هڻندين روئي رهي هئي. مان ڀت اٽڪيو بيٺو رهيس ۽ هوءَ سڏڪا ڀريندي رهي. مون وري سونا کان پڇو ته آخر ڪهڙي ڳالهه هئي جنهن جو کيس ايترو دک هو.

هن ورندي ڏني ”بابو، مون کان وڌيڪ سٺو نٿو ٿئي. پنج سال گهاريا اٿم. سڀڪجهه سٺو اٿم. وڌيڪ مون ۾ سهڻ جي طاقت ڪانهي ۽ سهان به ڇو؟ ڇا ڪاڻ ته هو مرد آهي؟ عورت جي بي عزتيءَ جا ڪا حد ٿيندي

آهي. هن جي ايمان جي ڪا حد آهي. ڇا منهنجي عزت، منهنجو سنمان ني ڪوڙ آهي؟ هنجي ڳالهائڻ ۾ دک هو، دريڪا هئي ۽ بغاوت هئي. هنجي اکين ۾ ڪروڌ جي جوالا، سڀ ڀسم ڪندڙ جوالا هئي ۽ استري جڏهن آنسون ٿي وهائي، جڏهن ڪروڌ ۾ لعل ٿي ٿي وڃي، جڏهن سندس اکين ۾ ڪاوڙ چڻگاريءَ مثل چمڪي ٿي لڏهن هوءَ ڪيتري نه سندر ٿي لڳي! ان وقت سونا جو ڪو روپ هو! سندس لعل مهن، سندس ڦوڪيل ڳل، سندس جذباتي ڳالهائڻ! انين ٻئي لڳو جڻ سڀ جلائي خاڪ ڪري ڇڏيندي.

موهن ڪنوار کي چيو، "چانهه جو ڪوپ ڏينس."

سونا پنهنجو ڪوپ کنيو ۽ چانهه وٺي پيئڻ لڳي. هيٺئر هوءَ ڪجهه سامت ۾ آئي هئي. هوءَ چانهه پي رهي هئي جو وري موهن پڇيو مانس، "سونا، آخر ڪهڙي ڳالهه آهي؟"

"بابو، اکين سان هلي ڏسو نه. راڪاس وانگر پيو آهي. رات کان وٺي اولگهه پيو آهي."

"ڪير راڪاس آهي، ڪير اولگهه پيو آهي؟" هن ورندي ڏني، "منهنجو مرد". هن جي انهن ٻن لفظن ۾ ڪيتري نه ڌڪار سمايل هئي. ڄڻ نه سڄي مرد جاتيءَ لاءِ هن کي نفرت ٿي وئي هئي.

سونا صفائيءَ جو ڪم ختم ڪري وري اچي چيو، "هلي هن کي ڏسندا؟" موهن انڪار نه ڪيو.

ٽاٽي شهر جي اوڀر اولهه ۾ وڏن سرڪاري عملدارن جا ٻارهن بنگلا آهن ۽ انهن بنگلن جي ڇاپا ڀرني آهن، ڪيترن ٻڪارين جا ڇنا ۽ سونا جي جهوپڙي.

رستي هلندي سونا چيو، "بابو، ماڻهن جي اکيلي ڏيءُ آهيان. شاديءَ وقت همن پائي نه ورتي هئي. آنلو نه پازيب، نه ڪنگڻ ۽ هڪ دري ڏاڍي هئاٿون. سڀ هن ڳرڪاڻي ڇڏيا آهن. تني ڏيان نه ماري اڌ مٿو ٽو ڪري، ڪالهه شام جو اچي ورتائين. هيءَ ڏسو ٻانهن ۽ پٺيءَ تي ڏاڍا." هن ٻڌهنجيءَ ساڙهي جي پلؤ سان ٻڌهنجون اکيون اگهيون ۽ ڪنڌ هيٺ ڪندي وري پيرل گلي سان چيو، "پازيب وٺو، دري وٺي، مون نه ڪچيو. ٽوورلي هئس، زبان نه اڪلي. چيم ته مرد سمجهي ويندو. پر ڪنگڻ ڏيڻ کان صاف انڪار ڪيم. گهٽو رلم رڙيم پر مولڪي بيهوش ڪري ڪنگڻ لاهي هليو ويو ۽ اڌ رات جو پاڳلن وانگر جهوليندو آيو. اهڙي مرد سان رهڻ...." هن کان ٿڌو شوڪارو نڪري ويو ۽ هنجو جملو اڌورو رهجي ويو.

اسين هنجي جهوپڙيءَ وٽ اچي پهتاسين. هو هڪ ڇپل ڪت تي سمهيو پيو هو ۽ مٿان پراڻي ميري رلي پئي هئس. رات مان اچا ٻڌبوءِ اچي رهي هئس ۽ بدحواس پيو هو. رکي رکي ڪنجهيو پئي. سونا جي سس جهوپڙيءَ جي هڪ ڪنڊ ۾ رڌڻ پچائڻ جو ڪم ڪري رهي هئي. مولکي ڏسي حيران ٿي وئي. عجب

ماں چيائين، ”بابو، تو هين؟“

سولا ڏاڍهن مٺهن ڪري شوخ آواز ۾ چيائين ”چڙيل! سو هاڻي بابن کي ڏاڍهون ڏيڻ هلي آهين؟ اٿي راهون نه نيڪ ٿي ڪرايان ٿو.“ مون ڏاڍهن مٺهن ڪري هن چيو، ”بابو، هن جي ڳالهين تي نه لڳو. مرد آهي، ڪڏهين جي پيتائين نه اهم ڪوله آهي.“

سولا کان سٺو نه ويو. هن رڙ ڪري چيو، ”مرد ٿيو تڏهن ڪري روز ماريندو، گهر جلائي خاڪ ڪندو؟ ماں انسان نه آهيان؟ مولڪي ماں ڪوله آهي؟“ هوءِ چڙ نه پاڳل ٿي وئي هئي. ڪروڌ ۾ آپي کان ٻاهر هئي. هوءِ چوندي رهي، ”ماں هتڙي گهر کي باه ڏيان.“

سٽس بجا ڏيندي چيس، ”ڪمذات، گهر ڇڏي ويندين ڇا؟ ڪارو مٺهن ڪندين ڇا؟ ٽڳون نه پڇي ڇڏيان ٿو.“ هن مون ڏاڍهن مٺهن ڪري چيو، ”بابو، تو هين هليا وڃو. اسان جي گهرو ڳالهين ۾ نه پئو.“

ماں گهر موٽي آيس. مٺهنجو اهو ڏينهن نهايت خراب گذريو. من تي ڀاري بوجه هو. سولا جي من جي پيڙا ڇا پيڙا نه هئي؟ عورت کي ڇا سؤمان جو حق نه آهي؟ مرد هن کي هن طرح پيڙيندو رهي ۽ هوءِ ”اف“ به نه ڪري!

۽ ان ڏينهن بعد سولا اها سولا نه رهي هئي. هن ۾ نه اها شوخي رهي هئي، نه شرارت، هن ۾ نه چنچلتا رهي

هئي، نه چاهت. بي هوش و حواس هڪ ڪل تي هلندڙ بت مثل پيئي هلندي هئي. اسان وٽ صفائي ڪرڻ ايندي هئي، پر اها اڳين سونا نه رهي هئي.

ٽن ڏينهن بعد هڪڙي صبح جو سونا اسان وٽ ڪانه آئي، سندس سس آئي. هن مونکي ٻڌايو، ”بابو، هوءَ هلي وئي. ڇڏي وئي آهي نه وري ڪانه موٽنديس.“

ڪجهه ڏينهن گذريا، مان ۽ منهنجي گهروارا سنجها جي وقت بزار مان گهمي پئي موٽياسين ته پٺيان ڪنهن سڏ ڪيو، ”بابو“. مان پٺيان نهاريان ته سونا! اهائي اڳين سونا! اهائي اکين ۾ مشڪ، اهوئي ڳالهائڻ ۾ امنگ ۽ اهائي ادا ۽ نزاڪت. پان واري دڪان تان پان وٺي رهي هئي.

”سونا! تون ڪٿان؟“ مون بيهندي هڪدم پڇيو. هوءَ اڳتي وڌي آئي. ”نمستي“ ڪري اسان کي ڪيڪار ڪيائين، ”بابو، مان هاڻي راموءَ وٽ نه رهندي آهيان،“ هن بيڌڙڪ چيو.

”اها ته خبر اٿم، پر ڪٿي آهين، سو ٻڌاءِ،“ هلڪو مشڪندي مون هڪدم پڇيو. هنجي چپن تي نه مرڪ ڊوڙي آئي.

”مونکي ٽاٽي جي وڏي اسپتال ۾ نوڪري ملي آهي. رهندي به اسپتال جي ڀرسان تلاءَ جي ڪنڊيءَ تي آهيان. اتي به اسان جي هڪ بستي آهي-“ هن وراڻيو.

منهنجي ڪنوار جي دل نہ رهي. چيائينس، ”اڪيلي رهندي آهين؟“ هن ڪلي ڏنو. فخر سان چيائين، ”منهنجو ڪمايان ٿي. منهنجي جهوپڙي اٿم. روز روز ٻيمالو نہ ڪولہ ٿو ٽيڙو پوي.“ جذبي وچان ڳالهائيندي، هن جي منهن ۾ لالي اچي وئي هئي.

هن کي پنيان ڇڏي، اسين اڳتي وڌياسين تہ منهنجي ڪنوار چيو، ”ڇوريءَ کي ٻالور نہ آهي.“

مون چيو، ”ٻالور نہ سؤمان!“

موتي پرڪاش

# زيني

أمڙ جي اکين ننڍين وڏن پر نون ڪپڙن جو ڍير پيو هو. ڪي پيتيءَ ۾ بند پئي ڪيائين ته ڪي وري ٻُور اڇڻ تي ٻاهر ڪڍي پاسيرا ڪري ٿي رکيائين. ڪتاب مان منهن ڪڍي مون أمڙ کان سوال ڪيو، "اچا ۽ ته سمهندينءَ ڇا؟ ٻه ٽا ٿين!" أمڙ کي اڄ سوير يا اوير جو الڪو خير ڪو هو. ههڙيءَ رات لاءِ، جڏهن هوءَ منهنجي شاديءَ لاءِ، منهنجي ڪنوار لاءِ ڪپڙا جوڙڻ ۽ ٺاهي رکڻ لڳي، هن شايد ايڪ پاسيون هيون.

پيتيءَ مان هڪ ڪپڙو ٻاهر ڪيڍدي أمڙ آکيو، "اڃهو بند ٿي ڪريان. اڄ ٿي اهو ڪم لاهي ڇڏيان ته سنو ڪين نه!" ۽ ڪپڙو اُنڪي پيو، أمڙ ڇڪيو ته آواز ڪري ڦاٽڻ لڳو. ڏيري ڏيري ڪپڙو ڦاٽڻ کان بچائي أمڙ سڀني ڪپڙن کان الڳ ڪري رکيو ۽ منهنجو ڏيان هڪ جهوپو کاٽي أتي ڪڙو ٿيو.

ٻولي ٻاري پيئي هئي، سڀني ڪپڙن کان الڳ، گهڻو الڳ. ۽... ۽.... پوليءَ کي ڏسي، منهنجي ذهن ۾ جهونيون يادگيريون تازيون ٿي آيون.

.... .... ....

عمر واڌي ۽ اسانجو گهر پٽ پٽ ۾ هو. اسين جيڪي

ڳالهايون، هو سڄڻ ۽ هو جيڪي چون سو اسين ٻڌون. وڏن جو ليڪي جي پٽ مان هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ يا اڙيءَ اوکي سڌ سڙي لاءِ، امڙ مڃي وڃڻ جو کپ ڪٽي، ٻرگهل ڪدي ڇڏيو هو، سو هڪ ٻئي جي گهر جو ذري پرزي سماءُ پيو پوندو هوسين. رنڌڻي مان، ڪاڏي پيٽي جو ٻوجو لاهي امڙ ۽ ماسي جڏهن ٻاهر نڪرنديون هيون، ته سمهڻ کان اڳي اها روز جي ڪرت ٿي وئي ته، ٻرگهل وقت مڃي وڃهي، ٻئي پاسي کان هنجي ماءُ کي ڪوٺي هتان جون ڳالهيون ڪدي وهنديون هيون، جيستائين ڏاڏي سڳوري، ولوءَ مـــاءُ جي گهران ڦوڪ پري، ٻارهين هڪ بجي، دروازو اچي کڙڪائيندي هئي. بعضي ته اهڙيون رس ڀريون ڪٿائون ڪدي وهنديون هيون جو وهانو ڪري اڀندو هو ۽ صبوح جي اُچ وري اڀندي هئي.

هوءَ عمر واڌي جي ڏيءَ هئي ۽ هئي به ڏڪ گهٽ مون سرٽي. لالو زينت هوس پر چوندا سڀ ڪيس زيني ڪري هئا. ٻئي ٻارڙي ڪالوني گڏ پڙهيا سين. سند جي واهڻن ۾، مسلمان وڃارا کي اکڙ ٻيکڙ پڙهڻ جي ٻارن کي مڪتب ڏالهن موڪليندا هئا ۽ سو به ليا ڻين کي کي ون ون وڏيرا مس اسڪول ڇڏيندا هئا. اگر ڇڏيندا به هئن ته ليڪرين کي اسڪول ۾ اُٿڙائڻ لاءِ ۽ وري موڪل ملندي واپس گهر وٺي اچڻ لاءِ ڪو ڪهار ڪرو يا هاري ناري هوندو ٿي هو. جمعو رند وڏيري طالب جي ڇوڪرين

ڪي ڇڏڻ ايندو هو ته مامو موالي وري رئيس خدابخش جي ٻارن جي اوسيڙي ۾ ويٺو هوندو هو. زهني جيڪڏهن ڪنهن وڏ وڏيري جي ڌيءَ هجي ها ته هو ان سندس لاءِ به ڪو بيگاري موجود هجي ها ٻه عمر جي ڌيءَ هٿڻ ڪارڻ، اها ڳالهه ممڪن نه هئي. ماڻس لوران چوندي هئي ته، ”زهني جيڪڏهن اهي چار درجا سنڌي به پڙهي آهي ته اهو به منهنجي ڪري؛ جاڪاڻ ته نون زهنيءَ ڪالسواءِ روسالنگو ڪري، اسڪول وڃڻ ڪان لٽائي وهندو هئين.“

صبح ٿيندو هو، زهني سڀي سهيري اساڻجي گهر ايندي هئي يا مان سڀي سهيري سندس گهر ويندو هوس. ٻئي ڪٺا اسڪول ويندا هئاسين. ٻنهي جا ڪتاب هڪ ئي ٿيلهي ۾ هوندا هئا ۽ ٿيلهي هميشه زهني کڻندي هئي. منهنجي همت ۾ وڌ ۾ وڌ ننڍڙي ٻيٽي هوندي هئي، جنهن ۾ اڇن ۽ ڪارن سليٽي قلمن جا آڱرين جي ڊيگهه جيڏا ٽڪر پيا هوندا هئا، جن سان اسڪول جي وقت ڪان اڳي يا موڪل ڪانپوءِ، مان ۽ زهني گڏجي، ٻين ٻارن سان راند ڪري، ڪڏهين وڏيڪ ٽڪرا همت ڪري ايندا هئاسين ته ڪڏهن مرڳو اهي ٻـ قرآني منهن سڃاڻي، اکين کي مهٽي، اچي گهر ۾ ڪيتو شروع ڪندا هئاسين.

رامو ۽ چٽن واري سان اساڃو ٿيڪو هولـدو هو. رئيس ۾ ٻنهي کي ٻئسي ٻئسي جا چٽا ڏيندو هو ۽

مهني پوري ٿيڻ بعد اوطاق تي اچي، بابي کان پئسي پئسي جو حساب وٺي ويندو هو.

اسڪول جي پٺين پاسي گدامڙيءَ جو شاهي وڻ هوندو هو، جنهن لاءِ ڇوڪرن ۾ هل هو ته منجهس جن رهندا هئا. چوندا هئا ته شنڪر موچيءَ جو پٽ مولو ان ساڳئي وڻ تان، جن جي چماٽ کائي جيئن ڪريو، تيئن وري سنئين لڱين ڪين اٿيو. مولڪي گدامڙيءَ جو شوق ۽ هوڏانهن زنديءَ ڪي وري جنن جو اهڙو هائو وجهيل جو اسڪول جي پٺين پاسي وڃڻ کان به بيٺي ڪيٻائيندي هئي. جيڪڏهن مولڪي اوڏانهن ويندو ڏسندي، ته خميس کان جهلي روڪڻ جي ڪوشش ڪندي. اجا به جيڪڏهن نه مڙيس ته ٻين ڇوڪرن يا ڇوڪرين کان قلمن جي ڏڪرن عيوض، گدامڙي وٺي آڻي ڏيندي. اتفاقا ڪنهن ڏينهن هنن گدامڙي نه ڏني ۽ مان ضد ڪري هليو ويس ته اسڪول جي اوڀر منهنجي ديوار وٽ منهن لڪائي ويٺي روئندي. مان آيس نه مولڪي ڏسي، اکيون اگهندي، پٽ ڏانهن منهن ڪري پٽ کي چوندي، "چويس، هاڻي مان توسان نه ڳالهائيندس."

سائين ٿلسيوٽل ذرا ٻاڏو هو، سو جڏهن زباني حساب ڪرائيندو هو تڏهن اسين سندس تيز نظر جو فائدو وٺي، هڪ ٻئي کي جواب ٻڌائڻ ۾ ڪامياب ويندا هئاسين. هڪ ڏينهن سڄو سوڌو پڪڙي ورتائين ۽

مونکي پر ڪري اهڙي چماٽ وهائين جو ٻنهي آڱريون ڪپي ويون. مان رنس نه نڪي ٻه اڇي سڏڪن ۾ ڀٽڪي. گهر موٽياسين، ته مونکان اچي، بابي جي اوطاق تي حاضر ٿي هئڻ جو فائدو ورتي، ڪاڪي چيتن کي رئندي وڃي ٻڌايائين ته، "اڄ سائينءَ... کي سڄيون ساريون پنج چماٽون هڻي ڪڍيون آهن." بابي کي چوي ها ته هو ڪجهه ڪين ٿئي ها؛ پر ڪاڪي چيتن جي سڃاڻ جي ته ڪل هئيسون. اٺين ڏينهن اسانجو اسڪول ۾ وڃي ويهڻ ۽ ڪاڪي جو هيڊ ماستر وٽ داخل ٿي اچڻ. ٽلسي ماستر کي هيڊ ماستر گهرايو ته زلمي ٻنهي ٽان اٿي ٽاڙيون وڄائي چوڻ لڳي، "اسان سائين ٽلسي کي به مار ڪڍائي."

زلمي پا سڀ ڏينهن اسانجي گهر پيئي ڦرندي هئي پا مان سندس گهر پيو ٽانگ ٽڪر ڀڃندو هوس. مان ڪاڏي ڪيئي ڪندس ته امڙ کي زلميءَ کي سڏڻ جو علاج سجهي ايندو. هوڏانهن زلمي وٽي ته ماڻس ٻرگهل مان مٿن ڪڍي مونکي سڏ ڪندي. ٻنهي هڪ ٻئي جي پيٽ لي ٻڌجي وڃا هئاسين. جي عمر ٻار مان ڪا شيءِ شڪل ڳنهندو ته زلميءَ لاءِ وٺڻ مهل مونکي به نه وساريندو ۽ هوڏانهن بابي به جيڪڏهن مون لاءِ ڪجهه خريدو ته زلميءَ جو حصو به ياد پوندو هوس.

پياري واهه سڏ پٽ لي مس هيوسين. مان ۽ زلمي اڪثر الي امڙ جي پولي ڪٽي مڇيون ڦاسائڻ ويندا

هٿا سين. ٻاٽيءَ ۾ ٿورو اندر وڃي، لڪيون لڪيون مڇيون
ڦاسائي، ڪپڙ لي هڪ ٻاٽيءَ جو ڊٻو ٺاهي ڪڍيون
ڪندا هٿا سين. جيڪڏهن مان گهر ڏانهن ڪو ٻرڻ ڪٽڻ
وٺندو هوس ته مڇيءَ کي ان ۾ بند ڪري گهر کڻي
هلجي، ته موني اچڻ لي سب مڇيون يا ته غائب ٺسندو
هوس يا ٺسندو هوس ته. زندگي الهن کي هڪ هڪ ٻ
ٻ ڪري وٺندي هٿي ٻاٽيءَ ۾ ڦٽيون ڪندي. چماٽ
هڻي پڇندو هوسانس ته ”هي ڇا ٿي ڪرين؟“ ته ٺهڪ
بلند ڪري چوندي، ”وڃارين ڏايو رلو ٿي.“

ڪڏهن ٻڌر ۾ رکيل ناڪيءَ وٽ مولڪي گهـلي،
ناڪو کولي، ٻاڻ ٻــ مون سان ڪٺو وٺي رهندي ته
ڪڏهن ٻ ٻليون وڙهائي، مولڪي سڏ ڪري چوندي،
”اڙي ڏس شينهن وڙهيا آهن.“

هڪ دفعي ناڪيءَ ۾ ٻليءَ جو لڪڙو ٻولڪڙو وجهي
ڇڏيائين ۽ ٻوء جڏهن ڏٺائين ته مٿان ان ٽان ڪٽيپٽ ٿئيس
لڏهن دڪندي، اڃا وني امڙ کي وڃي چيائين ”...
ناڪيءَ ۾ ٻولڪڙو وجهي آيو آهي.“ اما ٻـڌو ته ٻـدا
ڪڏهن ٻچا ڳاڇا جي هڪ ٻ چماٽ چوٽ مـان هڻي
ڪڍيائيم. ۽ هن جي وڃڻ کان ٻوء هوءَ ٻ اچي روئڻ
۾ ڇٽڪي. جڏهن مات ڪهائين لڏهن مون کان اچي
پڇيائين، ”سچ ٻڌاء، چمانيون ڏايئون ته ڪوله لڳه!“

ڏاڏي سرگياٽيءَ سان له اسانجو چوڏهون چندرما
هو. ڪڏهن سندس چلم جو لڙ ڪڻي لڪائي ڇڏيندا

هئاسين ته ڪڏهن ٻاڻيءَ جاءِ جي گاهه واريءَ ڪوٺيءَ ۾ ڦٿو ڪري ايندا هئاسين. ٿڙ ته ڏسي، ڏاڏي وائوڀلا ٿيائي ته زالي واجهو اچي چوندي س، "آئي ها، گاهه واري ڪوٺيءَ ۾ هڪ نئٿ ٻراٻر پيو آهي.... پر آهي پڳل." ٿڙ ڪٽڻ ويندي ته أني پڇي ٻه ٽڪر ڪري واپس اچي ڏاڏيءَ جي هٿ ۾ ڏيئي چوندي، "ڏس ڏاڏي هي ته اهو ڪوهي؟"

مونکي ياد آهي ڏاڏي سرڳياڻيءَ کي چوٽ ڇاٽ جو ڏاڍو وهم وهنل هو؛ زالي جو سڄو ڏينهن اسانجي گهر ۾ ٻيٺي اچ وڃ ڪندي هئي سو ڏاڏي ڪڏهن ڪڏهن ضابطو وڃائي کي جو کي ڇڏي ڪيندي هيس.

هڪ ڏينهن مون مائي وٺي ڪاڏي. زالي ٻه ٻرسان وٺي هئي. پڇيائين: "مان ٻه توسان ڪان؟ فقط هڪ ڳراهي." هن لڪندي لڪائيندي، ڇانورن جي ٻوٽي مان، هڪ ڳراهي ڪڍي واتت ٽائين مس آندي ته ڏاڏيءَ ڏسي ورتس. مٿي ڏاڍو ڏڪ هڻي، ڇڙٻيندي ڇيائينس، "ڇوري، تو ته اسانجي ٻارن جي ٻيڙي ٻوڙي ڇڏي آهي. ڪٿي ٻراهمڻ جي ديهي ۽ ڪٿي توهين ٻيڙ. اُف هتان ته ته..." اهو ٻهراڻون ٿي دمعو هو، جڏهن زالي ڏاڏي جي ڇڙٻ تي ڪل ڪل ڪري ڀڄاءِ، مائٽ ميٺ ۾ ٻه گونگا ڳوڙها ڳاڙيا هئا ۽ انهن ڳوڙهن جي تيز وهڪ ۾ سندس معصوم محبت، سڏڪن کي دٻائيندي، چپ چاپ ۾

گهٻجي گهٻجي، ڪڏهن اونهي اوڙاهه ۾ وڃي ڪري! ڏاڏيءَ جي وڃڻ تي، هن دکائيل آواز ۾ مونکان پڇيو هو: ”ڏاڏي اسانکي گڏ ڪاٺڻ ڪان ڇو ٿي روڪي؟“ ان وقت شايد مون ان ڳالهه جو مطلب نه سمجهي، ڪيس سندس ڳوڙهن جو جواب ڳوڙهن ۾ ئي ڏنو هو. انهن ڏينهن ڪالپوءِ، ڪيترا ڏينهن نه سانده زندگي اسان جي گهر ئي ڪيپائيندي ايندي هئي، ڇاڪاڻ ته ان وقت ڪيس ڏاڏيءَ جو اهو ڏک ياد پوندو هو ۽ سندس اکيون هراس ۽ ڊپ ۾ ٻرجي وينديون هيون.

مونسان ڪٺو ڇوٿون درجو پاس ڪرڻ ڪالپوءِ زندگيءَ کي گهر ۾ ئي وهڻو پيو ۽ ڳوٺ ۾ انگريزي اسڪول نه هئڻ ڪارڻ مونکي ناناڻي پڙهڻ وڃڻو پيو. اسان جي ڳوٺ دڙي ۽ ناناڻي ڳوٺ جاتيءَ ڏينهن ڪ اچبو يا وڃبو هو پر مان وئڪيشن ۾ ڳوٺ ۾ ايندو هوس. اما اڪثر لکندي هئي: زندگي توکي ڏاڍو ياد ڪندي آهي ۽ چوندي آهي ته توکي جلد جلد اچڻ لاءِ لکون. وئڪيشن تي ضرور اچج ۽ ۽ هن جو ر مان انکي ويداسين.

مان ناناڻي بيمار ٿي پيس. مامي بابي کي خط ۾ اهو به ڪو لکي موڪليو هو. جنهن مهل خط پڙهي پڙهيائون تنهن مهل زندگي به ويٺي هئي. منهنجي بيماريءَ جو ٻڌائين ته روئي ڪري رڄ پريائين. بابي لکيو: ته ڏينهن ته ڪاڏائين به ڪونه.

مان سال به سال درجا ٽپيندو ويس. ٽيون انگريزي

پاس ڪري جڏھن ڳوٺ آيس تڏھن ھوءَ مونکي بس اسٽينڊ تي وٺڻ آئي. ڏڪ ھڻندي چيائينم، ”ھاڻي ته سائين ڪاميٽي پاس ڪري آيو آھين.“

ان بعد ٻيءَ وڪيشن ۾ مان ڳوٺ آيس ته مٽي لي ٿوپيلو ھوم. ٿوپيلو مٽي تان لاھي چيائينم، ”لاٽ صاحب، ھي ته فقيرن جو ڪشتو آھي.“ ۽ پوءِ پاڻيءَ جو ھڪ ٻه گلاس ٿوپلي ۾ وجھي چيائين، ”ھا، ضرورت وقت ھن ۾ پاڻي به پي سگھجي ٿو.“

مون جڏيو پاتو ته سڄي گھر ۾ خوش ٿيڻي ھئي. ۽ ڏينھن ته گھر ۾ لاڏا پئي ڳايائين: ”... ڪي ٿي پرڻايان“ ”پنھنجي ونـــي آڻيندو“ ۽ سندس آواز ۾ مينتاج سان ڪٿو، مون لاءِ، منھنجي آئيندھ لاءِ، منھنجي زندگيءَ لاءِ ڪيڏيون نه دعائون ۽ آتڪ اميدون ڀريل ھونديون ھيون!

اسين پاڪستان کان اُھياسين ٿي ته ٿيڻي ڪيڏي نه ڏکي لڳي ٿي آئي! جڏھن اسانجي وچڻ ۾ اڃا چار پنج ڏينھن ڪن ھئا، تڏھن ھن ٿوُر لڳو ٿي، ھڪ ٻوليءَ لي پرت پڙھ ۽ ستارون ٽڙھڻ شروع ڪيون. ڪيس ڏينھن رات، آلساھ ۽ ڏيان وچان ان لي پورھيو ڪندو ڏسي مون پڇيو ھوس، ”ھي ڪنھن لاءِ ٿي ناھين؟“ لڪڙ ۾ جواب ڏنائين، ”پاڻ لاءِ“.

”اڙي ته پنھنجي شـــاديءَ لاءِ وري پاڻ ٿورو ٿي ويھي ڪجھه ناھيو آھي.“

منهنجو اهو چوڻ ۽ هوءَ اوڇنگارون ڏيئي اچي روئڻ ۾ چٽڪي. جنهن ڏينهن نڪتاسين تي تنهن کان هڪ ڏينهن اڳ هن اها ساڳي ٻولي اٿڙ ڪئي ڏيندي چيو، ”هيءَ ٻولي... جي ڪنوار کي ضرور ٻڌائجو ۽ چئجوس ته هڪ ڇريءَ ڪريءَ ٽران غريباڻي سوکڙي ڏني اٿس.“ اهو چوندي به سندس اکين مان آب اوتجي آيو هو ۽ موٽڪي تنهن ڏينهن خبر پيئي ته هن اها ٻولي منهنجي وليءَ لاءِ تيار ڪئي هئي.

... ... ...

۽... امڙ جي ٻاهر ڪڍيل اها ٻولي اڃا هتي پئي آهي، سڀني ڪپڙن کان الڳ، خاموش، اڪيلي ۽ بي سرت. مان محسوس پيو ڪريان ته گويا ان ٻوليءَ تي جڙيل ستارون سڀ آئينا بڻجي چڪيون آهن. هر هڪ ۾ زندگيءَ جو تندلو عڪس آهي. ڪن ۾ هوءَ مشڪي پيئي. ڪن ۾ کلي پيئي. ڪن ۾ اداس آهي. ڪن ۾ اکين اندر اجهل آنسون اٿس. ٻوليءَ ۾ ڪم آندل ڳاڙهن، ساون ۽ ٻين رنگين ڌاڳن جي ٻرت ۾ زندگيءَ جي معصوم محبت سڀجي ۽ پيچجي، خود ڪشي ڪري چڪي آهي. محبت جا جوان ٽيڻ کان اڳ ٻـڌي تي ويئي. محبت، جنهنجي اندر ۾ الاهي شڪوا هئا، شڪايتون هئي ليڪن اهي ظاهر ڪرڻ کان اڳ زبان بنديءَ جي مهر هئي.

مان محسوس پيو ڪريان گويا زندگي سڏڪن کي دٻيندي، روئڻهارڪي آواز ۾ چوي پيئي:

"بس!.... ايتري ۾؟ تون پنهنجي ونيءَ جي وڳن ۾ منهنجي هي غريباڻي سوکڙي ۽ گڏي نٿو سگهين؟ ڇا، هن پوتيءَ ۽ ٻين ڪپڙن جي وچ ۾ به اها ساڳي ديوار آهي، جا پاڻ ۾ اسانکي گڏ ڪائڻ کان پري رکي وٺي هئي ۽ وڌ پڻ ۾ دور رکندي آئي...!"

موهن ڪلپنا

## جهلڪ

سياري جي سرد رات هئي. اسين شهر جي مندر وٽ ٻٻر جي وڻ هيٺان ٿلهي تي ويٺا هئاسين. اسان ٻنهي مان ڪنهن به ڪجهه نه ڳالهايو. هوا ٻٻر جي پنن کي ڇهي رهي هئي. ٻٻر چانڊوڪيءَ کي ڇنڊي رهيو هو ۽ مان سمنڊ جي اکين ۾ نهاري رهيو هوس، جنهن ۾ ستارن جي روشني ٻري پيئي هئي.

يڪايڪ ٻئي اُٿي کڙا ٿياسين.

تڏهن پنهنجو اثر ڄمائڻ شروع ڪيو.

هن منهنجي بلڪل نيڙي قريب اچي، ڪوٽ جي کيسي ۾ هٿ وڌو. هٿ آرپار نڪري آيو. کيسو ڦاٽل هو. سمنڊ کي خبر نه هئي ته اهو ڪوٽ منهنجو نه، بلڪ منهنجي ڏاڏي جو هو، جنهن منهنجي پيءُ کي ڏنو هو ۽ ان ريت اهو مونکي مليو هو.

"هي ڇا؟"

"جهڙي منهنجي زندگي!"

"ڇا ٿو چوين؟"

"هيٺين وچين طبقي جو ماڻهو آهيان نه ...."

هن پنهنجو منهن منهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو.

آهستي چيائين، ”ٻوءِ تون نوڪري ڳولهين ڇو نه ٿو؟“

”نوڪريءَ لاءِ ماريو ماريو ڦٽڪندو نه آهيان.“

”چوندا آهن، جي مرد ماڻهو چاهين ته زمين مان سون به ڪڍي سگهندا آهن.“

”ان لاءِ به اوزارن جي ضرورت ٿيندي آهي سنڌو. بنا اوزارن جي زمين مان سون نه ٿا، پر هڪ پٿر به ڪڍي نه سگهبو آهي.“

”تڏهن ڇا ٿيندو؟“ هن منهنجي منهن ۾ نهاريندي چيو.

”سو نه ٿو چاهيان سنڌو. تون چئين ته ويندس، انجي مونکي خاطري آهي. ليڪن تون ڪهڙي آهين، ڪڏهن به ڪجهه گهريو نه اٿئي. شايد مان اهڙو آهيان، جو توکي ڪجهه ڏيئي نه سگهيو آهيان. چڱو اهو ته ٻڌاءِ سنڌو، توکي ڇا بنگلي ۾ رهڻ؛ ڪار ۾ گهمڻ جو شوق ڪونهي.“

”تو مونکي ڇا سمجهيو آهي؟“ هوءَ ڏور هٽي ويئي.

”سمجهيو ڪونهي، سمجهڻ چاهيان ٿو.“

”ڇا ٿو سمجهڻ چاهين، اهو ته مان ڪيترو ڪري سگهان ٿي.“

”تون مونکي غلط سمجهي رهيو آهين.“

”غلط مان ٿي سمجهان يا تون؟“

”جا ڳالهه فطري آهي، سوچڻ ان ئي گهرجي، ڇا تون اوچي زندگيءَ جي خلاف آهين.“

”هميشه سادو رهجي ۽ اُچو سوچجي.“

”ها.“ مون چيو، ”هميشه اُچو رهجي ۽ گهرو سوچجي.“

”ڇگو، ٻڌاءِ ڇا آڻيندين مون لاءِ؟ توکي چيم: مونکي نوڪري آهي مونکان وٺندو ڪر. تو انڪار ڪيو. گهر مان به ڪجهه نه وٺين. هلين ڪيئن ٿو؟ اڄ جي نوجوان کي کپن ڪيل، اخبارون ۽ سگريٽ. ليڪن تون؟ ڇگو ٻڌاءِ ڇا آڻيندين؟“

مان ٻهرين سوچڻ لڳس ته ڇا آڻيان ۽ پوءِ سوچڻ لڳس ڪتاب آڻيان، ليڪن ٻهي جو جواب پائي نه سگهيس.

هوءِ ڇپن ۾ هڪ گيت گدگدائڻ لڳي.

مون سوچيو ته هن لاءِ هڪ گل آڻيندس. باغ مان پٽي ايندس. ليڪن ان جو ملهه؟ اوه! هوءِ کلندي چوندي: بس! يا شايد روئي پوي. ڪيس منهنجي مجبوريءَ جو احساس ٿيندو. نه، نه ڪيس کلڻ ڏيندس ۽ نه روئڻ. ليڪن مان ڪريان ڇا؟ گهر مان ته ڪجهه به نه وٺندس. اوڌر وٺي سوکڙي ڏيان، اهو نه منهنجي طبعيت ۾ ڪونهي. سڀ ڪتاب به وڪڻي چڪو آهيان. مونکي ٻهنجي پين به ڪالهي، ڪجهه ڪونهي.

منهنجي اکين ۾ هلڪي جلن ٿي. سوچيم: پير جي وڻ مان هڪ ٻن پٽي، ان ۾ ڪيس ٻهنجا ٻه آنسو ڏيان!......

"چپ ٿي وئين."

"سوچيان ويٺو."

"اُوچو يا گهرو؟" هن ڪڇيو.

"ٻئي." هاڻ مون به ڪڇيو.

"ڇا آسمان مان چنڊ لاهي ايندين؟"

"ڌرتي به چنڊ آهي، جيڪڏهن ڪوئي چنڊ مان وڃي ڏسي."

"تڏهن تارا لاهي ايندين؟"

"انهي روشني تنهنجي اکين ۾ اڳ ئي آهي."

"ته پوءِ آئيندين ڇا؟"

"پان وٺي اچان؟"

"پان!" هن زور سان ٽهڪ ڏنو.

"پان جو ذڪر ويدن ۾ به آهي، اپنشدن، پراڻن، رامائڻ، مهاڀارت ۽ ڀاڳوت ۾ به آهي."

"۽ گيتا ۾؟"

"گيتا مهاڀارت جو هڪ حصو آهي ۽ مهاڀارت ۾ پان جو ذڪر آهي."

"شاسترن موجب پان ڪير کائيندو آهي، زالون يا مرد؟"

"شاسترن ۾ صرف پان جي مهما ڏنل آهي، کائيندا صرف ديوتائون آهن، جن جو ذڪر سڀني هندستاني مهاڪاوين ۾ آهي."

"تو ڇا ايترو پڙهيو آهي؟"

"مونکي اهو سڀ هڪ ڀان واري ٻڌايو هو."

هوءَ کلڻ لڳي.

"چڱو آٽج."

... ... ....

مان ٽڪي هٿ ڪرڻ جي فڪر ۾ هوس ۽ لڏيءَ ڀڻڻ جو آواز ٻڌم. هوءَ پاڻيءَ کي ڇڏي رهي هئي ته ڪڇي چانهه ڪانهي، انڪري اڄ چانهه ٺهي نه سگهندي. پاڻيءَ چيو، "ته ٻوءِ راجوءَ کي آنو ڏي ته هوٽل مان وٺي اچي. اسان نه پيتيسين ته وڏي ڳالهه ڪانهي، پر جيڪڏهن چندر نه پيئندو ته مٿي ۾ سور پوندس."

شام جو جيڪڏهن گهر ۾ چانهه نه ٺهندي هئي ۽ مان گهر ۾ هوندو هوس ته اٺين ٽيندو هو.

راجو آنو وٺي چانهه وٺڻ ٿي ويو، جو مون ڪيس سڏ ڪيو.

هن ٺوڊڪ ايندي چيو، "ٻانو، مونکي چانهه پيارينديئن نه؟"

مان چڻ سرابجي ويس. مون ڪيس چوڻ ٿي چاهيو ته آنو ڏي ته مان پاڻ ٿي ٿو چانهه ٻي اچان.

"ٽڪو لوڻ ڪڻ ٽڪو مونکي ڏي."

"۽ چانهه؟"

"نه کپي."

"پاڻي مار ڏي نه؟"

"نه مان وينو آهيان."

.... .... ...

رات جو پان واري جي دڪان تي اچي پهتس. سوچيم ته هڪ ٽيڊو ڪپوري پان وٺندس، جنهن ۾ چوني کانسواءِ ٻيا سڀ مصالح هوندا. چوندوسانس ته پان ۾ ڪيسر، گلقند، الاچي ۽ ٽنبڪ ضرور وجهي.

اڃا کيسي ۾ هٿ وڌم ئي جو ان هٿ کي هڪ ٻار اچي جهليو. هن جي هٿ ۾ هڪ ڏٻو هو.

ليلائيندي چيائين، "سائين پڙهندو ڪونه آهيان، بسڪيٽ وڪڻندو آهيان. آني جا ٻه وٺو، ٽڪي جا وٺو. ضرور وٺو، مهرباني ڪري وٺو."

مون هٿ ڇڏائي چيو، "ان لاءِ تون زور ڇو ٿو ڪرين؟"

"مان سڀني کي زور ڪندو آهيان."

"ڇو؟"

"ماڻهو بسڪيٽ نه وٺندا، بابو مار ڏيندو، اما مار ڏيندي. مان روز ٻي رپئي جا بسڪيٽ وڪڻندو آهيان. سچ سائين، گهر ۾ رڳو مان ئي ڪمائيندو آهيان."

"تون سڀني کي ائين چوندو آهين؟"

"ڪڏهن ڪڏهن، جيڪي نه وٺندا آهن، انهن کي. هوٽل ۾ بسڪيٽ ٽڪي هڪ آهي، مان آني جا چار ڏيندو آهيان."

سوچيم: مان ڇا پنهنجي سنڌوءَ کي هڪ پان به کارائي نه سگهندس. مون ڪڏهن سوني هار يا منڊيءَ جو

نه، صرف هڪ پان جو انجام ڪيو، صرف هڪ پان جو...

.... .... ...

چنبڪ جڻ منهنجي ڪشش وڃائي ڇڏي. پر مان سنگيت جا سر جڻ يڪايڪ گم ٿي ويا. هوا به جڻ بي مطلب لڳڻ لڳي. پر جي پن جڻ هوا کي ڏڪڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، ڇو ته مان پريشان هوس.

”اڄ بيحد اداس ٿو لڳين؟“ سندوءَ پڇيو.

.......

”ڇا توکي خوشي نه ٿي.“

........

”چڱو ٻڌاءِ مون تو لاءِ ڇا آندو آهي.“

........

”اڄ ڇا ڪوئي دردناڪ ناول پڙهي آيو آهين.“

مون ٿورو مرڪيو.

”مون کان ناراض آهين؟“ هوءَ بلڪل قريب آئي.

مان هن جا سواس ڳڻي ٿي سگهيس.

”توکان ناراض ٿي مان ڇا سکي ٿي سگهندس.“

هن هڪ لمبو ساهه ڇڏيو.

ٻيءَ گهڙيءَ چيائين، ”مون تو لاءِ هڪ پيسٽري آندي آهي.“

مان وري به چپ رهيس.

”ليڪن منهنجو پان.“

”رهڻ ڏي ان کي، ان ۾ رکيو ئي ڇا آهي.“

”رکيو ٿي ڇا آهي! ڇا ڪو نه آندو اٿيئي؟“

........

”ليڪن چندر؟ مون اهڙو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي، جو تون مونکي اهڙي سزا ڏيئي رهيو آهين.“

منهنجو من جڻ ٽٽڻ لڳو. پيار جي ڀڳڙن آڇ، جا هڪ بکاري به آسانيءَ سان چڪائي سگهيو ٿي؛ جا هن سنيهه وچان قبول به ڪئي هئي، مان پوري ڪري نه سگهيو هوس. مون آهستي چيو، ”سندو، تو پيسري آندي آهي....مون بسڪيٽ آندو آهي.“

”بسڪيٽ مان نه کائينديس.“

تڏهن مون مختصر ۾ ان بسڪيٽ جي خريديءَ جو پس منظر ٻڌايو مانس.

اَواڪ اَپلڪ هوءَ منهنجو منهن تڪيندي رهي.

تڏهن اَمالڪ چنڊ ۾ ڪشش موٽي آئي. ٻهر مان سنگيت جا سر وڄڻ شروع ٿي ويا. هوا ٻهر جي ٻين کي؛ ٻهر چانڊاڻيءَ کي چمڻ شروع ڪري ڇڏيو.

هن بسڪيٽ ونندي چيو، ”چندر تو پاڻ لاءِ آٽي سٺو ٿي ڪيو. مون توکان ڪجهه نه گهريو؛ تو مونکي ڇا ڏنو، اهي توکي خبر پيئي، چندر؟ تو مونکي هن بسڪيٽ ۾ اهو ڪجهه ڏنو آهي، جو راجا هرشچندر، رشي وشوامتر کي به نه ڏنو هوندو.

ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي

# ٻيمو ٽري

ٻيمي ۾ ڳڻ نه ٻيا ٻه ڳهٽا آهن، ٻر صفائيءَ جو ڳڻ سڀني کان سرس اٿس، وانڍڪائي ملڻس سهي ٻڌوء ڀاري ۽ ٻاڻ-اڇي جاءِ ڪٿي لڳندو. ٻڪ سري جڳهه ڪالهيس؛ خدائي ٻت لي ٻڳل ٽنل ٻراٽين سرن جي چوديوار ۾ لڌن، ٽوئن ۽ ڦاٽل ڳوٽين جي ڇت هيٺان ٿو رهي. سو انهيءَ خدا جي ٻت مان ٿوري ڪا الاهي قدرت سان لڪري، ٻاقي حيدرآباد جي ميونسپالٽيءَ جي جاءِ نه آهي. آهي نه ٻيمو ٻر اورچ؛ ڀاري ٻاڻي ٻيو چٽڪار ڪندو، چٽڪار ڪري ٻيو ڀاري ڏيندو.

ٻيمو ٻوڙهيت آهي. نت نيم اسر جو اٿي هليو وڃي. سڀ ڏينهن ٻانهون هڻي، مير اونداهيءَ جو ماڳ موٽي. چڱو مشهور ماڻهو آهي. موتڪي خاطري آهي نه اوهان مان گهڻن کيس ڏٺو هوندو، پر جن نه ڏٺو هجي، آهي ته کيس سولائيءَ سان ڏسي سگهن ٿا.

اونهاري ۾ ڇاليهي جي وقت، جڏهن ڌرتيءَ ۾ ٽانڊا ٻيا وسندا هجن ۽ جهولي جي جهڙپ کان ٻچڻ لاءِ اوهين ٽوپلن ۽ ڇٽين هيٺان سر لڪائي، لڪڙو لڪڙو گهر ڏانهن موٽندا هجو، تڏهن جيڪڏهن ڪو ماڻهو مٿي

پيرن اُگهاڙو، ٻانهون ٽو ڪيندو، مُڙي سان وک وڌائيندو، اوڀر جي ليڙيءَ کي سامهون ٻولندو ڏسو، ته سمجهو اهو پيمو ٽري.... يا جڏهن ماڻهو گهٽ ۾ ٻٽ کان ڪکن جا پڪا ڪٽي قدرت سان جنگ جوٽي رهيا هجن، ڪاليجي جوان ۾ ڪماريون هوا جي جهوٽي واسطي جبل جي ميدان تي "رائيٽ ليفٽ" ڪري رهيا هجن، ٺيڪ اهڙي وقت جيڪڏهن حيدرآباد جي اوڀر طرف ڪنهن اونداهيءَ جهوپڙيءَ ۾، ٽپڙيءَ ٽڪر تي ڪنهن انسان کي مولن ۾ منهن وجهي ويٺل ڏسو، ته اهو پيمي ٽريءَ ڪالسواءِ ٻيو ڪونه هوندو.... يا سياري جي سمي جڏهن اسين ديسي فيشن موجب همت ڪڇن ۾ لڳائي، مٿي ۾ هول چاڙهي، مغربي تهذيب جو نقل اُتاريندي سوٽ جي ڪيسي ۾ همت وجهي، ڳچيءَ ۾ مفلر لٽڪائي، سئيٽر مٿان ڪوٽ ۽ مٿانئس اوور ڪوٽ چاڙهي، اُتر جي سرد هوا کان ٻچڻ لاءِ ڪنب ڪُڙ ڳولهيندا هجون، تڏهن ڪو مانجهي مڙس انهيءَ سرد هوا کي حقارت آميز نگاهن سان ڇيريندو، ٽنگن ۾ ولائتي فيشن جو هڪ ميرو ڪڇو اٽڪائي، بدن تي ليڙون ٽيل قميص ٻهري رستي تي بده وچان آڪڙ مان هلندو، ٻمهجي ٻهادريءَ جو ثبوت ڏيئي رهيو هجي، ته سمجهو اهو ضرور پيمو هوندو.

پر جيڪڏهن ان هوندي به ڪيس سڃاڻڻ ۾ تڪليف ٿيو ته سندس هڪ ٻي نشاني آهي، جنهن سان ڪيس ضرور سڃاڻي سگهندا. ڪنهن به انسان جي ڳچيءَ ۾

انڪل گرانٽ کن ڏکي لوڙي ۽ ٽڪر سان پوسٽ آفيس جي سيونگس بئنڪ جو پاس بوڪ، تعويذ وانگر ٽنگيل ڏسو، ته ڀلا ڪنکي سمجهو ته ڀيمو ٽري آهي.

ڪجهه وقت اڳي انهيءَ پاس بوڪ جي جاءِ تي ڳوٺ ٽڪر ۾ سبيل هڪ دستاويز پيو لٽڪندو هوس. خبر نه آهي ته اُن دستاويز ۾ ڇا هو، مگر ڀيمو اُن کي هميشه ساهه سان سانڍيندو هو. ڪو ماڻهو واٽ ويندي، جي ڪڏهن ڳچو ڏانهس ڪٿي نهاريندو هو، ته اُمالڪ دستاويز کي سوگهو جهلي، اُن کي ٻنهي هٿن ۾ لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي، وٺي ڊڪ پائيندو هو. شايد سمجهندو هو ته هو مون کان اهو قرض ٿو گهري. "ڇوڪر ڇٽيءَ ذات جا، ٻون ٻون ڪن ٻيگم ۾"، سي ڀلا اهڙي آسامي ۽ ڪيئي ڪٿي ٿا ڇڏين ۽ هڏڪي اهڙو سٽيو گراهڪ لهي مولي ملائي، سو ويچارو ڀيمو اچا نظر ٿي ڪين ايندن ته وٺي سيٽيون وڄائيندا ۽ هڪ ٻئي کي سڏ ڪري چوندا: "او فلاڻا! او ٽيرا! اڙي ڀيمو ٽري پيو اچي." ۽ ڀيمو.... ويچارو غريب، ڇوڪرن کان اهڙو ڇرڪندو هو، جو ڪٿي به ڇٽن ڇڻن جو ميڙاڪو ڏٺائين ته لهرائي ويندو يا ته پريائين وٺي ڊوڙ پائيندو، پوءِ ڀلي ته هٿن جو ڏانهس ڌيان نه به هجي. مگر جيڪڏهن ڪو پيو ڇارو نه ڏٺائين ته وٺي واڪا ڪندو: "سائين مونکي بچايو. سائين مونکي مارين ٿا...... ڇون ٿا ته ٽڪي ۽ مان هي ۽ لاهي ڏي." منهنجي پهرين ملاقات ساڻس عين اهڙي

ٿي موقعي لئي ٿي هئي! مان ڀلا ڪهاڻين جو شوقين، سو اهڙي دلچسپ هستيءَ کي ڪٿي ٿو ڇڏيان! پاسيرو وٺي وڃي حال احوال ورتو مانس ۽ سائنس همدردي ظاهر ڪيم. هاڻي ته ويچارو جڏهن مولڪي ڏسي ته پريان ٿي ڊوڙندو اچي رام رام ڪري گڏجي.

هڪڙي ڏينهن مان پنهنجي هڪ دوست سان ڳڻي ويس ته منهن ۾ گڏجي ويم. چيومانس: ”ڀيما يار! خبر ڪر، ڪهڙو حال آهي؟“

مون سان ٻيو جهٽو ڏسي، ڀريائين البت هٻڪيو، پر پوءِ اچي ٻڪر ۾ پيو. چي: ”سائين پئسا مڙئي.... چور آيا...سڀ ڪجهه ٻهاري ويا.“

منهنجو سنگتي جو اڳي سائنس ڪڏهن به گڏيو نه هو، تنهن اها ڳالهه ٻڌي پڇيس، ”چور ڪيڏي مهل آيا؟“ يڪدم وراڻيائين: ”سائين! ٻه ڏينهن جو جڏهن سج اچا ٻن سين ۾ هو. بس جلم ڪري ويا. مولڪي ماري، منهنجو اُبهو ٽلهو ڪٽي ويا. مون گهڻائي ڪوڪان ڪيون پر سائين غريب جي ڪير ٿو ٻڌي ۽ سائين اسان ماڙُو، ڪانون ڳاڙها مرچ ۽ جوئر جو ڍوڍو...چٽ چماهيءَ لسيءَ لپ ملي نه ڇهه ٿيو، اسان ليکي پلائن جون سڪون لاٿيون سين. ڪيترا نه ڪتالا ڪيدي پنڌرهن روپيون ڪٺيون ڪيم، پر لصوص لٽي ويا.“

مون ته رنگ جمائڻ سالڳي چيو، ”اڙي، اوڙي ڀاڙي ۾ ڪنهن ڪي ڊانهن ڇو نٿي ڏني - پوليس ڪيڏانهن ويئي هئي؟“

"سائين! ٻاڙي وارو ٻه ڪو ٻڌي ته دانهن ڏيسان! غريب جو ته اوهين نه واهي. پوليس وقت ٻه سائين فرياد ڪٽي ويس، پر انهن نه ماڳوهي اهڙيون اکيون ڏيکاريون ۽ ڌڪا جو ٻس. چون، پڪڙيو اسپتال ۾ ڪي. سائين الله چٽيو بغداد- ڪتو ٻه انکي ڏاڙهي، موچڙا ٻه ان کي لڳن! هي مورڳو "چور ڪوتوال کي ڏانٽي" وارو قصو ٿيو. ماڳوهي مون غريب کي ڪاٺ ۾ ٿي وڌائون. سو سائين مٿي ٻه مار، مٿي ٻه مار ڪري، منهن مٿو پٽيندو، گهر موٽيس. پر سائين اهو ظلم ٻه ڪو هڪ دفعو ٿيو هجي نه ٿيو- ٽي دفعا- سائين، برابر ٽي دفعا انهن چورن ڦريو اٿم. هاڻي نه اها جواني ٻه ڪاٺي... ڪمائي ٻه گهٽي گهٽجي ويئي آهي."

ٻه ٽي مهنا ٿيا ته رستي تي گڏيو. خوش خير عافيت ڪالپوءِ چيائين، "ديوان صاحب! هيڏي ساري انگريز جي راڄ ۾ اسان غريبن لاءِ ڪو اهڙو هنڌ هجي جتي پئسا رکون! چور جي پلا هريا آهن.... ٽي دفعا جاوا ڪيا اٿن، سي نه هاڻي منهنجي پٽ نه ڇڏيندا."

مون تي پڇيومانس، "پيما! وري پئسا ڪٿا ڪيا اٿيئي ڇا؟"

"سائين! ڏڙهي ٻه ٽي رپيون؛ پيو اسين غريب هجار ٿوراٽي ميڙيندا سين؟"

مون کيس پوسٽ آفيس ۾ پئسن رکڻ جي صلاح ڏني پيمو ويچارو ٻوڙو، هڪڙي ڪهڙي خبر ته پوسٽ آفيس

ڪهڙي بلا ٿيندي آهي! هنڪي نيپال جي سا اهڙي خبر آهي ته اُتان ڪارڊ، لفافا ۽ ٽڪليون ملنديون آهن. سو هن ليکي ته پوسٽ آفيس ڪو ماڻهو آهي. چيائين، "سائين! جي هو به منهنجا پئسا کائي وڃي ته مان غريب ڪيڏانهن وينديس؟"

موهنکي ڪل اچي وئي. کيس سمجهائڻ جي گهڻيائي ڪوشش ڪيم، پر ويچاري کي اهڙي سمجهه ڪٿي! آخر چيومانس، "چڱو ڀيما! سڀاڻي موسان هلج ته توکي پئسا رکائي ڏينديس."

ڀيمي ته منهنجي اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو، پر پوءِ هڪ دفعو مونڏانهن شڪي نگاهه سان نهاريندي چيائين، "سائين! پوسٽ آفيس کائي وڃي ته توهين موهنکي وٺي ڏيندا نه؟"

مون مرڪي چيو، "ها وٺي ڏيندوسانءِ."

ٻئي ڏينهن پيج پيئي جو، پنج مس لڳا هوندا ۽ مان اڃا آرامي هوس ته در تي ٺڪ ٺڪ ٿي. منهنجي پيڻ سويل اُٿندي آهي؛ اهڙي مهل در تي کڙڪو ٻڌي وائڙي ٿي وئي. ڏٺيءَ کي ياد ڪري چيائين، "واهگرو! سڀ سک ڪجانءِ" پوءِ اُٿي وڃي دروازو کوليائين.

ڀيمي يڪدم پڇيو، "ديوان صاحب آهي؟"

"ڪهڙو ديوان صاحب؟"

ڀيمي کي منهنجي نالي جي خبر هجي ته ٻڌائي؛

سو وڃارو مونجهي پيو. ونئس کو به جواب نه ملندو ڏسي مونجهيل پيڻ اچي موٽڪي آئارهو. چيائين، "ڏس ڀاءُ، ڪنهنجو ماڻهو ويٺو آهي؟"

مان اکيون مهٽيندو اٿيس ۽ ٻنا منهن ڌوئڻ جي ٽي دروازي ڏانهن وڌيس. ڏسان ته پيمو ويٺو آهي. سمجهيم ته شايد رالوڪي رات ۾ ڪو شاهينڪ پاسو ڏيئي ويو اٿس. پيمي جي موٽڻي لظر پوڻ ۽ "صاحب صاحب" ڪرڻ. چيومانس: "ڙي پيمو آهين! ٻيو ته سڀ آهي، هيڏي مهل ڪيئن آيو آهين؟"

چيائين، "ديوان صاحب! گـرو مهراج تنهنجو ڀلو ڪري... ڀڳوان توکي وڏي عمر ڏي.... موسان ڪڏجي هل، جيئن ڪنهنکي خبر نه پوي."

مون حيران ٿي چيو، "ڪيڏانهن هلان؟"

"سائين! اتري ۾ ڳالهه وسري وئي؟ ڪالهه ڪين چيو نه مان توکي پوشت آفيس وٽ پيسا رکائي ڏيندس! سائين، لال صاحب توکي وڏي آورجا ٻشڪي، منهنجي ڪمائيءَ ۾ برڪت وجهي. موسان هينئر هـل؛ هلي منهنجا پيسا رکاءِ."

چوماس، "پر پوسٽ آفيس اجا کلي ڪانه هوندي. ڏهين ٻجي کلندي آهي، توڻ ٻارهين ٻجي اچج ته مان توسان گڏجي هلندس."

پر پيمي کي اعتبار ڪٿي ٿو اچي! سمجهائين نـــ شايد جند ڇڏائڻ جي ٿو ڪري؛ سو چيائين، "سائين!

انهن نه مان غريب مري ويندس.... اڄوڪو ڏهاڙو به اجايو ويندو.... ڪمائيندس ڇا، نه ڪمائيندس ڪٿان؟ انهن نه ڪر سائين.... مون غريب ڪانءِ به پير پري هلندين نه راما پير ان جا پاڙا ڏيندو."

موڪلي الندر ۾ ڪل پيٺي اچي، پر ٻاهران منهن ٻڪو ڪري چيومانس، "پيما! مان ڪوڙ ڪونه ٿو ڪريان، تون شايد سمجهين ٿو نه ديوان لٽائي ٿو، پر انهن ته آهي. پوسٽ آفيس ۾ ڏهين بجي کان اڳ ڪابه ڏيتي ليتي نه ٿيندي آهي."

پيمو لاچار واپس وڃڻ لڳو. مون سندس منهن ڏانهن ڇتائي نهاريو... ڪيس منهنجي ڳالهه تي ويساه نه آيو هو، پر اڪري البت نراس ٿي لڳو. پر ويچارو غريب ڪري ڇا؟ پر-وس ٿي پيو هو. مون ۾ وڌيون آسون رکي آيو هو.... شايد سڄي رات اک ڪانه لائي هئائين.

سايا لوني ڪين لڳا، مان مارڪيٽ ڪري ٿـي موٽيس، نه نسان نه ٻڙس گهر جي چانئٽ چڙهيو ويٺو آهي. موڪلي مٿس قياس آيو. چيومانس، "پيما! اچي وڃين؛ مون ٻاڻ لهڻجي واٽ ٿي نهاري. فقط ٻه منٽ ترس نه نيرن ڪري ٿو لوسان هلان."

منهنجا اهي همدرديءَ ڀريا لفظ ٻڌي پيمي جو ملول منهن ڪل وانگر ٽڙي پيو. اسانجي لفظي همدردي به پيمي جهڙن غريبن لاءِ هڪ غنيمت آهي. چوائين، "ديوان صاحب! شل دولهه لال توکي هميشه وڏ رکي."

ٻيءَ جا پيسا کين رکايم، پر اڙجي ويس. ٻئي ٽئين ڏينهن، جي رستي تي نه ملانس ته، اچيو در تي ڌرنو ماري ويهي... وقتي کم تي کين وڃي. پوءِ پڇيم ۽ لنگهندڙ پاس ٻوڪ تي هٿ رکي چوي، "سائين پيسا! سلامت آهن يا نه؟ هو پوشت پاهو پڇي ته کين وڌو؟ ڏسجو، سائين! مان غريب آهيان — پائي پائي ڪري ميڙي اٿم. اڄ ۾ ٻه ٽي دفعا ڌڪ کاڌا اٿم، متان هيءَ پيريءَ جو توشو به ڦرجي وڃي."

سندس اهي ڳالهيون ٻڌي مونکي کل اچيو وڃي. چيو مانس، "مان کين وٺو آهيان. اٿين پيسا ڦري وڃي ته پوليس ۾ ٽنگائي ڇڏيانس. پيما! تون ڪا به پرواهه نه ڪر؛ تنهنجي پائي به ميري ڪان نه ٿيندي."

اٽڪل ڏيڍ هفتو ٿيو. شام جو ٻهول واريءَ ٽڪريءَ ڏانهن گهمڻ ٻئي ويس. هيءَ ٻار به شايد ڪو اُتان تي مونيو. پريان ٽي ڏسي، ڊوڙون پائيندو، سهڪندو اچي مونکي گڏيو. رام رام ڪري چوڻ لڳو، "سائين! منهنجا پيسا ته سلامت آهن نه؟ ٺيڪيدار ٻئي چيو ته ٻئنڪون ڪٽي ويٺون آهن، وڏن وڏن سيٺين ڏيوالا ڪڍيا آهن. سائين اهو سچ آهي؟"

مان جواب ڏيانس تي ڏيانس تنهن کان اڳ وري چوڻ لڳو، "سائين! انهن نه مون غريب سان ونل وهي ويندو. پلا سائين، ٺيڪيدار چيو ٿي ته ڪجهه پيسا ملندا!"

پندرهن مدت پيهي مستو هنيو مانس، جڏهن ٻڪ

ڏياري مانس ۾ پوسٽ آفيس ڪاله کٽي آهي. ”جيڪي مرضي هجيئي ته سياڻي ني پئسا ڪڍائي ڏيان.“ تڏهن وڃي پيٽ ۾ ساهه پيس.

پيمي ۾ ٻي به هڪ خاص خوبي آهي. هو تمام ڪفايت پسند آهي. ٻين مزورن وانگر چالهه، ٻيڙي يا سينما جي مار ڪانهيس. البت انهيءَ ڪفايت کي ڪڏهن ڪڏهن مهل ڪنجوسائيءَ جي حد تي به پهچائيندو آهي. ڪٽندي ڪمائيندي به ڪڏهن بدن تي پورو ڪپڙو ڪين پائيندو. گهر ۾ به هڪ دانگيءَ، ٺڪر جي ٿالهه ۽ دليءَ کانسواءِ ٻيو ٿانءُ ڪين رکندو. جهوپڙيءَ جي صفائي خوب ڪندو، پر ان کي بهتر بنائڻ جي ذري به ڪوشش ڪين وٺندو.

پر سال سياري جا ڏينهن هئا، اسان ٿڌ کان ڇوٽڪا لاءِ ڪوٺين جا در دريون بند ڪري، سگرين تي هٿ پئي سيڪيا، ته هن پار جي جهوپڙيءَ جي ڇت جي پرگهان مان ايلي گگن پئي ليٽا پاتا. اُتر الهندي سرن جي وچوٽين مان سياري جي هوا سنسنيءَ وانگر پنهنجي پيهل جي فراق ۾ سرد آهون ڀريندي اچي ٿي اٿي اجهو ورتو؛ انهيءَ اميد ۾ ته پيمو پاڻ سڃاڻ آهي، ضرور ساڻس غمگساري ڪندو. پر پيمو اهڙو الله لوڪ، هو پاڻ همدرديءَ جو سڪايل، تنهن کي ڪهڙي خبر ته ٻئي سان غمگساري ڪيئن ڪجي! هو سج لهندي ئي پنهنجو ڦاٽل ٽٽل ڪمبل مٿان اوڍي، خوابي دنيا جا

سڙ ڪندو آهي. مان سمدس اهي افعال ڏسي گهٽو ٿي سمجهائيندس ته خدا جا ٻندا! هيءَ ڇا ٿو ڪرين؟ توکي سوڙ نه سڄي! گرميءَ جو وقت، سرديءَ جو ڏولو.... ٻئسو ٻئسو ٿي ويندو، ڪو سولو سٺو ڪپڙو وٺي نه ٿو ٻڌين ٻڪين؟ پر هو هميشه لٽائي ويندو هو. مونکي سمدس الهيءَ روش تي ڪاوڙ به ايندي هئي، پر سائينءَ وقت ارمان به ٿيندو هوم.

ڪالهوڪي ڳالهه آهي. رات جو هڪ ٻجي جو شمار هو. مان سنيما جي سيڪنڊ شو تان موٽيو هوس. ماڻي کائي ڪپڙا بدلائي، اڃا کٽ تي ليٽيس مس هوس ته ٻاهران ڪنهن جي هاءِ گهوڙا جو آواز ٻڌم. وائـــڙو ٿي ويس ته هيڏي مهل هيٺن ڪير ٿو رڙي! اڃا خيال پئي ڊوڙايم ته در اي ڪڙڪڙ ٿيو. مونکي اڳيئي ٻروُن پئي پيا ته اهو ٻيو هوندو، سو در ڏانهن وڌيس. ٻس، مهندڙو در پٽڻ ٻيمي جا ورلاپ ڪرڻ — مڙس جي رڙ هيٺ، رڙ مٿي پيئي ٻوي. چي، ”سائين! مان لـــ مري ويس. الهن چورن مونسان وري جلم ڪري ڇڏيو. پوشت جي ته سائينءَ سٽي... هو ته هاٽي خوب جاوا ڪندو.... ته ڏيندو ته مان گريب هاٽي ڇا ڪندس؟“

ٻاڙي وارا به روڊن پٽڪو ٻڌي گهران ٻاهر لڪتا. مان پريشان ته موڙيو مون تي ته ٻگڙن.... متان انين چورن ته هيءَ ڪهڙو چريت آندو انيئي، جنهن آڏيءَ رات اچي اساڄي لبد مٽائي آهي! سو ڪيس ٻاهن کان جهلي

ڪجهه اڳڀرو وڌي ويومانس ۽ ٿوريءَ ڌمڪيءَ سان چيومانس، "هيئن رڙيون ڪندين ته مان اصل ڪجهه ڪين ٻڌندوسانءِ. ساهه سٽيءَ سان ڳالهه ڪر ته ڇا ٿيو آهي؟"

هن کي ڀلا اهڙو ڌيرج ڪٿي! پر تڏهن به ڌمڪيءَ کان ڪي قدر ڊنو. ٿورو آهستي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، "سائين! اهي شاهينگ وري به ڦري ويا."

"پر تو وٽ هو ڇا جو ڦري ويا؟"

"سائين! اوهان کي ڇا آهي، جتي ٻاهه ٻري اتي سيڪ اچي. پوشت ٻابوءَ ڪين چيو هو ته ڪتاب وڃائيندين ته پئسا ڪين ملندءِ؟ هو حاڪم آهن، جيئن چون تيئن ٿئي. هاڻي مان ته مري ويس. مالڪ ٿي پير پيم جو پوشت وٽ پئسا رکائم.... تڏهن کان ته جيڪر ڪڏ کوٽي اُن ۾ پوريان ها."

مون کي هيئنر شڪ پيو، سو پڇيومانس، "تنهنجو اهو ڪتاب ڪٿي آهي؟"

چيائين، "سائين! اهيءَ لاءِ ته روئان ويٺو...اهو ئي ته چوان ويٺو ته شاهينگ ڪٽي ويا. هاڻي پئسا ڪيئن ملندا؟"

"پئسا ڇو نه ملندا؟ فقط هڪ روپيو ڏنڊ ڏيڻو پوندءِ."

پر پاڻ وري به ساڳي ڳالهه پيو ڪري. "سائين!

مونکي چڱيءَ طرح ياد آهي ته هن پوشٽ ٻابوءَ مونکي صاف صاف چيو هو ته ڪتاب وڃائيندين ته پئسا نه ملندءِ."

سڄو سارو ڪلاڪ مٿو هڻيو مانس. پاڙي جا ٻه ٽي ڄڻا به اسانجي ٻنيان وٽي آيا هئا، لن به ماجرا کان واقف ٿي سمجهايس، تڏهن مس مس ساڻت آيس. چيو مانس، "تون هيٺ گهر وڃ .... تنهنجا پئسا بلڪل سلامت آهن. صبح جو اچج ڏلد ڏيئي ٽوڪي ٻيو ڪتاب وٺي ڏيندس."

منهنجي اکيان ته هليو ويو، پر شايد وري اڌ واٽ کان موٽي آيو؛ ساري رات منهنجي در جي اکيان ويٺو رهيو. صبح جو در کوليان ته ڪرونڊڙو ٿيو، منهن کوڏن ۾ وجهيو، ويٺو آهي. وري ساڳي همٿ جـوڙ شروع ڪيائين- قدمن تي پيو ڪري، ليلائي پيو. ليٽ جڏهن ڏهين ٻجي پوسٽ آفيس ۾ ڏند ڏيئي ٻيو ڪتاب ڪڍائي ڏنو مانس، تڏهن مڙس کي پيٽ ۾ ساهه پيو. پوءِ ته مڙس پيو ٽڙي، خوش ٿئي- پاس بوڪ پيو چمي ۽ ٻڌي ۽ دعائون ڪري. چي، "ڏٺي ڏهوٽا ڏاڍا ڏيندءِ مون گريب جي پونواري ڪٿي اٿئي. سائين تون نه هجين ها، ته اهو پوشٽ ٻابو منهنجا پئسا ڪاٽي وڃي ها... سچ ٿو چوان سائين! اسان گريبن جي ٻلا ڪير ٿو ٻڌي؟"

جڏهن پاس بوڪ ٻڌي اٿيو تڏهن چيائين، "چڱو

سائين! مان وڃان ٿو. مون غريب جي پيا سار لهجو. سائين! ڪو ڪم ڪار اٿوَ؟ روج نه اچ لڳندو ڪو نه.... اهو ڏينهن نه وڃو.... سائين، مولڪي نصيب ۾ ريڳو ڏڪا ۽ ڌڪون لکيل آهن."

"نصيب ۾ لکيل ڪو نه آهي، پر پنهنجي ڪئي جو ڪو ويج، ڪو طبيب؟ اڪيلو سر آهين- نه گهر نه ٻار- ميڙين ڪنهنجي لاءِ ٿو؟

چيائين، "سائين! پائيو ڪچ ۾ اٿم، انهيءَ لاءِ پيو ڪٺو ڪريان."

"هيڏي جاکوڙ ڪري پائي پائي ڪري ولهو ميڙين، تنهن مان ڇا ورندو؟ تنهن کان ڌڻيءَ جي ڏالي ڏي نه وڃين دان ڪرين؟ وري ڏنو پيو آهي، ڏي ڪٺو ملينئي گهڻو."

چيائين، "سائين! ڌڻيءَ ڏنا ته لک اٿم جو ولسان ورهائيندو. اسان واسطي هتي نه ڀوڳيو مرچ لئه، اُتي نه ڀوڳيو مرچ. اسانجو هڏ ڪلپفن لئي هريو پيو آهي. توهين سائين هتي به پلائن لئي ٿا هرو، سو اُتي نه اوهان کي سواد ڪپن. توهين پلي دان ڪريو، اسين غريب ڪهڙو دان ڪنداسون؟"

مولڪي ڪل اچي وئي. چيو ماس، "چڱو پيما! هاڻي هلون، دير ٿي وئي. پر اڄ ٿي وري راهه جو اٿين لڳ مچايو اٿيئي ته مان پنسا نه ولي ڏيندوسانءِ. پوسٽ

واري ٻاهر کي ۽ جهلي ڇڏيندس ته توکي ڀنسا نه ڏي."

اهڙي ڏيپ ڏيڻ کانسواءِ ٻيو ڪا ڄمڻ ڇڏائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ٻيو ۽ ٻي وکون وڌي وري موٽي آيو. چيائين، "سائين! لال ٻلو ڪرڻي، اڄ هڪڙا ۽ آنا نه ڏيندم، ته وڃي ڪا ٻيٽ پوڄا ڪريان - ٻيو وڃي ڏيندو سانءَ."

مون ٻڌالي ڪڏي ٻيو ڪي ڏني. دل ۾ چيم ته هن ڪهاڻيءَ لاءِ اها قيمت ڪا گهٽي ڪانهي.

هيمر لاگواڻي

# چا ڪجي مولائي!

خوش قسمتيءَ کان (يا ڪمبختيءَ چئجي) مان روز گاڏيءَ ۾ سفر ڪندو آهيان. منهنجي گهر ڏانهن بس به ويندي آهي پر گاڏي بس کان سولي ٿي ٿي، تمام گهڻو سستي پڻ آهي. دستور موافق ان ڏينهن به گاڏيءَ ۾ ويٺو هوس. گاڏي دهلي شاهدره اسٽيشن تي بيٺي هئي. ”آجائو رب جي، وڏي وڏي جنٽرين بيٺي هئين.“ منهنجي پٺيان هڪڙو ڇوڪرو بيٺو هو، سندس ڪلهي مان ڳوٿري پئي لڙڪي. ظاهر هو ته ڪجهه وڪڻڻ آيو هو. ٿلهن ٻاهر بيٺل پئي ڇوڪر کي به اندر اچڻ لاءِ چيو، هنکي ڪجهه وڪڻڻو هو. ”جنٽرمن“ جي معنيٰ سمجهائڻ لاءِ هن پيسو ڪڍڪائڻ جو اشارو ڪندي وري پنهنجو اڱوٺو به ڏيکاري ڇڏيو. آڇا ڪپڙا کيسا خالي!

گاڏيءَ ۾ وڪرو ڪندڙ هن ڇوڪرن جو پاڻ ۾ هڪ اڻ لکيل سمجهوتو ٿيل آهي، پاڻ ۾ ڪنهن کوله وڙهن هڪ ٿي گاڏيءَ ۾ جي پل کان ۲ يا ۳ جڻا هڪ وقت اچي ويندا ته هڪ پئي ۾ وڙهندا کوله ”تون چا، تون چا“ کوله ڪندا، گاڏي هلندي ته جهٽ اڪين ٿي اڪين ۾ يا هڪ به اگر ڳالهائي فيصلو ڪري وٺندا ته پهرين

ڪير ڪم شروع ڪري ۽ پوءِ جلدي جلدي هڪڙو ڪم
ختم ڪري ٻئي ڪسي وارو ڏيندو. اهڙي امولي دهلي
ٻهچڻ کان اڳ هرڪو پنهنجو وارو وٺي ويندو. هڪ ٻئي
سان سهڪار جو ڪهڙو نه سٺو مثال. اسانجي ديس جا
ماڻهو جي هر ڏس ۾ انهن سهڪار ڪن ته هو اڄ پارس
سرڳ پوري پهچي پوي.

"آئي جانو، رب جي،" اندر ويٺل ڇوڪري سوداگر
پنهنجي ٻاهر بيٺل ساٿيءَ کي چيو. ٻاهريون اندر آيو
ڪول، اندر جهالي پاٿي، لڪ کي موڙو ڏيئي، ڪنهن
ٻئي گاڏي ڏانهن هليو ويو. ٻاهرئين جيئن لڪ کي موڙو
ڏنو ته اندرين هٿن کي موڙو ڏيئي جنهن مجبوري ظاهر
ڪندي چيو، "ڪي ڪرڻجي رب جي!" گاڏي هلي.
"ميري ڀائيو، ميري دوستو، ميري بزرگو..." سڀني
جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي هن اڳتي چيو، "ڪهتي
هٿن سچائي چپ لهين سکتي بناوٽ ڪي اصولون
سي، ڪ خشبو آ لهين سکتي ڪڀي ڪاغذ ڪي ڦولون
سي! قسمت ۾ لکا ٿا پرديس تو وطن ڪو ياد ڪيا ڪرنا،
جهان بيدرد هو حاڪم وهان فرياد ڪيا ڪرنا...." ۽ اهڙا
ٻه چار ڪٿ ڪندڙ شعر پڙهي هن پڇاڙيءَ جو شعر
پڙهيو، "گل گيا، گلشن گيا، بلبل ڪي سواري آگئي،
اور تام ليما اپني دل ڪو منائي والي ڪي باري آگئي!"
جنهن ڪاليوءَ چار پنج منٽ لڳا لار هو هڪ مشهور
ڪمپنيءَ جي ڪتمڙن جي ساراهه ۾ هڏي ويو، هڪ هڪ

ڪٽمنڙي ۾ ٽارنگي، ڪيلي ليچاڻ گهڻن قسمن جي ميون جي رس جو سواد ايندو، وغيره وغيره... ايڪ آني ڪي چار!

"اُهيءَ ڪمپنيءَ جا ڪٽمنڙا ته آني جا ٻه ملندا آهن، هي چار ڪيئن ٿو ڏئي؟" خير، ڪي سادا ڪٽمنڙا هوندا؛ انهن سوچي ڪيسي ۾ هٿ وجهي آنو ڪڍڻ چاهيو هوم جو هـن مشهور ڪمپنيءَ جي ڪٽمنڙن جو دٻو ڪڍي، کولي، ڪجهه ڪٽمنڙا هٿ ۾ کڻي ڏيکارڻ شروع ڪيا. هٿ ڪيسي ۾ ئي رهجي ويو؛ "هي ان مشهور ڪمپنيءَ جا ڪٽمنڙا نه ڪوڙا آهن، "گلي بتاشان" (بتاشن واري گهٽيءَ) جي ڪنهن ڪارخاني جا ٺا ٺسجن."

"ايڪ آني ڪي چار؛ هڪ مسافر آني جا ورتا....

"ايڪ آني ڪي چار، ٻيو ڪير ٻه وٺڻ لاءِ تيار نه هو....

"چلو ايڪ آني ڪي ڇي؛ اُن ڪيسن مان آنو آنو ڪڍيو. ٻهراڻ جنهن ورتا هئا سو واٽ ڦاڙي هنن ڏانهن گهوري، دل جو سور دل ۾ دٻي چپ ٿي ويو.

"ايڪ آني ڪي ڇي، ايـڪ آنـي ڪي ڇي ڪر ديئي؛ هن جا هوڪا اجايا ويا.

اُميد ڀرئال اکين سان هن گاڏيءَ ۾ چوطرف نظر ڦيرائي. ڪنڊ ۾ چار ڇٽا ٽاس ۾ ٻورا هئا؛ هڪڙي ٻهنجي سامان ٽاهڻ جي لڳي پيئي هئي؛ ڪي اخبار پڙهي رهيا هئا ته ڪي دريءَ کان ٻاهر نهاري رهيا هئا.... ڪٽمنڙا خريد ڪرڻ جو ڪنهن کي شوق ڪونه هو. هن ٻيهر چوطرف

نگاهه ٻوڙائي ۽ اٿاهه نراشا ڀريل لفظن ۾ چيائين، ”ڪي ڪرڻجي رب جي“، ۽ گڏوگڏ اکيون ٽمڪائي، لڪ کي موڙو ڏيئي، همت ڦهلائي پنهنجي اداردلي ڏڪاري هن چيو، ”چلو ايڪ آني ڪي آٽ!“

جڏهن آني جا چار ورتا هئا سو هاڻي پاڻ روڪي نه سگهيو، ”مولڪي چار ڏنا، هن کي ڇهه ڏنا ۽ هاڻ اٺ ٿو ڏين. اهائي تنهنجي شرافت آهي؟ اهائي تنهنجي ايمانداري آهي؟ انهن تي تون ڏاڍو ڪندو آهين؟“

پنهنجي ڪيسي مان پئسا ڪڍي هن ڳڻي ڏيکاريندي چيو، ”مال نئون آڻيو آهي. ٣ آنا ڪٽي پيا آهن تڏهن تو انهن ڪريان، هو لٽن نه ڇٽن جا پنج پنج نه ڏيان.“

پنهنجي ڍڳلي مان چار ڪٽمنڙا ڪڍي، پنهنجي غصي ۾ ڀريل گراهڪ کي ڏيندي هن چيو، ”تون نه ڇا ياد ڪندين ته ڪو دل وارو گڏيو هو.“ ۽ هن اِن ٻن کي نه به نه ڪٽمنڙا ڏيئي پنهنجي منهن هن تي کلندي لڪ ۽ هٿن کي موڙو ڏيندي، اکيون ٽمڪائي هن چيو، ”ڪي ڪرڻجي رب جي!“ اهو هنجو تڪيه ڪلام ٿي ڏسڻ ۾ آيو.

آني جا اُٺ ڪٽمنڙا وٺڻ وارو ڪير ڪو نه هو ۽ جمنا پل نه اچي وئي هئي جنهنجي گوڙ ۾ هوڪو ڏيڻ بيسود هو ۽ مون ڏٺو نه اسانجي گاڏي ۾ بيٺل ۽ هلندڙ چلندڙ دڪان شانت ٿي ويو هو ۽ جمناجي ڏي منهن ڪري همت جوڙي ويٺي رهيو هو.

""اوه!" منهنجي زبان مان ته بس اهوئي اکر نڪتو ليڪن منهنجي دماغ ۾ وڏي الجهن هئي. مان هن ڏانهن نهاريندو ئي رهيس ۽ مون ڏٺو ته جيستائين پل پوري نه ٿي هو ائين هٿ جوڙي، اکيون پوري بيٺو رهيو — چپ چاپ، بنا چرپر جي. پل پوري ٿيڻ تي هن هٿ هيٺ ڪيا، اکيون کوليون ۽ ٽمڪايون ۽ تمام نڪڙو هو دريءَ کان ٻاهر ڪڍيو (در بند هو)؛ مونکي پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي، اکيون ٽمڪايائين، لڪ کي موڙو ڏنائين (هٿ نه هنجا قابو هئا) هن چيو، "ڪي ڪرڻي رب جي!" ۽ جهٽ ٻئي گاڏي ڏي هليو ويو. ڪيڏي نه رفتار هئي گاڏيءَ جي......هٿ ڇڏائجي ويس ها يا پير کسڪي ويس ها ته......! خير، هو صحيح سلامت ٻئي گاڏي ۾ پهچي ويو هو ائڪري "ڇا ٿي وڃي ها" وارو خيال منهنجي دماغ ۾ ڪا گهڙي دير ڪونه رهيو. منهنجي دماغ ۾ هڪ ٻي ئي الجهن هئي.

گاڏي ۾ گهڻن سان هن پنهنجي جنٽلمين گراهڪن جي مذاق اڏائي، پنهنجي ٽڪر جي شروع ۾ هن شعر و شاعريءَ جي مذاق اڏائي، پنهنجي ٽڪر ۾ هن سچ جي مذاق اڏائي، ٻئي گاڏي ڏانهن ويندي هن گاڏيءَ جي تيز رفتار جي ٿي ڇا پنهنجي زندگيءَ جي به مذاق اڏائي ڇڏي، ۽ هو جو هر ڳالهه جي مذاق اڏائي رهيو هو سو جنهن پل ٿي اهڙو چپ چاپ ڇو بيهي ويو، جنهن جي ڏانهن منهن ڪري، اکيون پوري، هن هٿ ڇو جوڙيا؟

جماجيءِ جي سري ڪرشن اڳيان؟ ڀڳوان، برهما، ايشور اڳيان؟ جي ها نه ڇو؟ اُن ڀڳوان اڳيان ڇو جنهن خود هن کي به هڪ جيئري جاڳندي مذاق بنائي ڇڏيو هو؟ مذاق ئي نه هئو هو، اکيون اندر ٻئل، منهن جا هڏا ٻاهر نڪتل، هڏن ۽ چمڙيءَ جي وچ ۾ ماس جو هڪ هلڪو تهه. هو ٻيو ڪو نه هو، ١٣-١٤ ورهين جو ڇوڪرو هو! ميرا ڦاٽل ڪپڙا، ڪلهي مان لڙڪندڙ ڳوٿري، سخت ٿڌ کان بچاءَ لاءِ صرف هڪ سئيٽر سو به اوني نه سوٽي، پير اگهاڙا ۽ اهڙي غربت ۾ اهڙي زندهه دلي! ڪيڏي نه وڏي مذاق، اُن سماج جي، اُن نظام جي جنهن ۾ ڪي ٿورا ٻيا- وڏا جوڙن وارا گهر لکها ڪروڙها انسانن جو خون چوسيندا آهن اهو هن نظام جو ئي نه ڏوهه آهي جنهن اسڪول ۾ سٺين يا اٺين جماعت جو هڪ سهڻو، مضبوط بدن، ڪلمڪ دماغ زنده دل وديارٿي بنائڻ جي بدلي هڪ هلندڙ چلندڙ دڪان بنائي ڇڏيو آهي. ڪهڙي خبر هو پنهنجي اسڪول جو اول نمبر ڪرڪيٽ کلاڙي هجي ها، ڪهڙي خبر هو پنهنجي اسڪول جو اول نمبر انڪٽر هجي ها! پنهنجون اکيون ٽمڪائي، لڪي موڙو ڏيندي، پنهنجي هٿن کي آزاديءَ سان هلائيندي هو ڪهڙو نه وڻندڙ لڳي ها! ليڪن حقيقت اور آهي ۽ هو آهي هڪ سوداگر! اهو هن نظام جو ئي ته ڏوهه آهي.

... ليڪن هو منهنجو دوست شايد ائين نه چوندو. هو ڀڳوان کي ڏوهه ڏيندو ۽ شايد اُن کي به ڏوهه کان

ڇڏائيندي. پنهنجي اڳئين جنم ۾ ڪيل پاپن کي هن جنم جي، يا ڪلهه ڪيل پاپن کي اڄ جي حالت لاءِ ذميوار بڻائيندو. ڀڳوان نه ڪرڻ جو ڦل ڏيندو آهي! ڀڳوان سڀ جي مذاق اڏائڻ لاءِ مجبور ڪندو آهي، پنهنجي ساٿي انسان جي مذاق اڏائڻ لاءِ مجبور ڪندو آهي، مجبور ڪري انهي پاپ ۾ ڪرائيندو آهي ۽ پوءِ انهن لاءِ سزا ۾ ڏيندو آهي. ڪهڙو نه عجيب آهي هي ڀڳوان!

ڪروڙها اڌ بکيا، اڌ ننگا انسان انهيءَ بي ترس ڀڳوان ڏي نهاري، سرد آهه ڀري خاموش ٿي ويندا آهن. هنن کي همت ئي نه آهن، همت جي هڪوار مٿي کڻي وڃن نه هي آگرين جي ڳڻڻ جيترا پيپ. وڏا هوائد هڪ پل ۾ وڌيڪ زنده رهي نه سگهن؟ هي ڪروڙها زنده لاش هوائد انسان بڻجي پون. ليڪن اهي همت مٿي کڻن ڪيئن؟ اهي مٿي کڻندا آهن سهي ۾ موٽي پوري زور سان آدمين جي رت تي پلجڻ وارن جي منهن ۾ لڳڻ لاءِ نه، اهي مٿي کڻندا آهن نه ته بيک پنڻ لاءِ ۽ هيٺ واپس موٽي ايندا آهن.... خالي! اهي همت کڻندا ئي ڪونه آهن. انهن ۾ زنجير وجهي ڇڏيا آهن ان سود خور جنهن وٽ هرهڪ جو حساب آهي ۽ ڏاڏو پڙڏو وياج ونندو آهي.... جنهنجو مور ۽ وياج ادا ڪندي ماڻهوءَ جون ١٣-١٤ ورهين جي عمر ۾ اکيون اندر پيهي وينديون آهن، هڏيون ٻاهر نڪري اينديون آهن ۽ قرض وڌندو ويندو آهي.

۽ مان سوچيان وينو: هي منهنجو دوست جو پنهنجي گراهڪن جو مذاق اُڏائيندو آهي ۽ سڀ جي ۽ سو هن سود خور جي مذاق ڪڏهن اُڏائيندو؟ هنجو هر ڳالهه- وٺندي پنهنجي زندگيءَ - جي ۽ مذاق اُڏائيندي نـ- گسندو آهي سو هن ڀڳوان جي مذاق ڪڏهن اُڏائيندو؟- هي سوداگر جو مرده ماضي جي مقابلي حال جي اُڏامن ٻارڻ، ڏڙڪندڙ دل ۽ اڪل مستقبل جي اٿاه آشائن کي برابر لوڙيندو آهي- ڪڏهن؟ ها، ڪڏهن؟؟

# ليکڪن جي مختصر واقفيت

ٻيلداس ڀيرومل: سٺو ڪهاڻي نويس هو. ڪيترين گهرو جيوت چٽيندڙ ڪهاڻيون لکيائين، جن ۾ مذاق به آهي ته طنز به. "اندر جا اڌما" ۽ "هيرا جواهر" سندس آکاڻين جا ٻه مکيه مجموعا.

امرلعل هنگوراڻي: ڌنڌي ڪري وڪيل هو پر سهڻو ۽ جذبات ڪري ليکڪ هو. معياري ليکڪ. سڀني رچنائن جي عبارت انوکي. "ادو عبدالرحمان"، "ٻڍي جي ٻاجهه" ۽ "هيءَ به راڄهوڳ سندي رمز" سندس بهترين ڪهاڻيون. "ادو عبدالرحمان" ٻوليسڪو طرفان به شايع ٿيل.

آسانند مامتورا: زنده ڪهاڻي نويس ۽ جهونسي ۾ جهونو ليکڪ. من - ڀيد جو ڄاڻو، انساني دل جي اوڪ ڏوڪ ڪندڙ. هن جي ڪهاڻين جا مجموعا آهن "ٻاپ ۽ ٻولر جون ڪهاڻيون"، "آرسي" ۽ "ڪهوارڙ" هن جي بهترين تسليم ٿيل ڪهاڻي "ڪڪي" هندي، انگريزي ۽ اطالي ٻولين ۾ ترجمو ٿيل. ٻه ناول لکيا اٿائين، "شاعر" ۽ "حليما". شاعر اڄ به سنڌي ٻولي ۾ اوچو آستان والاري ٿو.

آنند گولاڻي: سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر ۾ چڱو ڀاڱو ورتو اٿس. رواجي واقعن مان غير رواجي ڪهاڻيون جوڙي ڄاڻي. مذاق ۽ طنز ۾ ڀرپور. سندس ڪي ڪهاڻيون ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيل. هڪ ٿي ناول "مڇو" مذاق سان ڀرپور. "راڻيون" ڪهاڻين جو مجموعو.

الم: بنيادي رهت مضمون نگار آهي، توڙي جو سٺيون ڪهاڻيون به لکيون اٿائين جن مان ڪي ٻين ٻولين ۾ به ترجمو ٿيل. ڪهاڻين جو مجموعو "ڪشمڪش" انهن سواءِ مضمونن ۽ آلوچنا جا اڌ ڊزن ٻيا ڪتاب. سوويت لئنڊ نهرو انعام حاصل ڪندڙ ليکڪ. عرصي تائين "نئين دنيا"، "سنڌو سماچار" ۽ "سنڌو سنسار" جو سمپادڪ.

ايشور آنچل: بنيادي رهت شاعر. ڪڏهن ڪڏهن ڪهاڻي ۽ مضمون تي به قلم آزمائي. هن جا ڇپيل ڪتاب: "پيار ۽ پٿر"، "خاڪ لب" ۽ گهڻو ٻيو ڪري. "ڇهاءُ" هن جي بهترين ڪهاڻي مڃي وڃي.

ليرف بسنت: ناميارو مضمون نگار ۽ ناٽڪار، خواهه عبارت ڪري همعصر ليکڪن کان نيارو. سندس اهم ڪتاب: "چڱگون"، "وسنت ورکا" ۽ "ڪسنور" ڪتاب تي ساهتيه اڪادمي انعام مليل. توڙي جو ڪهاڻيون به لکيون اٿائين جن ۾ مال کان وڌيڪ ڍال بهتر هوندو آهي.

پوپٽي هيراننداڻي: استريءَ جي مرد جي ذات خلاف حمايت ڪندڙ نامياري ليکڪا. ادب جي هر شاخ لاءِ قلم آزمائي ڪئي اٿائين. ٻوليءَ تي ڪافي دسترس حاصل، سنڌيت جي هلچل سان وابسته. ٻه ڊزن کن ڇپيل ڪتاب. ڪهاڻين جا مجموعا: "رنگين زماني جون غمگين ڪهاڻيون"، "پڪار"، "ڪلي گلاب جي، ساغر شراب جو" ۽ "خزان جو ڏور پورو ٿيو".

ڦتن پرسواڻي: سنڌي ڪهاڻي نويسن ۾ موضوع خواهه فن جي لحاظ کان خاص اهميت رکندڙ، ڪي ڪهاڻيون ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيل. سندس "ادب لطيف" پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبول.

رام پنجواڻي: پدم شري. سٺو ڪهاڻي نويس، ناٽڪ ڪار، ناول نويس، مضمون نگار ۽ سنگيت ڪار. سنڌين ۾ يگاني هستي رکندڙ، رچنائن جو ڪافي وڏو تعداد. ناولن ۾ مکيه: "چانديءَ جو چمڪو"، "آهي نه آهي"، "شل ڌيئر نه ڄمن". ڪيترين سنڌي فلمن سان وابسته. "انوکا آزمودا" تي ساهتيه اڪاڊميءَ جي انعام حاصل ڪيل.

سگن آهوجا: شاعريءَ ۽ ڪهاڻي نويسيءَ ۾ پاسا هلائيندڙ ليکڪ. من ڇيد تي زور ڏيندڙ. ڪهاڻين جا مجموعا: "عيش جي قيمت" ۽ "اي آڳ جلن لا پروانا". هڪ ناول، هن جي اڻ وقتي ديهانت بعد ڇپيل: "ڪنول جاڳي اٿيا". ڪيترا نقاد پاڻسري هن جي بهترين ڪهاڻي مڃين ٿا.

سندري اتمچنداڻي: ترقي پسند ڪهاڻي نويسن ۾ خاص درجو رکندڙ. ٻه سندا ناول: "ڪرندڙ ديوارون" ۽ "پريت پراڻي ريت نرالي". ڪهاڻين جا مکيه مجموعا: "اڇا وار، ڳاڙها گل" ۽ "ٻو جنين جي لاش". ٿورا شعر ۽ ناٽڪ به لکيل. ڪي رچنائون ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيل. سوويت لئنڊ نهرو انعام کٽيندڙ.

ڪيرت ٻاٻاڻي: سنڌو ڪهاڻي نويس، مضمون نگار ۽ ناٽڪ ڪار. ٿورڙيون شاعراڻيون رچنائون به لکيون اٿائين. ڪي ڪهاڻيون اسن ٻولين ۾ ترجمو ٿيل. ڪهاڻين جو مجموعو: "هوءِ"، ناٽڪن جو مجموعو: "سوريءَ سڏ ڪيو". ٿورا ٻيا به ڪتاب ڇپيل. عرصي کان "سنڌو ڌارا" جو سمپادڪ. سوويت لئنڊ نهرو انعام حاصل ڪيل.

ڪلا پرڪاش: سندس جدائي سماءَ جو ساهتيڪ رچنائن ۾ گهرو اثر. نظماڻي نثر وارا ٽڪرا ڪافي مقبول خاص طور، "مهڪان جون لهرون"، سري وارا، ڪهاڻيون ۽ ناول به لکيا آهن. مکيه ڇپيل ڪتاب: "هڪ دل هزار ارمان"، "شيشي جي دل" ۽ "مرڪ ۽ ممتا".

ڪرشن راهي: سٺو شاعر ۽ ڪهاڻي نويس. ٿورا مضمون به لکيا اٿائين. سندس ڪهاڻين جو مجموعو آهي، "لڙڪ ۽ مرڪ". آشاوادي نظريو. شعرن جي مجموعي، "ڪماچ" تي ساهتيه اڪادمي انعام حاصل ڪيل. نئين ڪويتا تي به دسترس.

ڪرشن کٽواڻي: شالعيڊڪيعن جو گريجوئيٽ. مقبول ڪهاڻي نويس. ناٽڪ ۽ شعر به لکيا اٿائين. نثر ۾ به شاعري ڪندڙ ليکڪ. ڪهاڻين جا مکيه مجموعا: "ٽٽل تارون"، "ولڏري ۽ ٻيون ڪهاڻيون" ۽ "منڊي لو ۽ سجالو". ناول، "ياد هڪ پيار جي" تي ساهتيه اڪادمي انعام حاصل.

گوبند پنجابي: سنڌي جو ترقي پسند ليکڪ ۽ ترقي پسند ڪهاڻيءَ جو باني. "هيئت" جي اهميت ۽ "مواد" سان وڌيڪ لاڳاپيندڙ. ڪهاڻين جا مکيه مجموعا: "سرد آهون" ۽ "سورج مکي".

گنو سامتاڻي: مشهور ڪهاڻي نويس. هڪ ناول "واپس" به لکيو اٿائين. هن جي طرز بيان ۾ رواني ۽ تازگي هوندي آهي. "اپراجتا" لئي ساهتيه اڪادمي انعام حاصل ڪيل.

لوڪناٿ جيٽلي: سٺو ڪهاڻي نويس هو. سنڌ جي ڳوٺن، ڳوٺاڻن ۽ سنڌي ٻوليءَ جو چڱو ترجمان هو. ڪهاڻين جو مجموعو: "وساريان نه وسرن".

ليکراج ڪلسياڻي: وڪيل - ليکڪ. لکندو ٿورو آهي پر سٺو لکندو آهي. مشڪل سان ٽي چار ڪهاڻيون لکيون هوندائين پر اهي سڀ ڪامياب ليکيون وڃن ٿيون. "منجهري ڪولهڻ" ۽ "سواليا" هن جون بهترين ڪهاڻيون آهن.

موتي پرڪاش: بنيادي طرح شاعر ۽ ڪڏهن ڪڏهن نثر ۾ به قلم آزمائي ڪندو آهي. هن جون ڪهاڻيون ٿوريون سهڻين، سڀني معيار جون آهن. ناول: "اڌيرو اُجالو". ناٽڪ: پردي اڳيان پردي پٺيان" ۽ "رات هڪ طوفان جي". شعرن جو مجموعو: "آءٌ نه چوريون چنگ".

موهن ڪلپنا: مقبول ليکڪ. ڪهاڻي، ناول، ڪوِتا، مضمون، ناٽڪ ۽ آلوچنا تي ڪامياب قلم آزمائي. ڏهن کان مٿي ناول، ڪهاڻين جا مجموعا ۽ متفرق ڪتاب شايع ٿيل. گوتما ستياگره تي رپورتاژ، "اڃا رات باقي آ" هن جي بهترين رچنا مڃي وڃي ٿي.

هريومل سدارنگاڻي: ڪامياب شاعر، هر وزن ۾ قابل. سندس رباعيون بلند پروازيءَ ۽ فن جي قابليت جو ثبوت ٿيون پيش ڪن. شعرن جا مجموعا: "رنگين رباعيون"، "چيخ" ۽ "خوشبوءِ جو سفر". "چيخ" تي ساهتيه اڪادمي انعام حاصل ڪيل. هڪ ٻه ڪهاڻي لکي اٿائين، "پيمو ٽري" جا ڪافي ڪامياب ڳڻي وڃي ٿي.

هيم لاڳواڻي: ڪڏهن ڪڏهن اندر جا اُڌما قلمبند ڪندو آهي. ٿورا شعر ۽ ڳاڻ ٽيڻيون ڪهاڻيون لکيون اٿائين. جڏهن به لکندو آهي، خوب لکندو آهي. سندس بهترين ڪهاڻي آهي، "ڇا ڪجي مؤلائي؟"

# چونڊ سنڌي ڪھاڻيون

ھن پستڪ ۾ سنڌي ساھتڪارن زندگيءَ جا ڀن ڀن روپ ۽ گوناگون مسئلا پيش ڪيا آھن ۽ ھر ھڪ ڪھاڻي ٻيءَ ڪھاڻيءَ کان ڀنن نرالي ۽ ناياب آھي. ھڪ ڪھاڻيءَ جي سماپتيءَ بعد ٻيءَ ڪھاڻيءَ جا ورق ھڪ نئون اتساھ، ھڪ نئون اُمنگ پيدا ڪن ٿا.

ورھاڱي بعد سنڌين جي اکڙجڻ سبب سنڌي ساھتيہ کي وڏو ڌڪ لڳو پر ڌيري ڌيري اھو اسرندو رھيو آھي. ھن پستڪ ۾ ليکڪن سماجڪ انيائن، ٻي انصافين ۽ ڪرسمن خلاف پنھنجو آواز بلند ڪيو آھي.

ڪھاڻيون ھر ڀاشا ۾ لوڪ پريہ آھن. انھيءَ خيال کان ساھتيہ اڪاڊمي جدا جدا ٻولين ۾ چونڊ ڪھاڻيون ڇپائي رھي آھي ۽ انھن جا ٻين ٻولين ۾ ترجما ڪرائي رھي آھي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ھيءُ سندر ڪھاڻين جو ڪتاب بہ انھيءَ ڪارڻ ڪري ھيٺ ڇپايو ويو آھي، جنھنجو ھيءُ ٻيون ڇاپو آھي.